# ڪتابيءَ کان پرولتاري تائين



فيض محمد شيدي

ڪالا ادب پبليڪيشن

# ڪتابيءَ ڪان پرولتاري تائين

فيض محمد شيدي

(سنڌ ايڪسپريس جي سنڌي ميگزين ۾ شايع ٿيل قسط وار مضمونن جو مجموعو)

# ڪتاب جا جملي حق محفوظ

ڪتاب جو نالو: ڪتابيءَ کان پرولتاري تائين

ليکڪ: فيض محمد شيدي

ڇاپو پهريون : ڊسمبر 2015ع

ڪمپوزنگ: ڪانشڪا

ڇپيندڙ: همت پرنٽنگ پريس، حيدرآباد

پبلشر: ڪالا ادب پبليڪيشن

قيمت: 100.00 روپيا

**KHUTHAABI KHAAN PROLITAREE TAEEN**

(Autobiographical Notes & Memories of Struggle)

By: Faiz Muhammad Sheedi

Composed by : Kanishka

Publication: Kala Adab Publication

Printed by: Himmat Printers, Hyderabad

Edition : 1st December 2015

# فهرست

# ارپنا

ڪامريڊ اعزاز نذير،

ڪامريڊ خديجه گوهر،

ڪامريڊ خورشيد قائمخاني،

ڪامريڊ احمد علي لغاري

۽

ڪامريڊ عاصم جي نانءُ

سو ڪافي ڪهاڻيون ذهن جي ڪينواس تي ٿوهر جيان پاڙون هڻي بيٺيون هيون پر قلم جي جنبش سان انهن کي سلي نہ سگهيس. ڪافي اهم واقعا ۽ دوستن جا احوال پڻ هاڻ ياد نٿا رهن ۽ پنهنجي ڪهاڻي پڻ مڪمل طور لکڻ کان قاصر آهيان. ڪافي يادون وچائجي پڻ ويون آهن ۽ ڪافي وقت ملڻ دوران اهي ڪجهہ يادون پڻ مس مس ذهن تي تري آيون ۽ هڪ بي ربط ڪهاڻي لکڻ ۾ ڪامياب ويس

اب اپني حقيقت بهي ساغر بي ربط ڪهاني لگتي هي،
دنيا ڪي حقيقت ڪيا ڪهيي ڪچهہ ياد رهي ڪچهہ بهول گئي.
(ساغر صديقي)

مهاڳ

# مامي فيضوءَ جي ڪهاڻي

هن ڪي ماڻهو هوچي من وانگر مامو سڏيندا آهن. مامي فيضو ، پنهنجي نالي سان گڏ مامو شامل ڪرڻ جي ڳالهہ ٻڌائيندي چيو هو ”ابو بلال بينجو وڄائڻ جو وڏو فنڪار هو ، سعيد آباد ۾ شيدين جي پروگرام ۾ مون تي ماما نالو رکيو هو، جيڪو سدائين لاءِ پڪجي ويو. هاڻ مونکي ننڍو وڏو ماما چئي ٿو فيضو ٻڌايو هو“.

فيضو شيدي هڪ اداري طور ڪم ڪندو رهيو آهي.هن نہ رڳو پنهنجي جيون ڪٿا ڪي ڪتابي صورت ۾ لکي، پنهنجو قصو بيان ڪيو آهي، پر اها ڪهاڻي ڄڻ هڪ دور جي تاريخ بہ آهي. جيتوڻيڪ هن پنهنجي ڄمڻ واري ڳوٺ ڄمڙائو لڳ سيد مقيم شاهہ جو نالو ضرور ڄاڻايو آهي، پر مقيم شاهہ جيڪو پاڻ بہ هڪ وڏو ڪردار هو. ان جو ڪوبہ ذڪر نہ ڪيو آهي. ساڳي ريت هن پنهنجي انهيءَ قصي ۾پنهنجي ٻئي ڳوٺائي وڏي ڌاڙيل طور سڃاڻپ رکندڙ ۽ حيدرآباد سينٽرل جيل کي پنهنجي هٿ ۾ ڪري ويٺل مراد علي مير جت جو بہ ڪو ذڪر نہ ڪيو آهي جتي هو سينٽرل جيل ۾ قيد ٿيڻ ساڻس مليو هو. پر هن جهڙي ريت دلچسپ پيرا ۾ مدرسي مان ڀڄي نڪرڻ جي ڪهاڻي ٻڌائي آهي، اها تمام گهڻي دلچسپي واري آهي . جو مدرسي جي مولوي جي پٽ کي ڪوهہ مان ان عيوض ڪڍيو تہ ڪيس مدرسي مان ڀڄڻ ۾ رڪاوٽ نہ بنبو ۽ مولوي پٽ جي عيوض ان لاءِ تيار بہ ٿي ويو.“ ان ڪان پوءِ هو پيءُ جي خوف ڪان گهر وڃڻ جي بدران حيدرآباد جي روڊ تي سمهي گذاريو ۽ جنهن ڪان پوءِ صدر جي جامع مسجد وٽ علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي وٽ شربت وڪڻن جو ڌنڌو ڪرڻ لڳو ۽ حڪمت جي ڪم سان لاڳاپيل قاسمي صاحب کي شربت جي نسخي ۾ تبديلي لاءِ قائل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. هن جي ڪهاڻيءَ ۾ دلچسپ قصو اهو بہ هو تہ هو ان ڪان پوءِ فرانس هليو ويجي ٿو. هن جي زندگي ۾ حيرت ناڪ قصا بہ آهن۽ هن جي جستجو جي ڪهاڻي بہ آهي.اهوئي سبب جو هن جي جيون ڪٿا ۾ ڪئين پهلو ملن ٿا. هڪ طرف هو شيدين جي غلامي واري درد ناڪ ۽ تڪليف ڏيندڙ ڪهاڻي ٻڌائي ٿو.تہ ٻئي طرف هو ان ڪيفيت مان جنهن بهادري سان نڪرڻ جي ڳالهہ ٻڌائي ٿو ، اها وڏو حوصلو ڏيندڙ آهي. مونکي فيضو شيدي جي بي باڪي ۽ همت سان ڳالهہ ڪرڻ تي حيرت بہ ٿيندي آهي. هن جي جيون ڪٿا ۾ هڪ طرف 60 سال اڳ واري ملڪ جي سماجي ۽ سياسي ڪهاڻي جو بہ ذڪر ملي ٿو. هن جي جيون ڪٿا ۾ سياسي هلچل ، سماجي سرگرميون، مزدور تحريڪ، ڪميونسٽ تحريڪ ۽ سنڌ جي هيرو هوشو شيدي جي قبر ڳولڻ وارو تحقيقي ڪم. هن جو مثالي ڪمن ۾ شامل آهي.هن هوشو جي قبر جي ڳولا جديد

تاريخي گهرجن جي بنياد تي ڪئي. اها سچي مهم تاريخي نوعيت واري آهي. هن ڪميونسٽ پارٽي ۽ مزدور تحريڪن ۾ پڻ سرگرم ورڪر طور ڪم ڪندو رهيو آهي.هن جي جيون ڪٿا ۾ ڪامريڊ حسن ناصر کي سنڌ ۽ بلوچستان ۾ مختلف هنڌن تي روپوشي جي حالت ۾ لڪائڻ وارو قصو پڻ هڪ دور جي تاريخ سان شناسائي وارو آهي. هن پارٽي جي ٽٽڻ کان پوءِ شيدن ۾ سجاڳي وارو ڪم هٿ ۾ ڪنيو. جنهن کي ئي هن بنياد بنائي ڪٿا لکي آهي.جيڪي اڳم هو اسان سان ذاتي ڪچهرين ۾ ٻڌائيندو رهيو آهي .

هو چوندو رهيو آهي ته" سنڌ ۾ شيدي جسماني طور تي هاڻ غلام ته نه آهن، پر ذهني غلام ضرور آهن. ان ڪري انهن کي ذهني غلامي مان ڪڍڻ وارو ڪم هٿ ۾ ڪنيو .هن وقت ته غلام جي قانون اجازت نٿو ڏئي، پر سنڌ ۾ شيدين کي مينهن ۽ ٻڪري وانگر ڏاج ۾ ميل في ميل شيدي ڏيڻ جو اجان به رواج موجود آهي. ان کان سواءِ سنڌ جا وڏيرا شيدين کي رڃ ۽ مرن سان ويڙهائي سندن تماشو ڏسڻ وارو ڪم ڪندا رهيا آهن. ان ڪري شيدين ۾ سجاڳي جي ضرورت سمجهي انهن کي منظم ڪيم . "

." ماما فيضو انهيءَ ڪم جي شروعات هوش محمد شيدي جي مزار جي ڳولا سان ڪئي.جيتوڻيڪ هاڻ ته پ پ جو چيئرپرسن بلاول ڀٽو زرداري به هوشو شيدي جي مزار تي حاضري ڀرڻ لاءِ پهچي ٿو.پر انهيءَ دور ۾ هوشوءَ جي مزار هٿ ڪرڻ وڏو مسئلو هو.جيڪا هن مستقل مزاجي سان ستن سالن جي تحقيق ۽ ڳولا کان پوءِ ٺٽي واري علائقي ۾ ڳولي هٿ ڪئي هئي . جتي هن مزار جوڙائي هر سال ورسي ملهائڻ ۽ ميلي جي مناسبت سان شيدين جا ميلا ڪرائڻ جو رواج وڌو . ڪئين سال بيسنت هال ۾ ورسي جا پروگرام ڪرايا. جيڪي پوءِ ٻين هنڌن تي به ٿيڻ لڳا. مامي فيضوءَ کي شيدين جي سجاڳپ وارا هنڌ ۽ ڳالهيون وڏيڪ عزيز رهيون آهن.ان سلسلي ۾ گاڏي کاتي ۾ يعقوب شيديءَ جي ڪڏ، قاسم آباد ۾ شيدي ڳوٺ ۽ ڪوٽڙي ۾ ناگو لائين ، شيدين جا اهم هنڌ آهن." هو ٻڌائيدو رهيو آهي ته شيدين جا ڏڻ ۽ ميلا ملهائڻ جو رواج وڌو آهي. انهن ڏڻن تي پنهنجو رسمون رواج، ناچ ، مگرمان تي راڳ ڳائڻ جو رواج شروع ڪرايو. منگهي پير جو ميلو، هوشو شيدي جو ميلو، ناگو فقير شيدي اولياءَ جو ڪوٽڙي ۾ لڳندڙ ميلو، مڪي شاه جو ميلو، شيدين جا اهم ميلا آهن. ناگو فقير ٽپالي هو جيڪو ڪوٽڙي کان روزاني پيادل ٺاٽو بولا خان ويندو هو. هو پيادل طور ايڏو ته تکو هلڻ وارو هو جو ماڻهو هن کي هلندي ڏسڻ لاءِ ايندا هئا."

خورشيد قائم خاني ۽ مامي فيضوءَ کي هڪ ٻئي کان الڳ نٿو ڪري سگهجي. خورشيد ، ماما فيضو علي نواز گانگهري ۽ اسان گڏيل طرح ڪيو ته هر آچر تي علي نواز گانگهري جي ڪتابن جي دڪان تي ڪچهري ڪنداسون.ماني به اتي

گذجي ڪاٽيندا هئاسين.( هڪڙي دال ۾ ان جي گريبي ۾ پن چانهين مان چار ڪوپ ٿاهڻ ) خورشيد تنڊو الهيار مان ريل جي زريعي حيدرآباد ايندو هو.انهيءَ دوران خورشيد ۾ فيضو کي مون ڪئين دفعا وڙهندي ڏٺو. ويڙهه ان ڳالهه تي ٿيندي هئي ته خورشيد جو زور هوندو هو ته هو اسٽيشن تي پنڌ ويندو ۽ ماما فيضو جو زور هوندو هو ته آئون رڪشو ڪرائي آيو آهيان، تون سان اسٽيشن تائين هلان ٿو، پوءِ واپس ايندس. پر خورشيد ان لاءِ تيار نه هوندو هو. پوءِ عام طور تي جهيڙو وجي ان ڳالهه تي ختم ٿيندو هو ته ، آئون خورشيد کي بائيڪ تي ڪٺي اسٽيشن تي ڇڏي ايندو هوس". خورشيد قائم خاني جي ورسي واري ڏينهن تي حيدرآباد ۾ ٻولي اختياري هال ۾ خورشيد جي اڻ ڇپيل ناول جوڳي بستي جي مهورت رٿي ويئي هئي. ان جا سڀ انتظام مامي فيضو ڪيا. ان ڏينهن اچانڪ ٿيا روڪ هڙتال تي ويئي. صلاح آئي ته پروگرام ملتوي ڪجي، پر مامي فيضو کي اها ڳالهه ڪير چئي. خورشيد صاحب جا پٽ وڏا فوجي آفيسر رهيا آهن. پر هو مامي فيضو کي پروگرام ملتوي ڪرڻ واري ڳالهه چوڻ جي همٿ نه پيا ساري سگهن. مهورت جو تمام سٺو پروگرام ٿيو. پر مهورت ٿيندڙ ڪتاب جي فقط هڪڙي ڪاپي پهچي سگهي.( علي نواز گانگهري جي بيمار ٿي پوڻ سبب ۾ هڙتالون ٿيڻ جي ڪري ان جي ڇپائي ۾ دير ٿي) ناول جوڳي بستي جي هيروئن جوڳياڻي پڻ اسٽيج تي ويٺل هئي. هن ڪتاب هٿ ۾ کڻي تائيٽل ڏيکاريندي چيو ته هيءَ منهنجي تصوير آهي. ائين چئي هن ڪتاب پاڻ وٽ رکي ڇڏيو ۽ ڪنهن کي به ڏيڻ جي لاءِ تيار نه ٿي. فوٽو گرافر پريشان ٿي هر هر چوڻ لڳا ته ڪتاب هٿ ۾ کڻو ته فوٽو ڪڍون ، پر جوڳياڻي جوڪري ڪتاب نه ڏنو." ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ماما فيضو ان مهورتي پروگرام ۾ ناول نه ڇپجي سگهڻ تي اخبار ۾ آرٽيڪل لکيو. جنهن تي علي نواز گانگهرو ناراض ٿي پيو ۽ مونکي چيائين فيضو شيدي کي ته خبر نٿي پئي، پر توکي ۽ خورشيد جي پٽن کي ته خبر هئي، آئون بيمار ٿي پيو هئس ۽ اهو ڪم به الائجي ڪيئن منهنجن پٽن پڄي ڊکي ڪيو هو ۽ پروگرام ۾ منهنجو پٽ ۽ ڏيءُ به آيل هئا" پوءِ به فيضو وڃي اخبار ۾ لکيو آهي. مون اهڙي ڳالهه خورشيد جي وڏي پٽ کي فون ڪري ٻڌائي ته گانگهرو صاحب ناراض ٿي پيو آهي. توهان فون ڪيوس. هن مونکي چيو ته گانگهري صاحب کا ناراضگي تي معافي لاءِ فون ڪيان ٿو، پر چاچي فيضو کي ته نٿو چئي سگهان ته توهان ائين چو لکيو.مطلب ته خورشيد صاحب جا پٽ مامي فيضوءَ جو ايڏو خيال رکندڙ آهن". مهورتي پروگرام جي ختم ٿيڻ کان پوءِ مامي فيضو کي پروگرام جي مبارڪ ڏنم ته ، چيائين خورشيد مون سان جهيڙو ڇڏيئي نٿو. مون حيرت ۾ ڪائنس پڇيو ڇا ٿيو.؟ چيائين هو مون تي پنهنجو فوجي ڊسيپلن لاڳو ڪرڻ گهري ٿو. اسان شيدي ماڻهو پنهنجي انداز ۾ اٿڻ ويهڻ وارا، ڪوشش ته گهڻي ڪيان ٿو ، پر پوءِ ڪجهه نه ڪجهه رهجيو وڃي. پوءِ ڇا ڪريان. هو مڙي ئي نٿو. هن واقعو ٻڌائيندي چيو ميٽنگ ۾ هڪ مينٽ به دير سان پهچندس ته چوندو ته ٻاهر وڃي ويهه ، ميٽنگ ختم ٿئي پوءِ ملون ٿا.

هڪ دفعي هينءَ ٿيو تہ چنبڙ ۾ هارين سان ميٽنگ رکيل هئي.انهيءَ ڏينهن منهنجو پيءُ فوت ٿي ويو. اسان جو راڄ ڀاڳ ، مت مائٽ اچي پهتا،مون تي چمبڙ جي ميٽنگ ۾ پهچڻ جو دٻاءُ هو. مون مائٽن کي چيو بابا کي توهان دفنائي ڇڏجو ، آئون وڃان ٿو. ٻچي ، ٻچي ٽنڊو الهيار مان ٿيندو چنبڙ پهتس.پر ميٽنگ جي ٽائيم کان ڪجھ مينٽ دير ٿي ويئي. مونکي ميٽنگ ۾ ويهڻ نہ ڏنائين. آئون ٻاهر وڃي ويٺس.جتي بابا جون ڳالهيون ياد اچڻ تي رنس پيو، تہ ميٽنگ جي ختم ٿيڻ کان پوءِ مون کان روئڻ جو سبب پڇيائون. مون سڄي ڳالھ ڪري ٻڌائي. جنهن تي وري خورشيد مون سان وڙهڻ لڳو تہ پوءِ ڇو آيو آهين. وري ڏس اڄ هن جي ڪتاب جي مهورت آهي، هاڻ ان پروگرام ۾ آئون نہ هجان؟ هن مونکان سوال ڪندي پڇيو هو. آئون تہ وينو آهيان، پر منهنجي زال جو ڪراچي ۾ اڄ آپريشن آهي. اها ڪاوڙجي پوندي ، پر ٻچي ويئي تہ پوءِ پرچائي وٺندوسانس ."

خورشيد قائم خاني پنهنجي زندگي جو اٺ ويهڻ ايڏو تہ سادو ڪري ورتو هو ،جو مليشي ڪپڙا پائڻ کي ان ڪري اهميت ڏيندو هو تہ اهڙا ڪپڙا جلدي ميرا نہ ٿيندا. هو پنهنجي لائف اسٽائيل ۾ فيشني يا نمائشي انداز رکندڙ نہ هو . هن ڪڏهن بہ پاڻ کي اديب، دانشورن وارو مروج انداز قبول نہ ڪيو۽ نہ وري اليڪٽرانڪ ميڊيا جي چڪرن ۾ آيو. . هن جڏنهن صحافتي طور تي فيچر لکڻ شروع ڪيا تہ هن جي فيچرز ۾ پڙهندڙ هن سان گڏ هئڻ محسوس ڪندو هو. ان جو سبب اهو هو تہ هن ڪڏنهن بہ ٻڌل سڌل ڳالهين تي لکڻ جي بدران ذاتي مشاهدي جي بنياد تي لکيو . جوڳي، شيدي، ڀيل، ڪولهي، ميگهواڙ، گرگلا، شڪاري ۽ دنيا جي ٻين ملڪن ۾ جپسي طور سڃاتا ويندڙ هن جو موضوع رهيا. هن جي لکڻ ۽ تحقيق جو انداز فيلڊ ورڪ هو. جن ۾ ڪتابن جي بدران جيئرا جاڳندا ماڻهن پڙهڻا هوندا هئا. فيضو شيدي سان سندس ملاقات ۽ دوستي جو پڻ اهوئي سبب هو."

مامي فيضو شيدي پنهنجي ڪتاب جي ڪهاڻي جيتوڻيڪ گهڻو مختصر انداز ۾لکي آهي، پر ان جيون ڪٿا ۾ ڪامريڊ عاصم جو قصو تہ صفا مختصر ڇاٽيل آهي. جڏنهن اهو قصو مامي فيضو جي جيون ڪٿا جو اهم باب هو. مون ڪيس چيو تہ ان قصي کي اجان تفصيلي لک. مون کي زباني طور تي ڪامريڊ عاصم جون ٻيون ڳالهيون بہ ٻڌايون، پر اهي ڪتاب ۾ الائي ڇو اچي نہ سگهيون آهن. ڪامريڊن جي جدوجهد ۾ مامي فيضو ۽ ڪامريڊ عاصم جو قصو جيڪڏنهن تفصيل سان لکيل هجي تہ ڪامريڊن جي تربيتي ڪلاسن ۾ نصاب جو درجو رکندڙ قصو آهي.

اسحاق مگريو

# پڌ اکر

دنيا جي تاريخ ۾ حڪمران طبقن هميشہ کان وٺي عوام جي حقيقي ڪردارن کي مسخ ڪندي پنهنجي درباري تاريخدانن هٿان هٿ ٺوڪي تاريخ لکرائي پنهنجي وڏن کي ديوتائن جي روپ ۾ پيش ڪري عوام جي ايندڙ نسلن کي انهن تي ٽاڪي رکيو آهي. اهو غلامي جو تسلسل نسل در نسل ذهني غلامي جي شڪل ۾ جاري رهندو اچي.

ان صورتحال ۾ چاچا فيض محمد شيدي جي ذاتي مشاهدن کي قلمبند ڪري ڪتابي صورت ۾ حقيقتن کي رڪارڊ تي رکڻ يقين سان هڪ وڏي مثبت تبديلي آهي. هن ڪتاب ۾ جيتوڻيڪ مڪمل تاريخي حقيقتون تہ سمائي نٿيون سگهجن پر حقيقي لاڙن ۽ پورهيت سماج جو عڪس ضرور ان تحرير ۾ پسي سگهجي ٿو.

چاچا فيض محمد شيدي پاڪستان جي 68 سالن جي تاريخ جو اکين ڏٺو شاهد آهي، هن ورهاڱي کي پنهنجي اکين سان ڏٺو ۽ بعد ۾ زوال ڏانهن ويندڙ سماج ۽ ان جي ڪردارن کي ڪيس ويجهڙائي کان ڏسڻ جو موقعو مليو، نہ صرف ايترو پر هو سماج کي برابري ۽ انصاف پرٺي دڳ لاڻڻ واري قافلي جو پڻ هڪ عملي ۽ نظرياتي سپاهي هو. ننڍپڻ جي معصوم ذهن ئي هن کي جاگيرداري جي عياري واري نظام کان باغي بڻايو ۽ خوشقسمتي سان ان باغي ذهن کي هڪ سماجي تحريڪ ۽ نظريو مليو جيڪو هن جي زندگي جو مقصد بڻجي ويو ۽ هو اڄ تائين ان ئي مقصد سان واڳيل آهي.

چاچا فيض محمد شيدي هڪ ليکڪ ناهي هو پنهنجي پوري زندگي عملي مورچي تي هو، شهيد حسن ناصر ۽ ڪامريڊ اعزاز نذير جو ساٿي رهيو آهي، آخري وقت ۾ هن پنهنجون يادگيريون قلمبند ڪيون ۽ جيڪو ڪجهہ ڏٺو اهو ئي لکيو، جيتوڻيڪ چاچا فيض محمد شيدي پاڻ بہ واضع ڪيو آهي ڪجهہ تلخ يادون ۽ واقعا چاهيندي پڻ لکي نہ سگهيو، ان جو سبب اهو آهي تہ هن کي پنهنجي مقصد سان ئي سروڪار هو دوستن جي غدارين ۽ دغائن توڙي دشمنن جي ڏاڍ ۽ ڌڪاءِ کي هو نظر انداز ڪندي سچ جي راهہ ۾ پنهنجي سفر ۽ سندس ساٿين جي يادن کي ئي هن قلمبند ڪيو.

چاچا فيض محمد شيدي جي عظمت اها آهي تہ هن ڪڏهن پڻ سمجهوتو نہ ڪيو ۽ نہ وري مايوس ٿيو، طبقاتي جدوجهد جي هر محاذ تي هو هميشہ اڳيرو ئي رهيو، ٽريڊ يونين توڙي هارين جي جدوجهد ۾ هن جو ڪردار فراموش ڪرڻ جهڙو ناهي. خورشيد قائمخاني سان گڏجي شهيد هوش محمد شيدي جي مزار کي گمنامي مان ڪڍي نروار ڪيو، اهو وڏي ۾ وڏو تاريخي ڪارنامو آهي. چاچا فيضو شهيد هوشو جي قبر

ڪي نہ صرف نروار ڪيو پر هن باقادگي سان شهيد هوشو شيدي جون ورسيون ملهائي سنڌ جي هڪ عظيم سورمي کي خراج پيش ڪيو.

ذوالفقار علي ڀٽو کان وٺي سنڌ جي مڙني سياستدانن شهيد هوشو کي ٽشو پيپر وانگر استعمال ڪيو ۽ شيدي قبيلي کي غلام سمجهي اڇوتن کان پڻ بدتر سمجهيو ويندو هو ۽ سماجي برابري سميت ڪي بہ حق ان قبيلي کي اڄ تائين ميسر ناهن. اقتداري پارٽي کي جڏهن سنڌين جا سور ياد آيا تہ بلاول ڀٽو زرداري کي پڻ شهيد هوشو شيدي ياد آيو ۽ هن پنهنجي اقدراري مفادن جي حاصلات لاءِ شهيدن جي صدا (مرويسون مرويسون سنڌ نہ ڏيسون) جا نعرا هنيا.

حڪمرانن ان ڏس ۾ چاچا فيض محمد شيدي سان رابطو ڪيو تہ اسان کي اجازت ڏيو تہ شهيد جي مزار تي حاضري ڀريون ۽ ان جي تعمير ڪرايون تہ چاچا فيض محمد انهن تي واضع ڪيو تہ هو ٻين وانگر قبرن جو مجاور ناهي ۽ شهيد هوشو شيدي تي هر سنڌواسي جو پورو حق آهي ۽ شهيد هوشو جو پڻ هر سنڌ واسي تي حق آهي.

چاچا فيض محمد شيدي پنهنجي پوري عمر عملي جدوجهد ۾ گذاري هن پنهنجي ان ننڍڙي ڪتاب ۾ پنهنجي ساٿين جو پڻ احوال ڏنو آهي. ڪامريڊ احمد علي لغاري کان وٺي شهيد حسن ناصر، ڪامريڊ اعزاز نذير تائين ۽ اصول پرست سياستدان (حيدرآباد جي مير برادران) جي يادگيرين کان وٺِ ڪامريڊ عاصمہ جي ساٿ تائين ۽ پنهنجي ساٿي خورشيد قائمخاني سان گڏجي پڻ هن ڌرتي ڌڪاڻن جِپسين، جوڳين، حبشين، ڪولهين، ڀيلن، ميگهواڙن ۽ باگڙين، ڀاليشاهن سان روح جو رشتو اٽيو جيڪو اڄ تائين جاري آهي.

خورشيد قائمخاني جو اڌ ۾ ڇڏيل مشن پڻ چاچا پنهنجي هٿ ۾ کنيو ۽ هو 80 سالن جي عمر کي پارِ ڪرڻ باوجود پڻ جوان آهي. چاچا فيض محمد شيدي اسان لاءِ مشعل راهہ آهي سندس اورچائي ۽ جذبن جي جواني اسان لاءِ رشن مثال آهي.

ڪوثر جاويد قائمخاني

بهادرآباد، ڪراچي

# هڪ منفرد ڪهاڻي

چاچا فيض محمد شيدي گذريل سال جڏهن پنهنجون يادگيريون سهيڙڻ شروع ڪيون ته هن سان ان معاملي تي ڳالهيون ٿينديون هيون، چاچا فيض پنهنجي دور جو هڪ يگانو ڪردار آهي جنهن پنهنجي سموري عمر هڪ نظريي ۽ مقصد کي ارپي ڇڏي. ان جدوجهد دوران ڪيس ڪيترن ئي دورن مان گذرڻو پيو ۽ زندگي ۾ ڪيترائي موڙ پڻ آيا پر سندس رستو ۽ منزل ساڳئي رهي. 1947ع جي هان ڏاريندڙ ورهاڱي جو پڻ هو اکين ڏٺو شاهد آهي ته ان کان پوءِ واري زماني ۾ هو 1967ع ۽ 68ع واري زماني ۾ ڪاپي ڏر جي اپار جو پڻ هو سرگرم حصو هو. سوويت يونين جي زوال کان پوءِ ڪيترن ئي ڪامريڊن سچائي جي منزل کان توبهه تائب ٿي عالمي سامراج جي نئين سوشل آرڊر کي دل سان قبول ڪري اين جي اوز جي وهندڙ گنگا مان هٿ ڌوئڻ تي مجبور ٿيا پر چاچا فيض انهن چند ڪامريڊن مان هو جن کي پنهنجي منزل تي ذري برابر پڻ شڪ نه هو ۽ اڄ پڻ هو ان ساڳئي سفر جو راهي آهي.

چاچا فيض محمد شيدي جي پيدائش هڪ انقلابي گهر ۾ ٿي، هو هڪ پورهيت جو پٽ هو ۽ پنهنجي پيءُ کي پنهنجي ننڍپڻ واري معصوم عمر ۾ ڏاندن سان گڏ ڀني تي هر ڪاهيندي ڏٺائين ۽ ڪجهه وقت کان پوءِ جاگيردارن جڏهن زمينن تي قبضو ڄمائي کين لڏايو ته اڏيرو لعل شهر ۾ پائيبندن جي گودامن تان جانورن جيان وهندي ڏٺائين. ان دور ۾ مائٽن ڪيس ابتدائي تعليم ڏياري ۽ پوءِ وري مدرسي ۾ پڻ پڙهايو ويو. مدرسي ۾ پڙهڻ دوران هن جيڪي يادگيريون ونديون آهن اهي پڻ انتهائي دلچسپ آهن. مدرسي مان نڪرڻ کان پوءِ ئي هن جيءَ عملي زندگي جي ابتدا ٿئي ٿي ۽ اهو ئي سبب آهي جو چاچا پنهنجي ڪهاڻي جو عنوان ئي ڪتابيءَ کان پرولتاري رکيو آهي. مدرسي مان نڪرڻ کان پوءِ چاچا مزدوري ڪرڻ شروع ڪئي ۽ ان ئي دور ۾ هو ڪاپي ڏر جي طبقاتي جدوجهد سان واڳجي ويو ۽ اڄ تائين اهو رشتو جاري آهي. چاچا فيض محمد شيدي پنهنجي پوري زندگي غريبن، هارين، مزدورن ۽ ڌرتي ڌڪاڻن سان ناتو ڳنڍيو.

چاچا فيضَ جي ان ڪهاڻيءَ ۾ ان جي ڪيترن ئي انقلابي ساٿين جون يادگيريون پڻ سمايل آهن، خورشيد قائمخاني سان چاچا فيض جو روح جو رشتو هو جيڪو ڪڏهن پڻ ختم نٿو ٿي سگهي. چاچا فيض محمد پاڻ به اعتراف ڪيو آهي ته هي ڪتاب باقائده سوانح حيات ناهي پر ڪجهه يادگيرين تي ٻڌل مضمون آهن ۽ اهو پڻ ته عمر جي ان ڏهاڪي تي ڪائنس ڪيتريون ئي يادون ذهن جي پردي تان غائب پڻ ٿي چڪيون آهن.

سندس زندگي فيض احمد فيض جي ان شعر وانگر ئي آهي تہ:

غمِ جهان هو رخِ يار کہ دستِ عدو،

سلوک جس سي کيا هم ني عاشقانہ کيا.

ٽريڊ يونين جي جدوجهد وارو زمانو هجي يا سنڌ جي ٻهراڙين ۾ جاگيردارن خلاف مهاڏو اٽڪائيندڙ هارين جي هٿياربند بغاوت يا وري ڌرتي ڌڪاڻن نسلي ٽورائي وارن قبيلن جي حقن جو مسئلو هن هميشہ ثابت قدمي سان پنهنجو ڪردار نڀايو. چاچا فيض پاڪستان جي هر علائقي ۾ ڪم ڪيو ۽ خاص طور سنڌ جي ٻهراڙين ۾ هارين ۽ خانہ بدوش قبيلن ۾ تہ هن پنهنجي زندگي جو اڪثر وقت گذاريو. شهيد هوش محمد شيدي جي قبر دريافت ڪرڻ هن جو وڏو ڪارنامو آهي. پنهنجي ذاتي زندگي ۾ هن ڪڏهن پڻ سمجهوتو نہ ڪيو ۽ نہ وري شارٽ ڪٽ جو متلاشي رهيو. هو هڪ يگانو ڪردار آهي ۽ هن جي ڪهاڻي هڪ منفرد ڪهاڻي آهي. اهڙو کرو، سچو، ٻي ٻاڪ ۽ انقلابي ڪردار وري پيدا ٿيڻ ۾ شايد سنڌ کي ڪئي زمانا انتظار ڪرڻو پئي.

## گنپت راءِ

مٺي



# پنهنجي پاران

اسان جي دور جي مقبول عوامي شاعر استاد بخاري پنهنجي شاعري جو هڪ پورو مجموعو پنهنجي زندگي کي ارپيو آهي ان ۾ پڻ زندگي هڪ زندگي جي عنوان سان هڪ طويل نظم شامل آهي. زندگي جي عنوان کي هڪ نظم ۾ سمائيندي هن ڪيترين ئي لازوال سٽون تخليق ڪيون. اهو سڀ ڪجهه شاعري ۾ ته ممڪن ٿي سگهي ٿو پر نثر ۾ پنهنجي زندگي جو احوال لکڻ ڪنهن به صورت ۾ ممڪن ئي ناهي.

گذري ويل پل ڪڏهن ته اکين جي اڳيان هڪ گهڙي لاءِ پڻ ڏور ناهن ويندا ته ڪڏهن وري يادن جو هڪ سمنڊ ڇوليون هڻڻ لڳندو آهي جنهن مان ڪجهه يادن جون سپون ۽ ڪوڏ گڏ ڪرڻ انتهائي مشڪل آهي.

سنڌ ايڪسپريس جي هفتيوار سنڌي مئگزين ۾ دوستن جي اسرار تي پنهنجون يادگيريون قلمبند ڪرڻ پڻ هڪ خوشگوار تجربو هو. ان مئگزين لاءِ هر هفتي مضمون لکڻو پوندو هو ۽ وڏي عرصي تائين يادگيرين تي مشتمل مضمون قسط وار شايع ٿيندا رهيا ان مان هڪ فائدو اهو پڻ ٿيو جو رسي ويل يادون پڻ ذهن جي ڪئنواس تي تري آيون ۽ ڪافي يادگيريون گڏ ڪري ورتم.

مون پنهنجي زندگي ۾ ڊائري لکڻ ۽ دوستن جا خط وغيره پڻ ساهه سان سانڍي رکيا هئا ۽ ڪي املهه تصويرون پڻ هيون. پر آخري وقت ۾ طبيعت جي ناسازي ۽ گهر جي تبديلي وقت اهو سمورو مواد پڻ هيڏانهن هوڏانهن ٿي ويو جنهن جو مون کي وڏو افسوس آهي.

منهنجي زندگي مختلف دورن جي تبديلي واري زماني سان تعلق رکي ٿي. پنهنجي شعور سنڀالڻ وقت مون هن ننڍي کنڊ کي ٽڪرا ٽڪرا ٿيندي ڏٺو ۽ انساني ورهاڱي جي الميي کي بيوسي سان ڏسڻ ۽ ڀوڳڻ کان پوءِ ڀرپور جواني ۾ مزدور جدوجهد جي روپ ۾ اميدن جو ڪرڻو پڻ نظر آيو ۽ ان سان ئي پنهنجي پوري زندگي واڳيل رهي. اسان جو يقين آهي ته هن نا انصافي جي دور جي پڄاڻي سوشلسٽ انقلاب سان ئي ممڪن آهي ۽ سوشلسٽ انقلاب ئي انسانن جي درميان اهي ديوارون ڊاهي سگهي ٿو.

مون کي پنهنجي يادگيرين بابت ايتري گهڻي خوشفهمي ناهي پر پر مون پنهنجي ساٿين جون يادون ئي سهيڙڻ خاطر قلم کنيو هو منهنجي زندگي پڻ انهن عظيم ساٿين جي مرهون منت آهي جنهن جي ساٿ سان مون کي منزل سان شناسائي ٿي. ڪامريڊ اعزاز نذير، ڪامريڊ خورشيد قائمخاني، ڪامريڊ خديجه گوهر، شهيد حسن ناصر، ڪامريڊ احمد علي لغاري، ڪامريڊ عاصمه ۽ ٻيا ڪيترائي ساٿي هئا جن جي ساٿ سان حق جي جنگ ۾ پنهنجي حصي جو ڪردار ادا ڪرڻ جي قابل بڻيس.

ڪجھ ڏينهن اڳ ساٿي اسحاق مگرئي صاحب ڪتاب جي مواد تي ڳالهائيندي چيو هو تہ ڪامريڊ عاصم جي زندگي تي هڪ پورو باب لکو تہ بهتر آهي. پر هاڻ اهي پراڻا زخم کولڻ جي همت ڪٿان آڻيون. ڪامريڊ عاصم انقلاب لاءِ پنهنجي پوري زندگي ارپي ڇڏي، هو ڪراچي جي هڪ ترقي پسند گهراڻي جي فرد هئي ۽ ان ڪامريڊ خاندان جو مون تي ايترو پروسو هو جو هن ڪامريڊ عاصم جو هٿ مون کي ڏئي ڇڏيائون ۽ ڪامريڊ عاصم ۽ آئون پنجاب، سنڌ ۽ بلوچستان ۾ گڏجي زير زمين ڪم ڪندا هئا سين. جيڪڏهن زندگي ساٿ ڏنو تہ ڪامريڊ عاصم سان گهاريل گهڙين جون يادون پڻ قلمبند ڪبيون. هن پوري عمر شادي نہ ڪئي. هو اسان کي زندگي جي معني سمجهائي وئي.

ڪافي يادگيريون ۽ دوستن سان گهاريل پل ۽ واقعا قلمبند نہ ٿي سگهيا آهن اميد آهي تہ جيڪڏهن زندگي ساٿ ڏنو تہ هن ڪتاب جي ٻئي ايڊيشن ۾ واڌاري سان گڏ ڪجھ رهجي ويل منظر پڻ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪبي.

هن ڪتاب جي اشاعت کان اڳ اسحاق مگرئي صاحب ۽ ارشاد لغاري صاحب جهڙي ريت قرب سان اهي يادگيريون سنڌ ايڪسپريس ۾ قسط وار ڇاپيون اهي ٿورا ڪنهن بہ صورت ۾ فراموش نٿا ڪري سگهجن. هن ڪتاب جي اشاعت ۾ ڪامريڊ خورشيد قائمخاني جي فرزند ڪوثر جاويد قائمخاني جي پڻ محبت شامل هئي جنهن لاءِ آئون ٿورائتو آهيان.

## انقلابي تمنائن سان

**فيض محمد شيدي**



# اميدن جو فصل

سپ کان پهريائين اها وضاحت ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان ته پنهنجي عملي زندگي دوران مون ڪڏهن به لکڻ جي ڪوشش ناهي ڪئي باوجود ان حقيقت جي ته آئون خورشيد قائمخاني ۽ خديجه گوهر جي تمام ويجهو رهيس جيڪي لازوال قلمڪار هئا.

آئون جيتوڻيڪ پنهنجون يادگيريون به ونڊڻ نٿو چاهيان پر ماضي جا اهي ڦٽ بهرحال کولڻ چاهيان ٿو جن ۾ اميدن جي روشني موجود هوندي هئي جنهن جي ڪري ايذاءُ پڻ لطف جو باعث بڻبا هئا ۽ ڏاڍ به ڏڍ ڏيندو هو. اڄ مايوسي ۽ اپراهي جي ڪن ۾ غوطا کائيندي ايندڙ نسل لاءِ اميدن جي چراغ کي روشن ڪرڻ جي هڪ بيجا ڪوشش کي فرض سمجهي قلم کڻي رهيو آهيان. مون کي يقين آهي ته انسان جو آئيندو روشن آهي ۽ ظلم و ستم جي ديوار ۽ سرمائي ۽ طاقت جو حوس، سچائي جي قوت آڏو نيٺ اٽڪ مچيندو ۽ انسان نا انصافين ۽ بربريت جي هن دور مان پار پوندو.

اها حقيقت پڻ تسليم ڪرڻ ۾ ڪو هرج ناهي ته سياست ٺڳي جي علامت بڻجي وئي آهي، انقلاب، آدرش ۽ عظيم خواب ٿامس مور جي يوٽوپيائي قصن وانگر پاڳلپڻي جي ذمري ۾ اچي چڪا آهن ۽ پاڳلپڻو هن دور جي هڪ معتبر حقيقت بنجي چڪو آهي. اسان وٽ بدقسمتي سان تباهي جو بنياد انگريز سامراج جي عطا ڪيل نام نهاد سوراج سان شروع ٿئي ٿو ۽ اها اونداهي رات وهامڻ جو نالو ئي نٿي وٺي. نسل در نسل اسان تباهي کي ڀوڳيو آهي ۽ تباهي جي ابتڙ تعمير ۽ ترقي جا سپنا ساييان نه بڻجي سگهيا آهن.

فيض احمد فيض، 60 واري ڏهاڪي دوران منٽگمري جي بنديخاني ۾ اميدن جي فصل جي غارت ٿيڻ تي هڪ تاريخي نظم لکيو هو جيڪو اڄ پڻ اسان لاءِ اتساهه جو سبب بڻيل آهي. ڇا اسان مايوسي جي ڪن ۾ جيئڻ جي هر اميد کي ختم ڪري ڇڏيون؟ مايوسي جون ڳالهيون ڪندڙ ڏرين وٽ بدقسمتي سان وڏو مواد موجود آهي ۽ سماجي تباهي جي علامتن جا قصا ۽ انسانيت جو ڏڇيون اڏائيندڙ حقيقتون پڻ موجود آهن. پر ڇا ڏاڍ جي اڳيان هار مڃڻ سان اسان جا سڀ مسئلا حل ٿي ويندا؟ ڇا جنونيت ۽ پاڳلپڻي جي وحشتن جي سامهون سر خم ڪرڻ سان سماج کي ڪو لاڀ پلئه پوندو؟ تباهي جي داعين کي برداشت ڪرڻ به هڪ قسم جي تباهي آهي. هر شي جو پنهنجو منطقي انجام به هوندو آهي ۽ جنونيت ۽ سرمائي جي حوس جي قوتن جو پڻ هڪ انجام آهي جنهن تي اهي ڪڏهوڪا رسي به چڪا آهن جنهن جو مثال انهن کي پلئه پوندڙ

نيڪنامي مان محسوس ڪري سگھجي ٿو پر اسان جنهن مايوسي جي ڪن ۾ ٻڏڪيا ويا آهيون ان ۾ غوطا کائڻ لاءِ پلي ڪيترا به بهانا گهڙجن پر هن گولي ۾ حق جو ڪٽي به طبل وڳو ته پوءِ انهي فيل مست ۽ نسلن کي ڳاريندڙ ڪَن جا به هاڪڙي جي پچاڙڪين ڇولين وانگر پويان پير هوندا.

جنونيت اسان جي صحرائن ۾ وڏي واڪي پنهنجا خوني پر ڪٽي لامارا ڏئي رهي آهي ۽ اهو پاڳلپڻو لاڙ جي ڪلراٺن پوٺن ۾ لئين ۽ لاٺن جيان ڦٽي رهيو آهي. توڙي جو انهن کي ملڪ پار جي پيٽرو ڊالر جو پاور هجي يا پيو سبب پر آخر ڪار حق ۽ سچائي جي طبل کي وڏي واڪي جاري رکڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته اهو ئي اسان جي انصاف پري جدوجهد جو واحد هٿيار ۽ اڪيلو ميدان آهي.

سامراجي قوت پنهنجي مڙني هٿيارن سان هيٺي ثابت ٿي رهي آهي توڙي جو ڪيس للڪاريندڙ قوت به ناهي پر اها پنهنجي خونريز پنجن سان ڪنهن خونخوار درندي وانگر وحشت ۽ بربريت جا آخري داستان رقم ڪري رهي آهي. تباهي جي حدن جي به حد ٿي چڪي آهي ۽ اهي ڪنهن رڪاوٽ جي نه هئڻ باوجود ناڪامي ۽ نامرادي کي پوڳي رهيا آهن.

سرمائي جو دور پڻ شاهد آهي ته ڪهڙي نه ساهه بوساٽيندڙ جاگيرداراڻي ۽ غلامي جي گهن چڪر مان نئين دور جو آغاز ٿيو ته هاڻ سامراجي جبر مان پڻ نجات جو امڪان ڪو ديواني جو خواب نه پر هڪ حقيقت آهي. ماضي ۾ اسان جي قافلي مان جيڪي غلطيون ٿيون انهن کي فرقيواريت جي بنيادن تي درست سمجهڻ ۽ دفاع ڪرڻ جي بدران وڏي دل سان تسليم ڪري اڳتي وڌڻ جي ضرورت آهي. اسان کي سڀ کان پهريائين پنهنجي پاڻ کان شروعات ڪرڻي پوندي. مڊل ڪلاس ۽ ساڄاهه وند طبقي مان اميدون بدران اسان کي پنهنجي پورهيت طبقي ڏانهن موٽ کائڻي آهي.

مون گذريل ڪيترن ئي سالن کان محسوس ڪيو آهي ته ته اسان جي ڪاپي ٽر ۽ تبديلي جي مهندار هئڻ جا دعويدار دوست پنهنجي سموري توانائي ڪانفرنسن، فوٽو سيشن، ميڊيا جي اڳيان پاڻ کي نمايان ثابت ڪرڻ ۾ صرف ڪري رهيا آهن، اسان جو ڪو به دوست هڪ گهڙي لاءِ پورهيتن ۾ ڪم ڪرڻ نٿو پسند ڪري ۽ پوءِ به مياڙون ۽ مايوسي جا پاشڻ پيا ڏجن ته هي بغداد تي ويو آهي. ان مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته اسان ڪنهن آسماني قوت تي پاڙي رهيا آهيون جيڪا اسان جي طرفان جنگ جوٽي اسان کي نجات ڏياريندي.

جنونيت ۽ پاڳلپڻي جون داعي ڏريون ڪهڙي ريت پورهيت طبقي ۾ سرايت ڪري پنهنجا مقصد ماڻي رهيون آهن ان مان اسان کي سبق سکڻ گهرجي. جيڪڏهن

ڪو دوست تڪليف برداشت ڪري سنڌ جي ڀهراڙين ۽ صحرائن جو سفر ڪرڻ جي همت ڀڏي تہ ڪيس خبر پئجي سگهي ٿي تہ ساحلي پٽي ۽ صحرائي ڳوٺن ۾ موسيقي تي پهرن جي تاريخ جا طويل داستان آهن ۽ اتي ڪيتري عرصي کان "ڪم" ٿي رهيو هو جيڪو اسان پنهنجي ڪوتاهہ نظري جي ڪري نظرانداز ڪيو ۽ خيرن سان اهي ڀلارا هاڻ نتيجا بہ ڏئي رهيا آهن ۽ اسين وري ساڳي غلطي ڪندي ڪبوتر وانگر اکيون بند ڪري پنهنجي سر تي آيل دشمن کان فرار ٿيڻ جي حماقت ڪري رهيا آهيون.

اميدن جو فصل ڀلي غارت بہ ٿئي پر وري نئين سر کيتي ڪرڻ جي ضرورت آهي. پنهنجي پگهر ۽ رت جو ريج ڏئي ايندڙ مند جي فڪر ڪرڻ ۾ ئي اسان جي نجات آهي. مايوسين جي اوڙاهہ ۾ ڪري پوڻ سان وحشت جي واپارين کي مفت ۾ ميدان مهيا ڪرڻ بہ هڪڙو ڏوهہ آهي جيڪو اسان کان اڻڄاڻائي ۾ سرزد ٿي رهيو آهي.



# منهنجو ننڍپڻ

وه ڪاغذ ڪي ڪشتي، وه بارشون ڪا پاني

ڪافي وقت کان پنهنجي ماضي جي تلخ ۽ خوشگوار يادن تي لکڻ جو سوچي رهيو هئس اڄ هن مضمون ذريعي پاڻ گذريل 60 يا 70 سال پوئتي ويندا سين. اهي يادون نه صرف منهنجي زندگي جو حصو آهن پر ٻي حوالي سان انهن يادن جي پويان سنڌ جي قديم (گهٽ ۾ گهٽ اڌ صدي پراڻي) سنڌي سماج جي جهلڪ ضرور پسي سگهبي.

منهنجو اصل ڳوٺ مقيم شاهه آهي جيڪو ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي ڳوٺ (جمڙائو) جي بلڪل سامهون آهي، ڳوٺ جي سيدن سان اسان شيدين جو ديني پائپي وارو رشتو هو، اسان جو شيدي نسل غلامن جي صورت ۾ ڪلهوڙن يا ان کان به اڳ عربن سان گڏجي سنڌ ۾ آيو هو، آفريڪي شيدين جا به مختلف نسل مختلف وقتن ۾ سنڌ آيا هئا ، ٽالپرن وٽ پڻ شيدي غلامن جو وڏو انگ موجود هو ۽ اهو سلسلو انگريزن تائين جاري رهيو، اهڙي ريت شيدي به مختلف تاريخي بنيادن تي پنهنجي بڻ بنياد جي سڃاڻپ رکن ٿا. ٽالپرن ۽ ان کان پوءِ انگريزن جيڪي آفريڪي لوڪ آندا اهي پاڻ کي ساحلي شيدي سڏائيندا آهن. جيڪي سنڌ ۽ مڪران جي ساحلي پٽي تي اڄ تائين آباد آهن، اهي ويچارا انهي آس ۾ ساحل تي ئي رهي پيا ته من وري پنهنجي اصل وطن (آفريڪا) ڏانهن وري سگهن پر اها آس اڌوري ئي رهجي وئي ۽ اهي ماڻهو سنڌ جي خمير ۾ ئي سمائجي چڪا آهن. اڄ پڻ قومي حوالي سان آفريڪي سڃاڻپ سنڌ جي شيدين مان بلڪل ختم ناهي ٿي، بدين ضلعي ۾ ته اسان جي پراڻي وڪيل دوست جون ته ٻه نياٽيون سنڌ يونيورسٽي ۾ پڙهڻ لاءِ آيل آفريڪي نوجوانن سان ازدواجي ٻنڌڻ ۾ ٻڌجي پنهنجي اصل ملڪ به پهچي ويون ۽ اهي اڄ پڻ تمام خوش آهن. انساني زندگي جي تاريخ مان اسان کي اهو ئي سبق ملي ٿو ته لڏپلاڻ ۽ هجرتون انتهائي جبر جو نتيجو هونديون آهن پوءِ اهو جبر فطري هجي يا انسانن جو پيدا ڪيل، بهرحال انهي موقعي تي هڪڙو دلچسپ واقعو ياد اچي رهيو آهي شايد 94 يا 95 جو سال هو، شارجه ۾ شارجه ڪپ ٽورنامينٽ جو فائنل ڪيڏيو پئي ويو، فائنل مئچ ۾ پاڪستان ۽ ويسٽ انڊيز جو مقابلو ٿي رهيو هو ۽ ويسٽ انڊيز جي ڪپتاني رچي رچرڊسن ۽ پاڪستان پاران جاويد مياناداد هو ۽ اها مئچ ويسٽ انڊيز کٽي وئي ته بدين ۾ ڪجهه جذباتي شيدي نوجوانن ويسٽ انڊيز جي فتح تي ريلي ڪڍي، ان ريلي ۾ رچي رچرڊسن آوي آوي ... جاويد مياناداد هاءِ هاءِ ... سان گڏ زنده باد ۽ مرده باد جا نعرا پڻ لڳا هئا پر جڏهن اها جرئت کين ڳچي ۾ پئي ته ان وقت جي هڪ شيدي استاد ٻئي ڏينهن گذريل رات جي ريلي جي جواب ۾ حب الوطني جي جذبي هيٺ ريلي ڪڍي ۽ پاڻ کي سچو مسلمان ۽ پڪو محب الوطن ثابت ڪرڻ لاءِ ڪيس اهو سڀ ڪجهه ڪرڻو پيو. ان وقت ڪافي شيدي برادري جي ماڻهن کي اها به خبر ڪو نه هئي ته ويسٽ انڊيز سميت دنيا جي اڪثر ملڪن ۾ رهندڙ شيدي غير مسلم آهن. مزي جهڙو پيو واقعو هڪ دوست اهو به ٻڌايو ته ڪجهه

ڏھاڪا اڳ ھن جو انڊيا وڃڻ ٿيو تہ اتي ھن کي دڪانن ۾ پين جاين تي سنڌي ڳالھائيندڙ ماڻھن کي ڏسي ڪو تعجب نہ ٿيو پر ھن لاءِ وڏي دلچسپي جي ڳالھہ اھا ھئي جو اتي ھن کي شيدي مليو جنھن جو نالو رميش ھئس ۽ ذات سيدي (شيدي) ٻڌائي رھيو ھو ۽ ھن دوست کي اجا بہ يقين نہ آيو تہ اھو شيدي ڪيس پنھنجي گھر وٺي ويو جتي بلڪل ھندن جي گھرن وانگر ھندو ديوين ۽ ديوتائن جون تصويرون لڳل ھيون ۽ ھن جي محلي ۾ ويھہ ڪن گھر بہ ھندو شيدين جا ھئا ۽ ڪيس پڻ تعجب لڳو تہ پاڪستان ۾ شيدي مسلمان بہ ھوندا آھن. چوڻ جو مقصد اھو تہ انسان مختلف حالتن دورن مان گذري اڳتي وڌندو رھيو آھي ۽ اھي واقعا نيٺ تاريخ ۾ روايتن جو حصو بڻجي ويندا آھن. انسان کي پنھنجي ماضي کي نہ وسارڻ گھرجي چاھي اھو ڪيڏو نہ دردناڪ ڇو نہ ھجي.

اسان جي وڏن جي ڇھہ ست سو ايڪڙ زمين پڻ ھئي جيڪا جمڙائو جي منڍ واري ھنڌ ھئي پر اھا زمين جڏھن قيمتي ٿي تہ مختلف حيلن بھانن سان بااثر ماڻھن شيدين کان کسي ورتي تان جو منھنجي جمڻ وقت اسان شيدين وٽ صرف 60 ايڪڙ زمين ئي بچي، اھو پڻ دلچسپ قصو آھي تہ ننڍڙا ٻار پاڻ ۾ ڏائي راند ڪري رھيا ھئا شايد اڪي ٻڌي واري راند ھئي جنھن ۾ ڪنھن شيدي ٻارڙي ھڪ سيد ٻار کي راند دوران ڌڪ ھنيو ۽ ان ٻاراڻي ڳالھہ کي بنياد بڻائي سيد سڳورن شيدين کي لڏائي ڇڏيو ۽ سندن بچيل زمين پڻ ڦري ورتي ۽ پوءِ اسان جا وڏا اڏيرو لعل اچي رھيا جتي گذر سفر لاءِ محنت مزدوري ڪندا ھئا. منھنجو بابا بہ پھلوان ھو ۽ حمالي (بار ڍوئڻ) جي مزدوري ڪندو ھو ۽ ڪراچي ۾ مزدوري دوران ڪين مقابلو ڪٽڻ تي قائداعظم ٽرافي پڻ ملي ھئي. ان دور ۾ روڊ رستا يا موٽر گاڏيون بلڪل نہ ھئڻ جي برابر ھيون پر ريل گاڏي ضرور ھلندي ھئي.

مون پنھنجي اک کولڻ ڪان وٺي پاڻ تي جاگيردارن جي استحصال کي حاوي ڏٺو، مون کي ياد آھي تہ ھڪ ڀيرو جڏھن اسان جا ڍڳا زميندار جي چرچ تي چوري ڪيا ويا ۽ زميندار منھنجي والد کي چورن جي پويان وڃڻ ۽ ڍڳا ڳولڻ کان بہ روڪي ڇڏيائين ۽ ان ڏينھن مون ان کي آلين اکين سان ڍڳن جي جاءِ تي پاڻ ھر ۾ جوٽيل ڏٺو، امان پويان ھر جي نالي مان ٻج ڇٽي رھي ھئي ۽ بابا ڍڳن جي جاءِ تي ھر ڪاھي رھيو ھو. منھنجي عمر ان وقت پنج يا ڇھہ سال کن ھئي سو آئون ان وقت شرارت ڪندي بابا جي ڳچي ۾ رسو وجھي ڳتڪارون ڪندي ڪيس پٺن تي لٺون ھڻندو ويس تہ امان مون کي ڏاڍو ماريو ھو ۽ چوندي رھي تہ ھڪ طرف ظالمن اسان سان ھي قھر ڪري ڍڳا چوري ڪرايا ٻيو وري نياڳي اولاد کي مشڪري لڳي آھي پر بابا مون کي پرچائي وري لٺ ھٿ ۾ ڏنائين تہ بابا پنھنجي ڍڳي کي ھڪل ۽ پورا بہ سال بابا ڍڳن جي جاءِ تي ھر سان جوٽيل ھوندو ھو. بابا گھران نڪرندو ھو تہ ڪلھي تي ھر ڪنيل ھوندو ھو ۽ ٻني ۾ وڃي پوتڙي جو سندرو ڇيلھہ سان ٻڌي ھر سان جٽي ويندو ھو.

ڪافي سال پني پارو ڪرڻ کان پوءِ بابا شهر ۾ مزدوري جي ڪرت ڪئي ۽ بابا اسان کي انهي ظلم جي گهاٽي مان آزاد ڪرڻ لاءِ اسڪول ۾ داخل ڪرايو.

فيض احمد فيض جو هڪ شعر آهي ته نه ان ڪي رسم نئي هي اور نه هي اپني ريت نئي، بلڪل ساڳي طرح اسان لاءِ نه جاگيرداري ۾ سور نوان هئا نه وري شهر جي نيم سرمائيداري جا سور نوان هئا. بابا جڏهن شهر ۾ مزدوري ڪرڻ آيو ته اسان جا مالڪ رڳو تبديل ٿيا پر ريتون رسمون ساڳيون ئي هيون. بابا هڪ پائيبند وٽ مزدوري سان لڳو جنهن جو نالو ته ڪو پيو هو پر بابا کيس مذاق وچان سيٺ توپڻ داس سڏيندو هو، همراهه ٿورو پاتو هو پر وڏو ظالم ۽ ڪنجوس هوندو هو. بابا ان جي گودام کان دڪان تائين سڄو ڏينهن بار ڍوئيندو هو، جاگيردار وٽ ته زمين ۾ ڍڳن جي جاءِ تي جوٽيو پيو هلندو هو پر شهر ۾ پڻ ان کي هڪ ڪاٺ جي گاڏي کي گهيلڻو پوندو هو، منهنجا چاچا الهڏتو شيدي ۽ محمد شيدي پڻ ايئن جوٽيل هوندا هئا. منهنجو وڏو ڀاءُ الهبخش شيدي (جيڪو پوءِ حيدرآباد جي ٽريڊ يونين ۾ تمام گهڻو سرگرم پڻ رهيو) بابا جي مدد ڪندو هو. آئون پڻ هاڻ ڪجهه هوش سنڀالڻ جي عمر تي وڃي رسيس سو هاڻ بابا کي ڳتڪارون ڪندي هڪلڻ جي بدران ان جي اها حالت مون کان ڏٺي نه ٿيندي هئي ۽ آئون شام جو بابا سان بحث ڪندو هئس ته بابا توهان مزدوري ڇڏي ڏيو هاڻ آئون ۽ الهبخش ئي ڪم ڪندا سين پر بابا ضد ڪيو ته تو کي پڙهائڻ کان پوءِ ئي اسان جي زندگي ۾ ڏک سور ختم ٿيندا سو تون پڙهه. بابا مون کي اسڪول موڪليو ۽ اتان فائنل پاس ڪرڻ کان پوءِ مدرسي ۾ داخل ٿيس........

اهڙي ريت ڏينهن ۽ راتيون گذرنديون هيون. اسان جو سماجي طور غريب پاڙيسرين سان مائٽن جيان رشتو هوندو هو، اسان جا پاڙيسري جن مان هندو ۽ مسلمان سڀ هوندا هئا. ميگهواڙ چاچو جنهن جو نالو وسري ويو اٿم ته مون کي پنهنجي اولاد جيان سمجهندو هو. آئون اڪثر ڪري ان جي گهر ويندو هئس ۽ اتان ئي پڪل ماني کائي پنهنجي گهر ايندو هئس. بابا ٿورو مذهبي خيال رکندڙ هو پر ان جي باوجود هن ڪڏهن پڻ ان ميگهواڙ پاڙيسري کي نه چيو ته اسان جي ٻارن کي چو پنهنجي ماني کارائي اٿئي پر مون کي چوندو هو ته تون ڇو ميگهواڙن جي ماني کائي آيو آهي ته آئون ان وقت به کيس اهو جواب ڏيندو هئس ته اهو جاگيردارن ۽ پائيبندن کان ڀلو ماڻهو آهي. پاڻ وانگر غريب آهي ۽ پيو ته اهو ماني مون کي عزت سان کارائي ٿو ته پوءِ ان ۾ ڪهڙي خراب ڳالهه آهي. حيريت جهڙي ڳالهه آهي ته اهو ميگهواڙ چاچو پڻ مون کي روڪيندو هو ته بابا پٺهين کي خبر پئي ته تون اسان جي گهران ماني کائي آيو آهين ته پوءِ هو اسان کي وڙهندو. آئون هن کي هميشه چوندو هئس ته مون کي ماني کائڻ چو نٿا ڏيو؟ هن جو اهو ئي جواب هوندو هو ته پٽ توهان مسلا آهيو. چيم نه اسان توهان وانگر غريب آهيون. تنڍپڻ ۾ ئي مون کي درد جي رشتن جو احساس ٿيو. اهي تجربا ۽ تلخ يادون ئي هيون جن منهنجي اندر احساس بيدار ڪيو. ڪي اهڙا به ڏينهن آيا جو ان ميگهواڙ چاچي جي گهر مون کي ماني نه ملندي هئي، چاڪاڻ ته گهر ۾ کاڌي لاءِ ڪجهه نه هئڻ سبب هو ماني نه پچائي سگهندا هئا ته پوءِ آئون پنهنجي گهران اتو کڻي

انهن وٽ پهچي ويندو هئس تہ ماني کائو ۽ مون کي بہ کارايو. هڪ ڏينهن آئون ڪجهہ اٿو ڪٽي ان جي گهر ويس تہ بابا کي خبر پئي تہ هو منهنجي پويان آيو ۽ ان جي هٿ ۾ وڏي اٿي جي هڙ هئي ۽ اها ان کي ڏنائين ۽ چڙپ بہ ڏنائين تہ ويلا لنگهڻ ڪاٽيو ٽا پر ڪنهن کي چئو بہ نہ. پچڙن کي چو بکيو رکيو اٿو. مون کي پڻ ياد آهي تہ هڪ پيرو جڏهن اسان جي گهر کائڻ لاءِ ڪجهہ نہ هو تہ آئون چاچي ميگهواڙ جي گهران ڪجهہ پڪل مانيون کٽي پنهنجي گهر ويس تہ بابا اکين تي رکي پاڻ بہ کاڌائين ۽ اسان کي پڻ ڏنائين. اهي ڏک هئا جن جو ڪو بہ ڌرم يا مذهب نہ هو ۽ نہ وري ڪا ذات هئس ۽ ٻي طرف جاگيردار ۽ پائيبند وٽ ڍڳن جي جاءِ تي جانورن جيان وهڻ پڻ رسم هئي جن جي اڳيان پڻ عقيدا ۽ ڌرم بي معنيٰ هئا.

. منهنجا اهي ذاتي تجربا هئا پر هاڻ ڪجهہ بي خبر دوست اها پروپيگنڊا ڪندي ٿڪجن ئي نٿا تہ ورهاڱي کان اڳ هتي کير ۽ ماکي جو نديون وهنديون هيون ۽ خير ۽ خيرات جا دور هلندا هئا ۽ اسان جا شهر گلابن جي پاٽي سان پيا ڌوپيا هئا. ايئن تہ قطعي نہ هو ان وقت پڻ جاگيردار ۽ مڊل ڪلاسي تاجر طبقي جو ڪردار بلڪل عوام دشمن هوندو هو. اڪثر جاگيرون پڻ گروي هونديون هيون، مسلمان جاگيردار ايڏا تونگر نہ هوندا هئا، واڻين کان وٺون ويندا هئا، پنهنجي عياشي جي ڪري هو قرض کٽي واڻين جون تجوڙيون ڀريندا هئا ۽ پوءِ سڄو سال غريب هارين (جن ۾ ڪولهي، ڀيل، ميگهواڙ ۽ مسلمان غريب ماڻهو پڻ هوندا هئا) کي جانورن وانگر پيا هلائيندا هئا. حيدرآباد جو هڪ وڏو جاگيردار (جنهن جو اولاد اڄ وڏي سياسي حيثيت رکي ٿو) بابت مشهور هو تہ ورهاڱي کان اڳ هن جو ڪو ننڍڙو مسئلو دفترن ۾ هلندڙ هو، همراهہ هارين جو وڏو جلسو وٺي گهوڙي تي چڙهي وڏي شان شوڪت سان اچي حيدرآباد جي ڪليڪٽر آفيس جي اڳيان پٽ تي ويهي رهندو هو ۽ همت ئي نہ ٿيندي هئس جو هو اندر آفيس ۾ وڃي عملدارن سان بہ لفظ ڳالهائي ايئن هو ڪيترائي مهينا فقيرن وانگر پنهنجي مخصوص پڙي تي ويهندو هو تان جو ڪنهن واڻئي عرضي نويس اچي سندس اهو معمولي مسئلو حل ڪرائي ڏنو. پر اهو ئي همراهہ پنهنجي غريب هارين ۽ علائقي واسين لاءِ وڏي قيامت ۽ عذاب الاهي هوندو هو.

ننڍپڻ ۾ مون کي ڳوٺ ۾ ئي اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو جتي ست درجا فائنل پاس ڪرڻ کان پوءِ وري بابا مون کي مدرسي ۾ داخل ڪرايو ان عرصي ۾ ۾ مون سان هڪ حادثو پيش پڻ آيو اسان ٻارن پکين جي شڪار لاءِ هالان ڏي وياسين جتي مون کي پکين جي شڪار واري بندوق جو ڇرو اک ۾ لڳو ۽ ان وقت هيراباد ۾ اکين جو هڪ ئي مشهور ڊاڪٽر هو جنهن منهنجو آپريشن ڪيو آئون اتا زير علاج هئس تہ ڊاڪٽر دولت رام مون کي پڌايو تہ بابا مون کي معاف ڪر آئون هاڻ هتان لڏي وڃي رهيو آهيان تنهنجو علاج مون ڪافي ڪري ڇڏيو آهي پر پوءِ بہ مون هڪ ٻئي ديوان ڊاڪٽر کي تنهنجي پارت ڪئي آهي جيڪو تنهنجو علاج ڪندو. اک جي آپريشن ڪرائڻ کان پوءِ مون کي بابا نصرپور ۾ قاضي عبدالرحمان جي مدرسي ۾ داخل ڪرايو، مدرسي جو اهو اصول هوندو هو تہ شروعاتي چار مهينا اسان کي مدرسي ۾ رهڻو پوندو هو ۽ مولوي اٿي

اسان کي سيپارا پڙهائيندو هو ۽ ڏينهن جو اوڙي پاڙي مان اسان کي ماني پوڙ وٺڻ لاءِ موڪليو ويندو هو ان وقت ڪتابين وري اهو ڪم ڪيو ته منهنجي مٿي تي هڪ وڏو ٿالهه رکي چڙيندا هئا ۽ پوءِ گهر گهر وڃي جيڪي مانيون ملنديون هيون اهي منهنجي مٿي تي رکندا هئا. چار مهينا گداگري ڪرڻ کان پوءِ مون کي تبليغي دوري تي موڪليائون. تبليغ دوران مون اها ڳالهه محسوس ڪئي ته اهي حضرات ڳالهيون ته سڻيون ڪندا هئا پر ماڻهن جي جڏهن دنياوي مسئلا سامهون ايندا هئا ته پوءِ اهي ڳالهه کي ٻي رخ ۾ موڙي چڙيندا هئا. تبليغ کان موٽي اچڻ کان پوءِ مون کي وري نصرپور جي مدرسي ۾ رهڻو پيو ۽ وري ساڳيو ٿالهه منهنجي انتظار ۾ هو ان دوران آئون ٻه پيرا مدرسي مان ڀڄي ٻه ويو هئس پر بابا منهنجي ڻاهوڪي مرمت ڪري مون کي واپس مدرسي ۾ وٺي آيو. هڪ ڏينهن مدرسي جي اڳيان ڪوهه ۾ قاضي عبدالرحمان جو ننڍڙو ڇوڪرو ڪري پيو ان وقت ڪتابين کان سواءِ پيو ڪو به ويجهڙائي ۾ ماڻهو نه هو ۽ قاضي صاحب پاڻ ڪافي ضعيف هو هن وٺي ڪتابين کي ڪوهه ۾ لهڻ لاءِ منٿون ڪيون پر ڪنهن به دل نه ٻڌي نيٺ مون چيو ته قاضي صاحب آئون هڪڙي شرط سان تو کي ٻار کوهه مان ڪڍي ڏيندس. قاضي صاحب ان وقت ڏاڍي مشڪل ۾ هو سو چيائين ته تنهنجي هر شرط قبول آهي پر جلدي کوهه ۾ لهي پئو، مون کيس پڪو ڪندي چيو ته ٻار کي کوهه مان ڪڍڻ کان پوءِ تون مون کي مدرسي مان موڪل ڏيندين. قاضي صاحب ها ڪئي پر مون وري کيس چيو ته بابا وري به مون کي ڪٽڪو ڏئي مدرسي ۾ ڇڏڻ ايندو. قاضي اڳ ۾ ئي خفا ۽ پريشان هو سو مون کي هٿ جوڙي مدد لاءِ واجهائي رهيو هو سو مون به بنا رسي جي کوهه ۾ ٽپو ڏنو جيڪو ٽيهه فوٽ کان به اونهو هو ۽ اتي ٻار کي کوهه مان ڪڍي پنهنجي ٽنگن ۾ ڦاسائي اونڌو ڪيو ته هن جي ڪنن ۽ نڪ مان پاڻي وهڻ لڳو مون کيس پٺي تي ڌڪ به هنيا نيٺ ٻارڙو هوش ۾ آيو ته قاضي صاحب هڪ وڏو رسو اندر اڇلايو جيڪو مون ٻارڙي جي چيلهه ۾ ٻڌيو ۽ اهو ٻارڙو سلامتي سان کوهه مان نڪري آيو.



# پرولتاري جو سفر

چشمِ نم جانِ شوريده ڪافي نهين
تهمتِ عشقِ پوشيده ڪافي نهين
آج بازار مين پابجولان چلو
دست افشان چلو، مست و رقصان چلو
خاڪ برسر چلو، خون بدامان چلو
راه تڪتا هي سب شهرِ جانان چلو. (فيض)

کوهہ مان ٻاهر نڪرڻ کان پوءِ مون کي موڪل ملي مون قميص پائي ڳوٺ وڃڻ لاءِ رستو ورتو مون وٽ ان وقت خرچ پکي لاءِ هڪ روپيو بہ نہ هو ۽ نہ ئي مون اتان ڪتابين يا قاضي صاحب کان ڪجهہ ورتو. شام جا پنج تي رهيا هئا مون پليجاڻي کان سڌو ريل جي پٽڙي ورتي ۽ رات جو ڏهين بجي حيدرآباد اسٽيشن تي پهتس ان وقت اتي بلڪل ويراني لڳي پئي هئي سو شهر جو رخ ڪيم ۽ ڪانگريسي اڳواڻ بال ڱنگا ڌر تلڪ جي نالي سان منسوب تلڪ چاڙهي تي وڃي نڪتس جيڪا ان وقت پينو فقيرن جي اڏي طور مشهور هئي، سڄي شهر جا پينو فقير رات جو اتي رهندا هئا سو آئون ٻہ اتي رهي پيس ۽ پوءِ فقيرن سان پڪي دوستي ٿي وئي اهي رحم کائي مون کي ماني ڏيندا هئا فقيرن جي ان مهرباني جي ڪري حال في الحال ڳوٺ (اڏيرو لعل) وڃڻ جو ارادو بہ ترڪ ڪيم. ڏينهن جو شهر ۾ گهمندو هئس ۽ شام جو پنهنجي اڏي تي پهچي ويندو هئس. انهن فقيرن مون کي بہ پنڻ تي لڳائڻ تي چاهيو پر مون کين چيو تہ مدرسي ۾ اڳ ئي منهنجي مٿي تي ٿالهہ رکي مانيون پنائيندا هئا سو انهي آزار کان تہ ڀڳو آهيان سو محنت مزدوري ڪندس باقي پني کائڻ منهنجي لاءِ ڪنهن بہ قيمت تي منظور ناهي. سو ويچارن فقيرن پڻ ماٺ ڪئي ۽ جيڪي پاڻ کائيندا هئا سو مون کي بہ ڏيندا هئا. ان وقت منهنجو چاچو پڻ حيدرآباد ۾ ڪٿي مزدوري ڪندو هو پر ڪافي ڳچا جي باوجود هو ملي نہ سگهيو. هڪ ڏينهن ڪي همراهہ اسان جي اڏي تي آيا ۽ چيائون تہ مزدورن جي ضرورت آهي سو مون مزدوري ڏيڻ لاءِ انهن کي چيو پر مون کي جواب مليو تہ تون ننڍو آهين ڇا مزدوري ڪندين. نيٺ گهڻي منٿ ميڙ کان پوءِ اڌ اجوري تي مزدوري ملي وئي پوءِ آئون تلڪ چاڙهي کي خيرآباد چئي صدر واري علائقي آيس جتي صدر واري وڏي جامع مسجد جڙي رهي هئي مون اتي چار مهينا مزدوري ڪئي ۽ منهنجي ڪم مان مطعمن ٿي اهي مون کي پورو اجورو ڏيڻ لڳا. اتي مزدوري ڪندڙن جا ٽالا هڪ

پٽر تي لکيا ويا جن ۾ منهنجو نالو پڻ هو. شايد اهو پٽر صدر واري جامع مسجد ۾ اڃا بہ لڳل هجي.

مسجد تي مزدوري ڪرڻ وقت هڪ ڏينهن مصطفيٰ قاسمي صاحب مون کي مزدوري ڪندي ڏسي رهيو تہ هي ننڍڙو پار ڪيئن مزدوري ڪري رهيو آهي ۽ ڪم ختم ٿيڻ کان پوءِ مون کي پنهنجي ڏيري تي وٺي آيو جيڪو اتي ئي ويجهو هو، قاسمي صاحب ان وقت شربت ٺاهي هلائيندو هو، هن مون کي شربت جو گلاس ڏنو آئون شربت پي شربت ٺاهڻ واري ڇوڪري وٽ بيهي رهيس جيڪو شربت جي صفائي ڪري رهيو هو اتي مون کي قاسمي صاحب چيو تہ هتي ڇا ڏسي رهيو آهين؟ چيو مانس تہ توهان شربت مان ڪچرو غلط طريقي سان صاف ڪري رهيا آهيو، مولانا قاسمي صاحب چيس تہ اهو طريقو غلط ڪيئن آهي ۽ تون هاڻ اسان کي صحيح طريقي سان شربت صاف ڪري ڏيکار پوءِ مون کير ۽ بيضن کي ملائي شربت صاف ڪري ڏيکاريو جنهن کي ڏسي قاسمي صاحب مون کي چيو تہ بابا هاڻ تون مسجد تي تغاري کڻڻ بدران هتي مون وٽ شربت جي ٺيلهي تي ڪم ڪندو ڪر ۽ ان وقت مون کي هن ڏيڍ روپيو روزاني اجوري تي رکيو.

اتي بہ مهينا ڪم ڪرڻ کان پوءِ هڪ ڏينهن انگريزن جي موٽر آئي جنهن مزدورن جي ڳولا ڪئي ان ۾ هڪ گوري مندم ۽ ان جو مڙس پڻ هئا، اتي مون کين چيو تہ آئون مزدوري ڪرڻ لاءِ تيار آهيان پر انگريز انڪار ڪيو تہ تون اڃا ننڍو آهين پر هن جي زال کيس چيو تہ هن ڇوڪري کي کڻ ۽ پوءِ آئون موٽر ۾ انهن جي گهر آيس. مندم (جنهن جو نالو وسري ويو آهي) ۽ ان جي مڙس مسٽر پريمليو مون کي پٽ ڪري پنهنجي گهر ۾ رکيو ۽ آئون پڻ ان کي بابا ۽ مندم کي امان (مٽر) سڏيندو هئس، مون هتي هڪ سال کن ڪم ڪيو. اها جوڙي اصل ۾ اطالوي هئي مون ان دوران انگريزي رواني سان ڳالهائڻ سکي ورتي. آئون گهر جو ڪم ڪار ڪندو هئس مٽر (مسز پريمليو) مون کي پنهنجي پٽ وانگر پاليندي هئي جيڪي هن کي ڪارائيندي هئي اهو مون کي پڻ ڏيندي هئي جيڪي هو پنهنجي ٻارن لاءِ خريداري ڪندي هئي اهو مون کي بہ ملندو هو ۽ آئون انهن سان گڏ موٽر ۾ چڙهي گهمندو ڦرندو هئس، ان وقت موٽرون تمام گهٽ هيون ايڪڙ ٻيڪڙ جي ايم سي ٽرڪون (ڪيڪڙا) هلندا هئا ۽ باقي ڪنهن نواب يا جاگيردار وٽ ئي موٽر هوندي هئي. اطالوي ڪمپني معدنيات ڳولڻ واسطي نئين ملڪ پاڪستان ۾ ڪم ڪري رهي هئي. اهو دور 1956ع جو هو. هڪ ڏينهن مون پنهنجي ماءُ (مسز پيريمليو ) کي چيو تہ مٽر توهان تہ هاڻ اٽلي وڃي رهيا آهيو پر مون کي ڪو هنر سيکاري وڃو ها تہ بهتر هو آئون تہ توهان جي وڃڻ کان پوءِ

هڪ دفعو وري فوٽ پاٿ تي ڌڪا کائيندس. اها ڳالهه ٻڌي ان عورت کي ڏاڍي تڪليف پهتي ۽ مون کي چيائين تہ هاڻ تون گهران چڪر لڳائي اچ جيڪڏهن اجازت ملي تہ پوءِ اسان سان گڏجي اٽلي هل اتي تو کي ڪم بہ سيکاربو ۽ اتي نوڪري ڪرڻ چاهين تہ نوڪري بہ وٺرائي ڏينداسين نہ تہ وري واپس پنهنجي ملڪ اچجان جتي تو کي آساني سان نوڪري ملي سگهي ٿي. اها ڳالهہ مون کي بہ پسند آئي. آئون ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ انهن سان گڏجي هوائي جهاز رستي اٽلي ويس ۽ اتي قدرتي گئس جي شعبي ۾ تربيت ورتم ۽ سال کان پوءِ واپس موٽي ڪراچي آيس.

اٽلي مان واپس اچڻ تي سوئي گئس کي جوائن ڪيم، ان وقت سوئي گئس ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن کي عارضي بنيادن تي ڀرتي ڪيو ويندو هو جن کي پوءِ وڃي 1957ع ۾ مستقل ڪيو ويو. منهنجو ڪجهہ وقت ڪراچي ۾ گذريو ۽ پوءِ حيدرآباد بدلي ٿي. نوڪري دوران ڪم ختم ٿيڻ کان پوءِ فوٽ بال کيڏڻ ۽ رولاڪيون ڪرڻ ئي منهنجي سرگرمي هئي، هي اهو دور هو جنهن ۾ عوام ۾ بي چيني وڌي رهي هئي ۽ سماج ۾ تحريڪ بہ زورن شورن تي هئي جيڪا پوءِ ايوب خان جي اقتدار ۾ اچڻ تي وڌيڪ شدت اختيار ڪري وئي پنهنجي غريب طبقي سان وابستگي ۽ مزدور هئڻ جي ڪري منهنجي بہ انهن تحريڪن سان همدردي هوندي هئي پر ان دور ۾ آئون باقائده ڪاٻي ڌر جي ڪنهن گروپ جو ميمبر نہ هئس، سوئي گئس ۾ مون سان گڏ ڪم ڪندڙ مزدور مون کي ڪميونسٽ پارٽي جو سرگرم ميمبر سمجهندا هئا آئون مزدورن ۽ هارين جي جلسن ۾ باقائدگي سان شرڪت ڪندو هئس، جلسن ۾ ڪامريڊن جي تقريرن منهنجي اندر کي ڌوڏي ڇڏيو ۽ آئون وري اهي تقريرون ياد ڪري پنهنجي مزدور ساٿين سان نجي ڪچهرين ۾ ڪندو هئس، اهڙي ريت اهي مون کي ڪامريڊ سمجهندا هئا. پر حقيقت اها آهي تہ نوڪري دوران جڏهن منهنجي بدلي حيدرآباد ٿي تہ هڪ ڏينهن آئون ڪجهہ دوستن سان گڏجي حيدر چوڪ تي آيس جتي داٿود خان جي هوٽل جي پويان ڪميونسٽ پارٽي جو دفتر هوندو هو اتي ڪافي رش هئي ۽ ڇت تي ڪامريڊن جي گڏجاڻي ٿي رهي هئي، ان عمارت جي مٿان ڳاڙهو جهنڊو ڦڙڪي رهيو هو، ان تي نظر پوندي ئي آئون پنهنجي ساٿين سميت ان گڏجاڻي ۾ هليو ويس، ڪامريڊ اتي ليڪچرز ٽائيپ تقريرون ڪري رهيا هئا، ان گڏجاڻي ۾ ڊاڪٽر اعزاز نذير کان سواءِ فهميده گانگهرو، حميده گانگهرو، شهيد نذير عباسي، شهيد حسن ناصر، بشير بهرا، مرحوم شميم واسطي، ڪامريڊ خورشيد (هيرآباد وارو) ۽ ٻيا بہ ڪيترائي اڳواڻ ۽ ڪارڪن موجود هئا جن جا نالا هن وقت ياد نٿا اچن. مون اتي آفيس سيڪريٽري ڪامريڊ بشير بهرا (جيڪو اسٽيج جي ڪاروائي هلائي رهيو هو) کي تقرير جو وارو ڏيڻ لاءِ چيو ۽ ان گڏجاڻي جي صدارت ڊاڪٽر اعزاز نذير ڪري رهيو هو ان پڻ

منهنجي تائيد ڪئي ۽ مون ڪميونسٽ پارٽي جي پليٽ فارم تان پهريون ڀيرو ڳالهايو ۽ پنهنجي تقرير ۾ سوئي گئس جي مزدورن سان ٿيل استحصال جو ذڪر ڪيم ۽ ان سان گڏوگڏ پنهنجي ڳوٺن ۾ جاگيرداراڻي استحصال تي به ڳالهايم. منهنجي اها تقرير ڊاڪٽر نذير (جيڪو ورڪر فيڊريشن جو صدر هو) کي ڏاڍو متاثر ڪيو ۽ هو پوءِ مون کي پارٽي جي هر گڏجاڻي ۾ گهرائيندو هو ۽ هن منهنجي نظرياتي تربيت پڻ ڪئي، اهو ئي سبب آهي جو آئون اڄ پڻ هن کي پنهنجي فڪري ۽ نظرياتي استاد مڃيندو آهيان، مون کي ياد آهي ته هن مون کي مئڪسيم گورڪي جو ناول ماءُ جو اردو ترجمو پڙهڻ لاءِ ڏنو، ماءُ ناول ۾ مزدور سماج جو جيڪو نقش چٽيل آهي ۽ مزدور جدوجهد جي جهڙي ريت منظر نگاري ڪئي وئي آهي ان کي هر مزدور جيان مون به پنهنجي ڪهاڻي ئي سمجهيو ۽ جڏهن آئون اهو ڪتاب پڙهي ڊاڪٽر نذير وٽ ويس ته هن مون کان پڇيو ته هن ڪتاب ۾ تو کي ڇا سمجهه ۾ آيو؟ جواب ڏنم ته مون کي هن ناول جي ڪهاڻي پنهنجي ذاتي ڪهاڻي محسوس ٿي ۽ ڪهڙي به ريت مون کي اهو محسوس نه ٿيو ته اهو ناول ڪنهن اوپري ملڪ جو ادبي شاهڪار آهي جيتوڻيڪ ناول مختلف هئا پر اها ڪهاڻي اسان جي ئي سماج جي لڳي ٿي. اهڙي ريت عملي زندگي ۾ گڏوگڏ شعوري تربيت به ٿيندي رهي. پاڪستان ۾ ان وقت به لاهور، ڪراچي ۽ حيدرآباد ڪميونسٽ پارٽي جا اهم مرڪز هئا، حيدرآباد ۾ ٽنڊو مير محمد ڪامريڊن جو محفوظ ٺڪاڻو هوندو هو، اتي جا رهاڪو ڪامريڊن کي پناهه ڏيندا هئا مون کي ياد آهي ته ايوب خان جي آخري دور ۾ جڏهن ڪميونسٽ پارٽي تي عتاب نازل ڪيو ويو ته پوليس جي ڇاپن وقت اتي موجود ڪامريڊن کي علائقي جا رهواسي پنهنجي عورتن جا ڪپڙا ڏئي پوليس جي اکين ۾ سرمو پارائيندا هئا ۽ هڪ ڀيرو مون کي پوليس گرفتار ڪرڻ آئي ته آئون ٽنڊي ميرمحمد ۾ هڪ دوست جي گهر ۾ ستو پيو هئس ته پوليس جي تلاشي دوران هڪ نوجوان عورت پنهنجا وار وڻي منهنجي کٽ تي سمهي رهي ۽ سي آءِ ڊي جا اهلڪار ۽ پوليس وارا پوري گهر جي نوس نوس ڪندي منهنجي کٽ تي آيا ته آئون ڏاڍي مزي سان ننڊ ڪري رهيو هئس ۽ اها عورت پوليس وارن کي گاريون ڏئي رهي هئي ته "ديکهتي نهين هو بي شرم ! هم ميان بيوي سو رهي هين اور تم کتون کي طرح چلي آئي هو، کسي کامريڊ کو هم ساتهه سلائين گي کيا" اهو جواب ٻڌي پوليس وارا موٽي ويا ۽ آئون گرفتاري کان بچي ويس. ڪامريڊن ۾ اخلاقيات ۽ انسانيت هوندي هئي ۽ اهي پنهنجي مقصدن سان انتهائي سچا هوندا هئا، ڀتاخوري ۽ قبضه گيري ته پري جي ڳالهه هئي پر معافي نامو لکڻ به ڪامريڊن لاءِ ٻڏي مرڻ جهڙي ڳالهه هوندي هئي ۽ اهو اسان لاءِ وڏو ڏوهه سمجهيو ويندو هو، ان وقت جي سموري ڪامريڊ سنگت ۾ سچائي جو گڻ مشترڪ هو، اسان وٽ تحريڪ هڪ آدرش ۽ مقصد هو ته ڪن لاءِ وري رومانس، خير رومانس ته سڀني لاءِ هو ۽ انهي خواب جي

پويان پٽڪندي اسان کي پاڻ بابت سوچڻ جي ضرورت ئي محسوس نہ ٿيندي هئي، ان دور ۾ ئي اسان جي سرگرم ساٿي ڪامريڊ حسن ناصر کي رياستي قوتن هٿان بيدردي سان شهيد ڪيو ويو ۽ اڳتي هلي ڪامريڊ نذير عباسي کان وٺي ڪيترن ئي ساٿين سوليءَ کي سينگاريو . جيتوڻيڪ ڪافي دوست خاموش بہ ٿي ويا تہ ڪن معافيون لکي تبليغ جو ڏڳ پڻ ورتو، مرحوم شميم واسطي پڻ معافي نامو ڏئي توبهہ تائب ٿيو هو پر هن پنهنجي دور ۾ ڪميونسٽ پارٽي لاءِ وڏو ڪم ڪيو هو. مون کي اڄ پڻ چٽي ريت ياد آهي تہ ان وقت اسان جا وڏا وڏا سياسي قبلا سرعام غريب طبقي سان پنهنجي طبقاتي نفرت جو اظهار ڪندي بہ نہ ڪيٻائيندا هئا. هالا پراڻا جي مشهور خاندان جو هڪ همراهہ (حفيظ قريشي) تہ ان ڊيوٽي تي هو تہ هو ڪهڙي بہ ريت هارين ۽ مزدورن ۾ ڪم ڪندڙ دوستن کي پنهنجي راهہ تان هٽائي، هن مهربان لاءِ مشهور هو تہ هو پنهنجي جذبي کي قابو ۾ نہ رکندي جلسن ۾ پڻ سرخن کي ڪچيون گاريون پڻ ڏيندو هو. مٿئين طبقن جا اڳواڻ هارين ۽ مزدورن جي جدوجهد کي قومي راهہ ۾ وڏي رڪاوٽ سمجهندا هئا ساڳئي وقت ڪجهہ مٿئين طبقن مان بہ اهڙا ڪردار موجود هئا جيڪي پنهنجي هڙان وڙان مدد ڪندا هئا ۽ تحريڪ جا سرگرم همدرد پڻ هئا، مجموعي طور ان وقت اها جنگ صاف طور تي امير ۽ غريب طبقي جي هئي ۽ امير طبقو پنهنجي طبقاتي مفاد لاءِ جمهوريت ۽ قومي مفادن جي نعرن جي آڙ ۾ هارين ۽ مزدورن جي حقن سان ڪوئنس ڪري رهيو هو. ان دور ۾ ٻي بهتر ۽ مثبت ڳالهہ اها هئي تہ سنڌ، پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان تائين عوام ۾ ڪٿي بہ نسلي ۽ لساني نفرت جا جراثيم بلڪل نہ هئڻ جي برابر هئا جن کي بعد ۾ هترادو طور ملڪ جي غريب عوام تي مقتدر قوتن هٿان مڙهيو ويو ۽ رات پيٽ ۾ اسان وٽ اهڙا پراسرار ليڊر پيدا ٿيا جن رتوڇاڻ ڪرائي ۽ عوام جي طبقاتي عڪجهتي کي هڪ وڏو ڇيهو پهتو. ايوب خان جي آخري دور ۾ ذولفقار علي ڀٽو (جيڪو ايوب خان کي ڊيڊي چوندو هو) کي اسان مٿان مسلط ڪيو ويو ۽ ڏسندي ڏسندي سماج جو وڌندڙ سياسي شعور پاپولر قوتن جي هٿ ۾ اچي ويو ۽ دلفريب نعرن جي آڙ ۾ نظرياتي تحريڪ جون ڌجيون اڏايون ويون. اسان جا ڪافي سرخا دوست پڻ پاپولر نعرن ۾ اچي ويا جيڪي ملڪ جي ذهن ۽ شاطر سياستدانن جي چال کي سنجيدگي سان سمجهي نہ سگهيا. اسان جي سٺ پاران پڻ ڪيترين ئي سنگين غلطيون ڪيون ويون. منهنجو ان بابت اهو نقطہ نظر آهي تہ اسان جا ڪامريڊ ان خدشي کان اڻڄاڻ هئا تہ مقتدر قوتون اسان جي جدوجهد تي هڪ لمحي لاءِ پڻ غافل نہ آهن، پاپولرازم جي وڏي ايار کي اسان جي گهٽ دوستن اهو سمجهيو تہ اهو شايد حڪمران طبقي جي گهبرائٽ ۽ بوکلائٽ جو نتيجو آهي جنهن کي اسان ان اندر ڪم ڪري هارين ۽ مزدورن جي حق ۾ آڻي ويندا سين پر اها خام خيالي بلڪل ابتڙ ثابت ٿي. ان پاپولرازم جا اندروني مقصد اهي ئي هئا جيڪي اڄ جي دور ۾

اسان لاءِ ناسور بڻيل آهن. انتهاپسندي، رياست شاهي، ڪرپشن ۽ سماج کي ڏي پوليٽيزائيشن طرف وٺي وڃڻ جا لاڙا ان ئي پاپولرازم جو نتيجو آهن. پاپولرازم جي انهي لهر انتهائي هوشياري سان عوام کي سندس جدوجهد کان الڳ ڪري پنهنجو حامي بڻايو ۽ پوءِ عوام جي ان حمايت کي عوام جي خلاف استعمال ڪيو ويو. هزارين سالن کان وٺي انساني تاريخ ۾ ظالم ۽ مظلوم طبقن جي جنگ کي پٺي ڏئي هترادو دشمن ثاهي هزارين سالن جي جنگ ڪرڻ جا اعلان ڪيا ويا. اهو رد انقلاب دنيا جو تمام پيچيده ۽ خطرناڪ رد انقلاب هو جنهن ۾ هڪ ئي اسٽيج تي ۽ هڪ ئي وقت ساڳئي تقرير ۾ اتي، لئي ۽ اجهي جا نعرا هڻي وري گاهه ڪائڻ جي پڻ ڳالهه ڪئي ويندي هئي. هارين ۽ مزدورن جي ڳالهه هلندي امت جي عالمي پڌي بابت فڪر ۽ ويچار پڻ ڪيو ويندو هو. عام کي ان وقت جيڪي رليف مليا سي دراصل مڇي جي تلاءَ ۾ ڪانٽي ۾ پوئيل ڳاهه (مڇي کي ڦاسائڻ لاءِ ڪانٽي ۾ گوشت جو ٽڪرو يا ڪاڌو لڳائبو آهي) ثابت ٿيا. چاليهه سالن جي ان عرصي ۾ اسان سان صرف الميا ٿي ٿيا ۽ اڄ پڻ ان روايت کي اسان پنهنجو پاڻ کا پري ڪري نہ سگهيا آهيون.

مير رسول بخش ٽالپر اسان سرخن جي ايوب خان واري دور ۾ تمام گهڻي مدد ڪئي ڪيترن ئي موقعن تي هن ڪامريڊن کي پناهه ڏني ۽ جلسن جلوسن جو خرچ هو ئي برداشت ڪندو هو. هڪ دفعو هن جي رهائشگاهه تي ملڪ ۾ نئين وجود آيل پارٽي جو سربراهه ترسيل هو ۽ هن اسان ڪامريڊن کي ان سان ملايو، ڪامريڊ لڌي جي اڳواڻي آئون ڪري رهيو هئس، پارٽي جي قائد جي اڳيان اسان کي مير صاحب چيو تہ بابا هاڻ توهان اسان جي ان پارٽي ۾ شامل ٿيو. تہ مون ان وقت کيس اهو ئي چيو تہ مير صاحب توهان وڏي عرصي کان وٺي اسان تي جيڪي مهربانيون ڪيون ان جو بدلو هاڻ اسان کان وياج سميت وٺي رهيا آهيو. بهرحال آئون ان پارٽي ۾ شامل ڪونہ ٿيس پر اسان جا ڪافي سرخا ان پارٽي ۾ شامل ٿيا. مير رسول بخش ٽالپر سان منهنجي گهري دوستي هوندي هئي ۽ سندس اسان تي ڪيتريون ئي مهربانيون پڻ هيون پر ان ڏينهن کان پوءِ کان پوءِ آئون وري ڪڏهن بہ ساڻس نہ مليس توڙي جو هن ڪيترائي ڀيرا مون ڏانهن نياپا بہ اماڻيا هئا. 1967ع واري دور ۾ مون هارين ۾ ڪم ڪيو سوئي گئس ۾ ڪم ڪرڻ کان پوءِ اتي ويجهڙائي وارن علائقن جي هارين سان ملي پنهنجوڪم ڪندو هئس ان سلسلي ۾ مون پنجاب، سنڌ ، بلوچستان ۽ سرحد جي ڏورانهين ڳوٺن ۾ وڃي هارين ۾ ڪم ڪيو ۽ آئون اڄ پڻ سمجهان ٿو تہ هارين جي طبقي ۾ بهتر ڪم نہ ڪري سگهڻ جي ڪري اسان جي کاٻي ڌر کي اهڙي بدترين ناڪامي ملي، هاري اسان جي سماج جو انتهائي اهم طبقو آهي پر ڪامريڊن ڪجهه ماسڪو نوازي ۽ ڪجهه ٻين سببن جي ڪري هارين جي جدوجهد کي نظر انداز ڪيو ۽ اسان وٽ هتي ماسڪو يا

بيجنگ جهڙا هوبهو ماڊل اڏڻ جهڙي خام خيالي بہ ڪئي وئي جيڪا ڪنهن بہ ريت عمل جوڳي نہ هئي. هر ملڪ ۾ انقلاب جو ڪردار مختلف هوندو آهي. مون کي تمام گهڻو ڏک ٿيندو آهي جڏهن سائنسي نظرين کي فرقن جيان سمجهي ان تي انڌي تقليد ڪئي ويندي آهي ۽ مخالف نظريي جي سچائي کي وري حرام قرار ڏنو ويندو آهي، هاڻ تہ خير انقلاب جي دعويدار ڌرين ۽ عظيم ڏاهن پڻ تنظيمن تي پنهنجي خاندان جون اجاره داريون قائم ڪري ورتيون آهن. کاٻي ڌر جي ناڪامي آدرش جي ناڪامي هرگز ناهي هاڻ تہ دنيا تي روسي ڪميونزم جو پوٽ پڻ اوجهل ٿي ويو آهي پر عوام کي درپيش مسئلن ۾ ڪا گهٽتائي ناهي آئي، جيستائين عوام تي جبر ۽ انڌير هوندو اوستائين ظالم ۽ مظلوم جي جنگ جاري رهندي ۽ اهو تضاد ڪڏهن بہ پڙڪي اٿندو آهي پر هر دفعي ان کي انقلاب ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ کاٻي ڌر کي پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ هڪ ڪٺن امتحان جو سامهون هوندو آهي ۽ جڏهن اها منزل جدوجهد ۽ صحيح حڪمت عملي ذريعي پار ڪرڻ ۾ ڪاميابي ملندي آهي تہ پوءِ سماج ۾ تبديلي برپا ٿيندي آهي ۽ ناڪامي جي صورت ۾ سماج ويتر رد انقلابن جي ورچڙهي ويندو آهي ۽ مقتدر ڌريون عوام کي ان جدوجهد جو سبق رجعتي انتهاپسندي ۽ ٻين عوام دشمن طريقن سان ڏئي سامراج کي ٻيهر هڪ دور پويان ڌوڪي ڇڏينديون آهن.

اسان سان گذريل چاليهہ سالن ۾ ايئن ئي ٿيندو رهيو آهي پر انهي جنگ جو لازمي نتيجو ڪنهن هڪ طبقي جي فتح جي صورت ۾ ئي نڪري ٿو ۽ سچائي جي قوت جي غالب ٿيڻ تائين اهو قصو ايئن هلندو رهندو اسان کي پنهنجي سچائي جي قوت تي مڪمل ڀروسو هئڻ گهرجي. پاڪستان ۾ کاٻي ڌر جو 1967ع ۽ 1968ع وارن سالن ۾ پورو عروج هو جنهن کي هڪ وقت رجعت پرستن ۽ رياست سان گڏ مقامي قوتن جو سامهون هو پر ان رجحان کي اصل شڪست پاپولرازم جي سياست ڏني. پاپولرازم وارن اوائلي ڏينهن ۾ ٽريڊ يونينن ۾ پيداگيري جي بدعت پيدا ٿي جيڪا موجوده ڀتاخوري جي رجحان جي ماءُ پڻ چئي سگهجي ٿو. ان ئي دور ۾ اسان وٽ ڪميونسٽ پارٽي ۾ ڌڙا بندي شروع ٿي، ڪميونسٽ پارٽي جيڪا حڪومت جي بندش ۽ شهادتن جي باوجود ختم نہ ٿي سگهي اها پاپولرزم جي ڪنفيوزيشن ۽ ڌڙا بندي جي نتيجي ۾ پنهنجي ڪشش ثقل تان هٽڻ لڳي. ورڪر فيڊريشن ۾ تي ڌڙا پيدا ٿي ويا. ميجر اسحاق مزدور ڪسان پارٽي ٺاهي ۽ خاموش گل خٽڪ وري صفائي جي عملي ۾ ڪم ڪندڙ ٽريڊ يونينن کي ملائي مزدور فيڊريشن ٺاهيائين ۽ ڪميونسٽ پارٽي جي بچيل ڌڙي تي وري اصل سرڪار جي سنگت پنهنجو ديرو ڄمايو جيڪو آخر تائين برقرار رهيو. ان دور ۾ مون هارين ۾ ڪم جاري رکيو سنڌ ۾ بدين ۽ چمبڙ اسان جي تحريڪ جو مکيہ مرڪز هو. منهنجو وڏو ڀاءُ ڪامريڊ الهبخش شيدي ۽ ڪامريڊ عثمان بلوچ

حيدرآباد ۾ مزدور يونين ۾ نمايان هوندا هئا. چمبڙ ۾ هارين جي جدوجهد جو ايترو ته زور هو جو اتي هارين ڪامريڊ محمد لغاري کي هاري ڪورٽ جو چيف جسٽس بڻايو.

پاڪستان ۾ ڪاٻي ڌر جو 1967ع ۽ 1968ع وارن سالن ۾ پورو عروج هو جنهن کي هڪ وقت رجعت پرستن ۽ رياست سان گڏ مقامي قوتن جو سامهون هو پر ان رجحان کي اصل شڪست پاپولرازم جي سياست ڏني. پاپولرازم وارن اوائلي ڏينهن ۾ ٽريڊ يونينن ۾ پيداگيري جي بدعت پيدا ٿي جيڪا موجوده ڀتاخوري جي رجحان جي ماءُ پڻ چئي سگهجي ٿو. ان ئي دور ۾ اسان وٽ ڪميونسٽ پارٽي ۾ ڌڙا بندي شروع ٿي، ڪميونسٽ پارٽي جيڪا حڪومت جي بندش ۽ شهادتن جي باوجود ختم نه ٿي سگهي اها پاپولرزم جي ڪنفيوزيشن ۽ ڌڙا بندي جي نتيجي ۾ پنهنجي ڪشش ثقل تان هٽڻ لڳي. ورڪر فيڊريشن ۾ ٽي ڌڙا پيدا ٿي ويا. ميجر اسحاق مزدور ڪسان پارٽي ٺاهي ۽ خاموش گل خٽڪ وري صفائي جي عملي ۾ ڪم ڪندڙ ٽريڊ يونينن کي ملائي مزدور فيڊريشن ٺاهيائين ۽ ڪميونسٽ پارٽي جي بچيل ڌڙي تي وري اصل سرڪار جي سنگت پنهنجو ديرو ڄمايو جيڪو آخر تائين برقرار رهيو. ان دور ۾ مون هارين ۾ ڪم جاري رکيو سنڌ ۾ بدين ۽ چمبڙ اسان جي تحريڪ جو مکيه مرڪز هو. منهنجو وڏو ڀاءُ ڪامريڊ الهبخش شيدي ۽ ڪامريڊ عثمان بلوچ حيدرآباد ۾ مزدور يونين ۾ نمايان هوندا هئا. چمبڙ ۾ هارين جي جدوجهد جو ايترو ته زور هو جو اتي هارين ڪامريڊ محمد لغاري کي هاري ڪورٽ جو چيف جسٽس بڻايو.

مون کي ڪڏهن به پنهنجي زندگي بابت لکڻ تي دلچسپي ناهي رهي ۽ نه وري ادبي پيشه وارن وانگر سوانح حيات کي پڻ ڪا ادبي صنف سمجهي پنهنجو پاڻ کي نمايان بڻائڻ جي خبط رهي آهي، مون سنڌ ايڪسپريس ۾ لکيل پهرين مضمون ۾ ئي واضح ڪري ڇڏيو هو ته خورشيد قائمخاني ۽ ڪامريڊ خديجه گوهر جي ساٿ ۾ گهڻو وقت رهڻ جي باوجود ڪلڏهن قلم کڻي لکڻ جي ضرورت ئي محسوس نه ڪيم. اڄ پنهنجي زندگي جي پوئين پهر ۾ قلم کڻندي اها ئي ڪيفيت محسوس ڪري رهيو آهيان ته ڇڻ اهي منهنجا تجربا نه پر پنهنجي نئين نسل کي ڇڻ آخري خط لکي رهيو هجان. هوئن به غمِ‌جهان ڪِا ادبي صنف نه پر زندگي جو ئي اهم پهلو آهي. ادب پڻ زندگي جو پهلو آهي پر ادب صرف هاڻ نعريبازي تائين محدود ٿي ويو آهي (جدوجهد ۽ حوصلي کان عاري صرف سامراجيات جي حق ۾ ڪيل يا لکيل نعريبازي). اسان کي فخر آهي ته پنهنجي دور ۾ هارين ۽ مزدورن ۾ سچاڳي جي جدوجهد سچائي جي جذبي هيٺ جاري رکي. ان جدوجهد ۾ هر ساٿي جو ڪردار مثبت رهيو، اوڻايون ۽ خاميون ته انسان جي فطرت ۾ موجود رهيون آهن اهي اسان جي سٽ ۾ شامل همراهن ۾ به لازمي هونديون

بلڪ هيون پر اڄ جهڙي ريت ميدان ملير بٽيل آهي ايئن هرگز به نه هو. اڳ ۾ قربانين جا لازوال قصا ڳڻائي سگهبا هئا، شهيد حسن ناصر کان وٺي شهيد نذير عباسي تائين اسان جو سمورو قافلو ڄڻ ته شهيدن جو قافلو هو. رنگ، نسل، ذات، قوم ، عقيدي يا علائقي جو منجهس ڪو به تعصب يا ڏڪيڙ نه هو. رجعت پسندي ، جاگيرداري ۽ رياست شاهي جي باوجود ڪاپي ڏر جو پنهنجو ڪردار هو ۽ اها ميدان مان ايئن غائب نه هئي جيئن اڄ آهي ۽ پين قوتن اچي اهو خال پريو. اسان وٽ موم بتي مافيه (يا پين لفظن ۾ سول سوسائٽي يا ساجهه وندي) جي ماتمي مصروفيتن جي ضرورت پڻ هن وقت پيدا ٿي آهي ۽ اڳ ۾ جدوجهد ئي نجات جو رستو سمجهي ويندي هئي. هي وقت ڪاپي ڏر جو مرثيو لکڻ جو ناهي پر هڪ سگهاري ڪاپي ڏر جي اپار جي ضرورت محسوس ڪرائڻ جو آهي. ۽ اهو اپار عوام جي طاقت سان ئي اچي سگهبو نظرياتي فرقا ۽ رجحان پنهنجي جاءِ تي پر عوام جي نجات لاءِ عوام جي شراڪت اولين شرط آهي ان کان سواءِ هر تجربو صرف تماشو ئي ثابت ٿيندو.

جدوجهد جي اڙانگن رستن تي هلندي ڪيترائي پيرا گرفتار به ٿيس، سموري ملڪ ۾ هارين ۽ مزدورن سان گڏ شاگردن ۾ پڻ بيچيني ڦهليل هئي جميعت جي شاگردن جو ڪردار بلڪل رجعتي هو ۽ اهي ڪاپي ڏر تي هر وقت ڌمريل رهندا هئا. شاگرد يونين ئي تحريڪ جو مکيه دستو هئي ۽ ملڪ جي تعليمي ادارن ۾ اڪثر شاگرد يونين ۾ ڪاپي ڏر جي حمايتي ڌڙن قيادت حاصل ڪري ورتي هئي ۽ ان جو مثبت نتيجو اهو نڪتو جو لاهور جي شاگردن جي حمايت ۾ حيدرآباد جي اولڊ ڪئمپس پڻ جنگ جو ميدان بڻجي ويندي هئي. صحيح معنائن ۾ اهي حالتون هڪ انقلاب جو پيش خيمو هيون ۽ اهو انقلاب صحيح وقت تي صحيح فيصلا نه ٿي سگهڻ جي ڪري ضايع ٿي ويو ۽ پوءِ پاپولرازم کان وٺي موجوده انتهاپسندي ۽ اين جي او جي رد انقلابي وهڪرن باقي ڪسر پڻ پوري ڪئي. آئون ان صورتحال کي هڪ فصل جي غارت ٿيڻ سان تشبيهه ڏيان ٿو ۽ اسان کي وري نئين فصل لاءِ تيار ٿيڻ گهرجي. موجوده حالتون تاريخ جي ان دور ۾ داخل ٿي ويون آهن جتي سرمائيدارانه نظام گهٽو وقت جتاءُ نٽو ڪري سگهي ۽ رد انقلابي قوتون جهڙوڪ انتهاپسندي وغيره هن نظام کي طول ڏيڻ جي بدران ويتر تباهي جو نظارو پيش ڪري رهيون آهن منهنجو سچائي جي قوتن ۾ پورؤ يقين آهي ۽ اميد آهي ته برابري انسانيت جو مقدر آهي ۽ اها انصاف جي جنگ سچائي جي قوت سان نيٺ هن دنيا ۾ سوڀ ماڻيندي.

منهنجي گڏريل مضمون کي پڙهي هڪ دوست مذاق وچان چيو ته ڪامريڊ توهان پنهنجي يادگيريون ونڊڻ بدران گڏريل دور جو يادگيريون لکي رهيا آهيو. پنهنجي

جاءِ تي هن مهربان جي بہ ڳالھہ صحيح آهي پر منهنجون يادون بہ ان دور جو هڪ حصو آهن. جيتوڻيڪ ماضي جي جدوجهد واري تاريخ تي ڪافي ڪجهہ لکيو ويو آهي پر منهنجي نظر ۾ اسان وٽ تاريخ کي غلط انداز سان پيش ڪيو ويو آهي. بهرحال آئون هتي نالا وٺي هڪ نئون پينڊورا باڪس کولڻ نہ چاهيندس پر اهو عرض ضرور ڪندس تہ هتي جن کي شاگرد تحريڪ جا سورما سڏيو پيو وڃي اهي مهربان ان وقت ان جدوجهد جو حصو پڻ نہ هئا. ڪامريڊ جام ساقي پڻ ضرور اها شاهدي ڏيندو تہ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي محاذ تان سنڌي وو ٽر لسٽون ناهڻ جي تحريڪ ۾ انهن سورمن موڙگو مخالفت ڪئي، هي اهي ئي سورما هئا جن ايوبي آمريت خلاف تحريڪن ۾ رڪاوٽون وجهڻ شروع ڪيون نعپ جي شاگرد جدوجهد ئي سڀ کان پهريائين وو ٽر لسٽون سنڌي ۾ شايع ڪرڻ جو نہ صرف مطالبو ڪيو پر هڪ زبردست تحريڪ پڻ هلائي. چوڻ جو مقصد اهو تہ قومي استحصال خلاف ڪاپي ڏر هر وقت مهڙ واري دستي جو ڪردار ادا ڪيو پر ڪاپي ڏر جي هارين ۽ مزدورن جي جدوجهد ان نہ صرف اڪيلي سر وڙهي پر ڪيس وڏيرڪي طبقي جي عتاب ۽ سخت مخالفت ۽ شديد رڪاوٽن کي پڻ منهن ڏيڻو پوندو هو. ان دور (1968ع کان وٺي 1971ع تائين) کان ڪجهہ سال پوءِ ملڪ ۾ پاپولرازم جي دعويدار ڌرين کي آمريڪي سامراج سان ڪيل معاهدي مطابق اقتدار ڏنو ويو ۽ ان حڪومت جي وجود کان وٺي اهڙن رجحانن جي آبياري ڪئي وئي جنهن جو لازمي نتيجو اسين صحيح معنائن ۾ اڄ ڀوڳي رهيا آهيون.

پاپولرازم جي اپار کان پوءِ طبقاتي جدوجهد هڪ وڏو چئلينج هو عوام جي حمايت پاپولر ڌر کي حاصل هئي ۽ ڪاپي ڌر جو ڪيڊر پڻ ان پاپولر ڌر وٽ گروي بنجي چڪو هو ۽ نظرين جي جاءِ تي شخصي ڪردار حاوي ٿيندو رهيو ۽ اها روايت اڄ ڏنهن تائين اسان جو پيڇو ڇڏڻ لاءِ تيار ناهي. سنڌ ۾ اڄ پڻ نمايان سياسي گروهن جي قيادت خاندانن ۾ موروثي ملڪيت جيان منتقل ٿيڻ لڳي آهي جيڪو ڪنهن بہ ريت مثبت سياسي رجحان نٿو چئي سگهجي.

ڪاپي ڌر تان پوءِ بندش تہ هٽائي وئي پر عملي طور ان جي واڳ اصل قوتن جي منظور نظر ماڻهن وٽ رهي ۽ ڪاپي ڌر جا متحرڪ ڌڙا آهستي آهستي خاموشي اختيار ڪندا ويا جيتوڻيڪ اهو مرحلو غير متوقع نہ هو پر ان کي صحيح معنائن ۾ منهن نہ ڏئي سگهڻ ۽ غلط فيصلا ڪرڻ جو خميازو اسان کي ڀوڳڻو پيو. 1947ع جي ورهاڱي کان پوءِ آئون انهي زوال کي سامراج جي محڪوم طبقن تي ٻي فتح سمجهان ٿو آخري ڪنهن بہ صورت ۾ نہ..........

# خورشيد قائمخاني

عمر بھر کا تو نې پيمانِ وفا باندھا تو کيا
عمر کو بھي نھين ھي پائيداري، ھائي ھائي.

خير ان دوران منھنجو ڪم هارين کي منظم ڪرڻ هو جيڪو مون پنھنجي ڊيوٽي دوران خاموشي سان ڪندو رهيس. قدرتي گئس جي ڪاتي ۾ ڪم ڪرڻ جو فائدو اهو ٿيو تہ سرحد کان وٺي بلوچستان، سنڌ ۽ پنجاب جي ڀراڙين ۾ ڪم ڪرڻ جو موقعو ملندو هو. غالبن 1977ع جو سال هو حيدرآباد ۾ حيدر چوڪ تي هارين جو هڪ جلسو ٿي رهيو هو ان وقت منھنجي تقرير کان پوءِ ٻن همراهن مون سان ملڻ جي خواهش ڏيکاري، هڪ دوست اڳ ۾ بہ ڏٺل هو اهو هو غلام قادر نظاماڻي (ٽي وي اداڪار قيصر نظاماڻي جو والد) ۽ ٻي دوست سان اها پهرين ملاقات هئي. جلسو ختم ٿيندي ئي اسان ٽنڊو مير محمد واري نڪاڻي تي آياسين ۽ پوءِ پاڻ ۾ ايئن سلهاڙجي ويا سين جو اهو رشتو موت بہ ڇني نہ سگهيو.وچولي قد ڪاٺ، ڀريل جسم، بادامي رنگت ۽ چاليهہ کن سال عمر جو اهو حسين و جميل شخص ڪامريڊ خورشيد قائمخاني هو جنھن کي آئون ڊاڪٽر نذير کان پوءِ پنھنجو استاد ، محسن ۽ عظيم ساٿي سمجهان ٿو. ڪامريڊ خورشيد قائمخاني جو نالو مون اڳ بہ لاهور ۾ ڪامريڊ خديجہ گوهر جي واتان ٻڌو هو، خورشيد قائمخاني کي اڄ سموري سنڌ سڃاڻي ٿي، هو ڪجهہ سال اڳ فوج مان سينيئر ميجر جي عهدي تان استعيفيٰ ڏئي بغير پينشن جي خالي هٿين واپس موٽيو هو. هن کي خالي هٿين پنھنجي حقن لاءِ وڙهندڙ بنگالين سان بي انتها همدردي هئي حقيقت اها هئي تہ بنگالين سان نسورو ظلم ٿي رهيو هو تہ ٻي طرف اسان وٽ ان جبر خلاف ڪا فيصلائتي رڪاوٽ بہ نہ هئي، مون کي ڏاڍو افسوس ٿيندو آهي جڏهن اسان وٽ هزارين سالن جي تاريخ ۽ تهذيب جي دعويٰ ڪئي ويندي آهي پر اسان کي گذريل چاليهہ يا پنجاهہ سالن جي اصلي تاريخي حقيقتن کان غفلتِ جي حد تائين اڻڄاڻ ئي هوندا آهيون. اسان وٽ اڄ جيڪي ڏريون بنگال جي حمايتي هئڻ جو دعويدار آهن انهن مان هڪ ڏر سرعام بنگالين جي خلاف مظاهرا ڪندي هئي ۽ جڏهن بنگلاديش ٺهي ويو تہ ان ساڳي ڏر نڪ جي پڪائي سان وڏي قلابازي کائيندي بنگالين جي حق ۾ مظاهرا ڪرڻ شروع ڪيا ۽ بنگالين سان ٿيل ناحقين خلاف ڪتاب لکيا. ۽ ٻي سياسي حوالي سان انتهائي لائين رکندڙ ڏر وري شيخ مجيب رحمان کي ان لائين تي لڳائڻ پٺي چاهيو

جيڪا سنڌ سان ٿي وات هئي يعني اصل سرڪار جي جرنيلن وٽ آشيرواد وٺي انهن جي ئي منشا مطابق پنهنجي سياسي جدوجهد جو تعين ڪرڻ.

اهڙي صورتحال ۾ خورشيد قائمخاني جي استعيفيٰ ڪنهن انقلابي قدم کان گهٽ واقعو نه هو، اهو کليل بغاوت جو اظهار هو پر اسين ڪامريڊ جيڪي پنهنجي پاڇي کان به ڇرڪندا هئاسين سو پهرين ملاقات ۾ مون کيس پڻ آرمي جو ئي ماڻهو سمجهيو جيڪو شايد ڪامريڊن تي نظر رکڻ لاءِ مون سان ملڻ آيو آهي پر جلد ئي اسين هڪٻئي کي سمجهي ويا سين ۽ پوءِ انهي انقلابي سات کي موت تائين نڀايو سين. خورشيد قائمخاني راجستان جي راجپوت گهراڻي جو فرد هو ۽ ننڍي کنڊ جي ورهاڱي پين لکين ماڻهن وانگر هن جي پيرن هيٺان پنهنجي زمين ڪڍي ڇڏي ۽ هو ننڍپڻ ۾ ئي جلاوطن ٿي هڪ نئين رياست ۽ نئين سماج ۾ زندگي گذارڻ تي مجبور ٿيو، خورشيد قائمخاني ڪڏهن پڻ ورهاڱي کي قبول نه ڪيو ۽ جيئن ته ننڍي کنڊ جي عوام کي پاڻ ۾ ورهائي رکڻ لاءِ مذهب جي بنياد تي ورهاڱو ڪيو ويو ۽ اهو ورهاڱو تاريخ جي وڏن الميـن مان هڪ آهي. خورشيد جو خيال هو ته صرف هارين ۽ مزدورن جي طبقاتي تحريڪ ئي هن ورهاڱي کي ختم ڪري سگهي ٿي. جڏهن مون محسوس ڪيو ته هن جو ان خيال جي پويان هڪ وڏو الميو ۽ تاريخ جو هڪ جبر موجود آهي ته پوءِ مون کي خورشيد قائمخاني جي سچائي آڏو هار مڃڻي پئي. خورشيد قائمخاني لاءِ انقلاب هو رومانس ۽ زندگي جو مقصد هو، مون کي هو پهرين ملاقات ۾ حد کان وڌيڪ حساس ۽ معصوم لڳو ۽ ان سان گڏوگڏ انتهائي عزم ۽ ارادي جو پختو پڻ. خورشيد ۽ مون ۾ پڻ ڪافي هڪجهڙايون هيون اسان ضرورت کان وڌيڪ ضدي هئاسين. خورشيد جنهن موڙ تي مون سان مليو ان وقت وڏا وڏا انقلابي سڏائيندڙ پڻ هن کان پڇندا هئا ڇاڪاڻ ته بنگالين جي حق ۾ استعيفي ڏيڻ تي اصل قوتون هن جو موت چاهينديون هيون ۽ خورشيد وري خاموش ٿي وڃڻ بدران انهن جا پول کولڻ لڳو ۽ تاريخ پڻ خورشيد جي نقطه نظر کي صحيح ثابت ڪيو. خورشيد قائمخاني ، ڪرنل فيض احمد فيض، جنرل بشير، ميجر اسحاق، برگيڊيئر امام گوهر ( خديجه گوهر جو رفيق حيات ۽ آرٽس اداڪارائن مديحه گوهر ۽ فريال گوهر جو والد) ، سجاد ظهير ۽ شهيد حسن ناصر جي قافلي جو آخري پانڌيئ هو.

خورشيد قائمخاني ۾ جيتوٽيڪ انقلابي جبلت پيدائشي دور جي وڏن واقعن ۽ سانحن جي ڪري پيدا ٿي هئي پر کيس عملي طور انقلابي ڪم لاءِ تيار ڪرڻ ۽ سنڌ سان زندگي ۾ اميدن جي جوت جلائڻ ۾ اهم ڪردار ڪامريڊ خديجه گوهر جو آهي، ان انقلابي عورت جي به هڪ وڏي ڪهاڻي آهي جنهن جو ايندڙ مضمون ۾ ذڪر پڻ ڪبو.

خورشيد قائمخاني ۽ منهنجو ساٿ هن جي موت تائين جاري رهيو، ان دوران ڪيترائي لاها چاڙها آيا بقول فيض احمد فيض جي اميدن جو فصل غارت ٿي رهيو هو، اهي اميدون جن جي حاصلات لاءِ اسان آس رکي پنهنجي جواني ۽ ذاتي سکن سهنجن جي سوچ ڇڏي ڪنهن خواب جي پويان پنهنجي زندگي جو سڀ ڪجهه قربان ڪري ڇڏيو. پر انهي مايوسين جي وهڪرن ۾ خاموشي اختيار ڪري مايوس ٿي ويهڻ جي بدران پنهنجي حصي جي شمع جلائڻ جي ڪوشش آخر تائين جاري رهي. گذريل مضمون ۾ پڻ مون ذڪر ڪيو هو منهنجو ڪو به ارادو ناهي ته نالا وٺي ڪو نئون پينڊورا باڪس کوليان ۽ هڪ نئين بحث جي جنگ ڇيڙجي. پر اسان شخصيتن جي ذاتي ڪردار بدران ان جي محرڪن ۽ لاڙن تي لکڻ کي ترجيح ڏني. ذاتيات تي پوڻ بدران ان دور جي ڪردارن ۽ لاڙن تي گهڻو زور ڏينداسين. خورشيد قائمخاني پڻ اجائي تضادن ۾ پوڻ کان پاسو ڪندو هو. اهو ئي سبب آهي جو هن جي زندگي تي لکيل آٽوبايوگرافي اڃا تائين شايع نه ٿي سگهي آهي. ڪجهه واقعن کي هن ڪهاڻين جو روپ ڏئي سپنون ڪا ديس نالي هڪ ڪتاب به لکيو پر اردو توڙي سنڌي پبلشر ان جي اصل بايوگرافي کي ساڳي شڪل ۾ شايع ڪرڻ کان ڏاڍو ڇرڪن ٿا.

خورشيد اجائي تنقيد، تشهير ۽ تضاد ۾ پوڻ بدران پنهنجو ڪم ڪندو رهڻ واري اصول تي برقرار رهيو. ان ملاقات کان پوءِ اهو سلسلو وڌندو رهيو ۽ اسان هڪ ٻئي جي سڃاڻپ بنجي وياسين. ان دوران منهنجي بدلي پڻ ٽنڊوالهيار ٿي ۽ ان وقت اسان جو ٺاڪ تعلقه اسپتال جي پويان غلام قادر نظاماڻي جو بنگلو (ان وقت اوطاق) هئي جتي اسان ڪامريڊ هارين کي وري منظم ڪرڻ جي جدوجهد ۾ مصروف هئاسين. نظاماڻي صاحب جي اوطاق هاري ڪامريڊن جو محفوظ ٺڪاڻو هئي جتي ڪامريڊ حسين بخاري، غلام قادر نظاماڻي، خورشيد قائمخاني، تنوير راجپوت، احمد خان لغاري، ڪامريڊ محمد لغاري، ڪامريڊ صديق پنهور (گريجيوئيٽ هاري) ۽ حاجي محمد خاصخيلي رهندا هئا.

اسان جو ٽائيم ٽيبل اهو هوندو هو ته هر ڪامريڊ به ڏينهن پنهنجي گهرو مصروفيتن ۽ نوڪري يا پني پاري کي ڏيندو هو ۽ باقي پنج ڏينهن مان به ڏينهن اوطاق تي اسٽيڊي سرڪل هلندو هو ۽ ٽي ڏينهن هارين ۾ وڃي ڪم ڪرڻو پوندو هو. منهنجو مسئلو اهو هو ته ڪامريڊن سان گڏجي ڪافي تقريرون ۽ ليڪچر ڏنم ۽ ڪيترائي ڪتاب پڙهيم، اطالوي انجينيئرن سان گڏجي رهڻ ۽ اٽلي ۾ رهڻ سبب انگريزي ته رواني سان ڳالهائي سگهندو هئس پر منهنجي اڪيڊمڪ تعليم اڃا تائين فائنل ٿي هئي ۽

ڪامريڊن فيصلو ڪيو تہ آئون ڪم ڪار سان گڏ تعليم کي پڻ اڳتي وڌايان ۽ اهڙي ريت مون تنڊي الهيار مان ميٽرڪ، انٽر ۽ حيدرآباد مان گريجوئيشن پڻ مڪمل ڪئي.

خورشيد قائمخاني سان گڏ منهنجون ڪافي سارو ٽيون آهن جن کي هڪ مضمون ڇا پر هڪ ڪتاب ۾ پڻ سموئي نٿو سگهجي، دوستن جڏهن مون کي خورشيد سان گڏ گهاريل گهڙين تي ڪجهہ لکڻ جو حڪم ڪيو تہ مون هميشہ اهو چئي معذرت اختيار ڪئي تہ خورشيد سان گڏ منهنجو سفر ڪيترن ئي ڏهاڪن تي مشتمل آهي ۽ جڏهن آئون خورشيد بابت سوچيندو آهيان تہ هو منهنجي سامهون بيٺل نظر ايندو آهي سو مون کي هن تي لکڻ تمام ڏکيو ڪم محسوس ٿيندو آهي هزارين يادگيريون ذهن جي ڪينواس تي تري ايندي‌يون آهن ڪهڙيون لکي ڪهڙن لکجن. ۽ ٻيو سبب اهو آهي تہ خورشيد وانگر مون وٽ لکڻ جي خداداد صلاحيت موجود ناهي. مون جڏهن خورشيد کي لکندي ڏٺو تہ هو ان ماحول جو حصو بنجي اتي ئي لکندو هو خورشيد قائمخاني ڪڏهن بہ فائيو اسٽار هوٽلن يا ڊرائنگ رومن يا وري فارم هائوس جي آرامده ماحول ۾ ويهي جام اوتي نہ لکندو هو پر هو جوڳين سان گڏ جوڳي بڻجي لکندو هو ۽ شيدين سان گڏ وري انهن جهڙي زنده دلي ۽ رقص ۾ شامل ٿي انهن جي سامهون ئي انهن جي ماحول ۾ سمائجي پوءِ لکندو هو. خورشيد ڪڏهن پڻ زباني روايتن کي پنساري جي هريڙ سمجهي قلمبند ناهي ڪيو پر هن تجربن ۽ مشاهدي جي آڌار تي لکيو. اهڙي ريت مون لکڻ کان بس ڪئي ۽ اڄ اهي يادگيريون ئي لکي رهيو آهيان جن مان پاڻ گذريو آهيان ۽ خورشيد صاحب سان گڏ منهنجي زندگي جا ڪافي يادگار لمحا سلهاڙيل آهن پر اڄوڪي مضمون ۾ سنڌ جي تاريخ تي هڪ وڏي تحقيقي مهم جو احوال لکنداسين. اها تاريخي ۽ تحقيقي مهم جوئي سنڌ جي عظيم سپوت شهيد هوش محمد شيدي جي قبر کي سوبن سالن جي دز مان نروار ڪري صحيح حقيقتون سنڌ جي ماڻهن سامهون آڻڻ جو سهرو ڪامريڊ خورشيد قائمخاني ڏانهن وڃي ٿو. آئون انهن لمحن جو شاهد آهيان تہ ڪهڙي ريت اسان شهيد هوش محمد شيدي جي اصل قبر کي تحقيق ڪري ظاهر ڪيو.

خديجہ جي ياد ۾ خورشيد وري هڪ ٻيرو انهن پٽن ڏانهن اسهيو جتي هن پنهنجي انقلابي دوستن سان وقت گذاريو هو. اها موسم سياري جي هئي، سياري ۾ اترئين علائقن خاص ڪري اسڪردو وڃڻ تہ ڇڻ موت جي منهن ۾ وڃڻ جيان هو ۽ ايئن ٿيو، خورشيد اها ڳالهہ حيدرآباد جي هڪ دوست کان سواءِ ٻي ڪنهن کي پڻ نہ ٻڌائي هئي. مون کي تہ اصل نہ ٻڌايائين ڇو تہ مون ان کي ڪئي ڀيرا روڪيو هو تہ هاڻ ان علائقي ۾ ويراني ئي آهي تنهنجو ڪو بہ دوست اتي نٿو رهي سو هاڻ اها ڀچر ئي ڇڏي ڏي. ان خوف کان مون کي ڇيائين تہ آئون ٻاهر وڃي رهيو آهيان ۽ مٺي جي دوست کي پڻ ڇيائين تہ آئون

يورپ وڃي رهيو آهيان ان ڪري مون سان ڪجهه مهينا رابطو نه ٿي سگهندو ۽ گهر وارن سان ته اصل نه لڳندي هئس ۽ ان گهر وارا مون کان ئي ان جي خبر چار وٺندا هئا سو مهيني پن کان پوءِ هو انتهائي بيمار ٿي پاڻ ڪٽائي واپس سنڌ پهتو هاڻ هو تمام ختم ٿي چڪو هو. اتي هن کي ڊبل نمونيا ٿي پيو ۽ هتي وري هارٽ اٽيڪ ۽ فالج جو دورو پيس ۽ ان سان گڏ شوگر پڻ وڌي ويس گڏوگڏ بلڊ پريشر پڻ شوٽ ڪري ويو ۽ آخري ڏينهن ۾ هن بيماري سان جهيڙيندي گذاريو. پنهنجي پوري زندگي ۾ هن ڪاڏي پيتي جو پرهيز ڪيو پر ڪڏهن گوري وغيره نه کاڌائين پر آخري ڏينهن ۾ هو ڊاڪٽرن جي رحم و ڪرم تي هو. پنهنجي سموري زندگي خانه بدوشي ۾ گذاري ڇڏيندڙ بي چين روح لاءِ اهي لمحا اذيتناڪ هئا، بيماري دوران آئون هن سان ملڻ لاءِ ٽنڊو الهيار ويندو هئس. هڪ ڏينهن انتهائي علالت جي باوجود مون کي چيائين ته يار ڪو رڪشو يا چنگچي ياڙي تي ڪرائي اچ ٻاهر هلڻو آهي. مون کي حيريت وٺجي وئي ته بيماري جي بستري تي پيل همراهه اجا پڻ گهمڻ ڦرڻ کان نٿو مڙي سو آئون شهر مان ٽيڪسي ڪار ڪٽي آيس ۽ هن کي سهارو ڏئي ان ۾ ويهاريم ته هن پنهنجي فارم ۾ موجود آشرم ڏانهن هلڻ جو چيو ۽ اسين ان آشرم تي ويا سين جيڪو هاري جدوجهد جي دور ۾ انقلابين جو ٽاڪ هوندو هو پر موجوده وقت ۾ ان ۾ ياڻ ۽ زرعي دوائن جا ٿيلها ۽ پيڪيٽ سٽيل هئا. خورشيد پنهنجو ڪمرو کوليو ۽ مختلف ملڪن مان آندل سڪا، سپون، ڪوڏا ۽ پٿر جا مجسما منهنجي حوالي ڪيائين ۽ چيائين ته ڪامريڊ اهي سڀ منهنجي يادگيري طور کڻي وڃ پر مون کان اهو سامان کنيو نه ٿيو صرف هن جي دل رکڻ خاطر ڪجهه پينٽنگس ۽ ڪجهه سڪا کنيم، هن پنهنجي آشرم ۾ آخري ڀيرو هلندي پنهنجي ڪتابن کي پيار مان هٿ لاتو ۽ پوءِ پنهنجي هاري دوستن جي گهرن ۾ ويو ۽ سيني عورتن توڙي ٻارن کي ڪيڪارياڻين ۽ اهو ان جي زندگي جو آخري سفر هو وري هو ڪڏهن ان آشرم ۾ وڃي نه سگهيو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ هو انتهائي گهڻو ناچاڪ ٿي پيو ۽ سندس پٽ ڪوثر جاويد ۽ عامر کيس ڪراچي جي اسپتال ۾ ڪٽائي ويا پر هن جي طبيعت بهتر بنجڻ بدران ويتر پوتي ويندي رهي آخري ڀيرو مون هن سان ڪراچي جي اسپتال ۾ ملاقات ڪئي ان وقت هو ڳالهائي نه پئي سگهيو ۽ اکين جي اشاري سان چيائين ته بس هاڻ سڀ ڪجهه ختم ٿي چڪو آهي ۽ 9 جنوري واري رات جو اڌائي وڳي مون کي هن جي وڏي پٽ جاويد قائمخاني فون تي اطلاع ڪيو ته بابا هاڻ هن دنيا ۾ ناهي رهيو ته مون کيس اٿت ڏيندي چيو ته هن جي نرواڻ جي گهڙي تي اسان کي خوشي ٿيڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته هو پنهنجي سموري عمر بي قرار ئي رهيو ۽ هاڻ شايد قبر هن جي بي چين روح کي قرار ڏئي سگهندي. بس پوءِ رهجي ويون ڪجهه يادون جيڪي اسان جي سيني ۾ اڄ پڻ تازيون آهن ۽ اهي پڻ آخر مٽي ۾ دٻجي وينديون پر خورشيد جو ادبي پورهيو ڪڏهن پڻ مري نٿو سگهي ۽ هو ڪتابن ۾ هميشه زنده رهندو.

# جوڳي بستي

خورشيد قائمخاني جو آخري ڪتاب "جوڳي بستي" هن جي وڇڙي وڃڻ کان پوءِ شايع ٿي اسان جي هٿن تائين پهتو. اهڙي ريت خورشيد قائمخاني جو خانہ بدوشن جي زندگي، ريتن رسمن، ڏکن، پيڙائن ۽ تاريخ تي تحقيقي سفر پنهنجي پڄاڻي تي پهتو. 70 واري ڏهاڪي کان وٺي 2013ع تائين اهو قلم نہ رڪيو ۽ نہ وري ڪاميو يا مصلحت اختيار ڪندي خاموش ٿيو پر آخرڪار انهي تاريخ جي باب جي پڄاڻي تہ ٿيڻي هئي سو 9 جنوري 2013ع جي ڏينهن تي اهو بي چين روح هميشہ لاءِ خاموش ٿي ويو ۽ ان سان گڏ هن جو سچائي تي پٻڌل تحقيقي سفر پڻ پنهنجي پڄاڻي تي پهتو. شاہ سائين کان پوءِ اسان وٽ خورشيد قائمخاني ئي هو جنهن جوڳين سان گڏجي سفر ڪيو ۽ پنهنجي زندگي جي عيش عشرتن کي ڇڏي جوڳين سان گڏ انهن جي ڪٺن زندگي ۾ گهاريندو رهيو. ڪيڏي نہ مطابقت آهي شاهہ سائين ۽ خورشيد ۾ جو ٻنهي جا سورما (هيرا يا ڪردار) وقت جا حڪمران نہ پر انتهائي پيڙهيل ۽ غريب ماڻهو هئا. جوڳي بستي ان جو آخري ناول آهي. حقيقت ۾ جوڳي بستي هڪ اڻڇپيل ڪتاب هو جنهن ۾ جوڳين جي ڪٺن زندگي جي پيڙائن جا احوال آهن. خورشيد وٽ ان موضوع تي تمام وڏو مواد موجود هو ۽ هو جوڳي بستي سميت خانہ بدوشن جي زندگين جي واقعن کي سميڙي هو حقيقي ڪهاڻين تي مشتمل هڪ وڏو ڪتاب لکڻ چاهيندو هو پر زندگي کيس مهلت نہ ڏني ۽ هن جي آشرم مان جيڪو سرمايو برآمد ٿيو ان مان ڏيهي ۽ عالمي ادب جي ناياب شاهڪارن سان گڏ جوڳي بستي ناول تي لکيل ٻہ نوٽ بڪ پڻ مليا هئا جن کي ان جي وڏي پٽ ڪوثر جاويد هڪ پبليڪيشن جي مدد سان شايع ڪرائي اسان جي اڳيان آندو.

هن ناول ۾ جوڳين جي زندگي جو انتهائي باريڪ بيني سان جائزو ورتو ويو آهي، جوڳين بابت خورشيد کان وڌيڪ پيو ڪير ڄاڻي سگهي ٿو اهو خورشيد ئي هو جيڪو جوڳين، ڪولهين، شيدي حبشين سميت ڌرتي جي قديم باشندن سان پنهنجي زندگي جا ڪئي ڏهاڪا انهن سان گڏجي خانہ بدوشي ڪندي گذاريا. خانہ بدوشن جي زندگي تي ڪنيل قلم جو سفر جوڳي بستي تي ختم ٿي ويو.

اسان جي پنهنجي معاشري جي پيڙهيل لوڪن سان ايتري تہ ويڳاڻپ آهي جو اسان لاءِ انهن جي زندگي گذارڻ جو طريقو ٻہ اوپرو لڳي ٿو اسان مختلف جاين تي محسوس ڪيو آهي تہ انهن پيڙهيل ماڻهن سان سماج جو همدردي وارو رشتو نہ پر اوپرائپ ۽ ويڳاڻپ وارو رشتو جڙيل آهي جيڪو وڏي ۾ وڏو الميو آهي. جوڳين جي زندگي در در

جون نڪرون ڪاٿيندي انتهائي تذليل واري انداز ۾ ڪتجي ٿي ۽ جوڳي ڪتنب نسل در نسل سماجي ريتن ۽ رسمن جي شڪنجي ۾ پڻ وڪوڙيل هوندا آهن. جوڳي بستي ناول ۾ انهن حقيقي ڪردارن کي خوبصورت انداز ۾ پيش ڪيو ويو آهي. خورشيد قائمخاني جي اها عظمت هئي جو هن جڏهن بہ قلم کنيو تہ انتهائي باريڪ بيني ۽ اونهائي سان لکندي پنهنجي قلم سان انصاف ڪيو. هن ننڍڙي ناوليٽ ۾ خورشيد جتي هڪ طرف هزارين سالن جي ڪرب جا پيرا کڻندي نظر اچي ٿو تہ اتي وري انهن مظلومن جي ذهنن جي شعوري آبياري ڪندي نجات جا ڏگ پڻ ٻڌائي ٿو.

ڪتاب جي ٽائٽل تي جيڪي تصويرون آهن اهي حقيقي ڪردارن جون آهن جن وٽ خورشيد جون ڪيتريون ئي يادون ۽ واقعا اڄ پڻ سانڍيل آهن. خورشيد ڪڏهن بہ ڊرائنگ روم ۾ ويهي مظلومن جي روئداد کي قلمبند ناهي ڪيو پر هن هميشہ مظلوم ماڻهن جي جهڳين ۽ جهوپڻ تي وڃي انهن جي انداز ۾ ئي رڳجي پوءِ ڪجهہ لکيو آهي ۽ اهو تحقيقي انداز بدقسمتي سان اسان ڪنهن بہ محقق ۾ ناهي ڏٺو. خورشيد جي پئين ورسي جي تقريب جڏهن سنڌ لئنگويج اٿارٽي هال ۾ ملهائي پئي وئي تہ اسٽيج تي ان ناول جي هيروئين ريکا کي سڏي ويهاريو ويو. اسحاق مگريو ۽ منهنجي ڌيءُ شهناز شيدي ريکا جي ير سان ويٺا هئا ان موقعي تي جوڳي بستي جو مهورت پڻ ڪيو ويو پر پبلشر صاحب مهرباني اها ڪئي جو ناول جي صرف هڪ ڪاپي پروگرام ۾ موڪلي ڏني ۽ اها ڪاپي ريکا جوڳڻ ڪنهن کي بہ نہ ڏئي رهي هئي ۽ انهن کي چئي رهي هئي تہ مون کي پڙهي ٻڌايو تہ علي بابو (خورشيد کي جوڳي علي بابو جي نالي سان سڏيندا هئا ۽ ناول ۾ پڻ خورشيد پنهنجي ذڪر علي بابو جي ڪردار سان ئي ڪيو آهي) اسان جي باري ۾ ڇا لکيو آهي؟

خورشيد جو هڪ پرڏيهي دوست پروفيسر سيم جڏهن ڪئينڊا ڇڏي يورپ ۾ آباد ٿيڻ لاءِ سوچي رهيو هو تہ خورشيد صاحب جوڳين جي بستي ۾ ڪوڙي جام جا ڏڪ ڀري جوڳين کان هٿ کڻائي پنهنجي دوست جي يورپ ۾ آباد ٿيڻ لاءِ دعا گهرائي تہ جوڳين يورپ جي بدران پورب لفظ چيو ۽ خورشيد جي ناول جا ڪردار جڏهن سنڌس واتان جهاز ذريعي هزارين ميل پري يورپ ۾ وڃڻ جون ڳالهيون ٻڌندا هئا تہ خيريت وچان چوندا هئا تہ ننڍڙي جهاز ۾ آخر ايڏو ماڻهو ڪيئن سوار ٿي سگهي ٿو؟ اهي شفاف پاڻي وانگر اجري من جا جوڳي ئي هئا جن سان خورشيد جو رشتو جنم کان وٺي ساهہ جي آخري هڏڪي تائين جاري رهيو. دنيا جيتوڻيڪ انهن رمتن جوڳين جي باري ۾ ڪيتريون ئي پراسرار ڪهاڻيون جوڙي رکيون آهن پر خورشيد لاءِ هن دنيا ۾ جوڳين ۽ خانہ بدوشن کان وڌيڪ معصوم ۽ اجرو پيو ڪير بہ نہ هو. جوڳين لاءِ خورشيد هڪ

ديوتا و انگر هو جيڪو ڏک سک ۾ انهن جو سهارو ٿيندو هو ۽ اهي خورشيد کي پنهنجو گهر ڀاتي ئي سمجهندا هئا. خورشيد سان گڏ مڪلي، سيوهڻ، ٺٽو ۽ بلوچستان جي پٽن ۾ جوڳين سان گڏ رلندي منهنجون پڻ ڪافي ساروڻيون آهن ۽خاص ڪري اهي واقعا جڏهن انهن مسڪينن مان ڪو مري ويندو هو تہ پوءِ اهي ڪيئن خاموشي سان ان جو مڙدو دفنائي اها جوءِ هميشہ لاءِ ڇڏي ويندا هئا، نہ ڪا تربت، نہ وري نشان متي جي امانت متي کي سونپي هو رمندا رهڻ تا. اڄ جيتوڻيڪ جوڳي بستيون ٺاهي رهي رهيا آهن جتي خاص ڪري ٿر واري پاسي انهن جا الڳ قبرستان پڻ آهن پر عام طور تي جوڳين جو ڪو قبرستان ناهي هوندو. اڄ انتهاپسندي جي هٿان پوري ڀيل جي قبر مسمار ٿئي ٿي پر جوڳين جون قبرون هزارين سالن کان ذات پات جي انتهاپسندي (جيڪا پڻ ايتري ئي ڀيانڪ آهي) هٿان مسمار ٿينديون رهيون آهن.

هن ناول ۾ توگو نالي جوڳي جي المناڪ ڪهاڻي پڻ آهي جنهن کي ڌرم جي ٺيڪيدار پنڊتن سندس ماءُ جو ڪريا ڪرم (آخري رسم) ڌام ڌوم سان ملهائڻ جو فرمان ڪيو ۽ ان تي عمل نہ ڪرڻ جي نتيجي ۾ هڪ طرف ان جي مري ويل ماءُ جو روح بنا ڪنهن ٻئي جنم وٺڻ جي ڀٽڪندي رهڻ جو روحاني حوف ڏنو تہ ٻئي طرف ان مسڪين جوڳي کي جوڳي برادري مان ڪيڏڻ جي ڌمڪي پڻ ڏني. خورشيد کي اهي حالتون ڏسي تمام گهڻو ڏک ٿيندو هو تہ اهي جوڳي جيڪي اڳ ۾ ئي ذات ۽ سماج کان ٻاهر آهن ۽ انهن جي جان اڃا بہ هي ظالم سماج نٿو ڇڏي ۽ ڪهڙي ريت کين پنهنجي ريتن رسمن جي ڄار ۾ وڪوڙيندو اچي. ٻي طرف سماج جي ستم ظريفين جون بہ ڪهاڻيون هن ناول ۾ شامل آهن تہ رانجهو جوڳي ڪهڙي ريت پنڻ کان بيزار اچي حڪمت ۽ سنياسي ٻوٽين جڙي ٻوٽين جو دڪان کوليو ۽ پنهنجي پٽ لاءِ نيلامي ڪپڙو گهرائي وڪرو ڪرڻ شروع ڪيو تہ ڪيئن نہ آس پاس جي ڳوٺن جي وڏيرن کين تنگ ڪري جيئڻ جنجال ڪري ڏنو.

خورشيد قائمخاني جوڳين سان گهاريل پنهنجي سموري زندگي کي ان ناول ۾ سهيڙڻ چاهيندو هو پر زندگي کيس مهلت نہ ڏني ۽ هو پنهنجي شاهڪار ناول جو صرف ابتدائي حصو ئي لکي سگهيو. خورشيد جي وڏي فرزند ڪوثر قائمخاني ڪوشش ڪري ان ناول کي سهيڙيو ۽ ان اڻپوري ناول جو آخري باب پڻ دلچسپ آهي جيڪو دراصل خورشيد جو لکيل نہ آهي پر ان جي پٽ ڪوثر قائمخاني لکيو آهي. ان آخري باب ۾ علي بابو (خورشيد قائمخاني) جي مرتئي جو ذڪر آهي اهڙي ريت اسان جو جوڳي يار رمندو رهيو ۽ پويان ڇڏي ويو اڇوتي ۽ اعلي پايي جي تحقيق و ادب تي مشتمل انيڪ ڪتاب ۽ ڪهاڻيون.

اڄ نہ او طاقن سندي جوڳين جوڙ،

ساري سنياسين کي ڪامي ٽيس ڪوڙ،

جيءُ جنيئن سان جوڙ سي لاهوتي لڏي ويا. (شاهہ)

***

# شهيد هوش محمد شيدي جي مزار

مقتل مين نہ مسجد مين خرابات مين ڪوئي
ڪس ڪي امانت مين غمِ ڪارِ جهان دين
شايد ان مين سي ڪوئي ڪفن پهاڙ ڪي نڪلي
آئو ڪہ شهيدون ڪي مزارون پہ اذان دين (فيض احمد فيض)

رولاڪيون خورشيد جي فطرت ۾ شامل هيون ۽ حيدرآباد جي ڀرپاسي اسان سنڌ جي قديم قبيلن تي تحقيق ڪري رهيا هئاسين تہ قليلي جي ڀرپاسي ۾ هڪ قديمي يادگار ڏسڻ جو خيال آيو، اهو ميدان ڍبي جو ميدان سڏبو هو، اهو سال 1978ع جو هو، هيئر اهو علائقو گِتيل آبادي ۾ تبديل ٿي ويو آهي پر ان وقت اهو علائقو بلڪل سنسان هو ۽ ايتري حد تائين جو ويهين صدي جي 50 واري ڏهاڪي جي ٻوڏ جي برساتي ريلن ۽ نئين جا نشان پڻ واضع نظر اچي رهيا هئا، اسان اتي ويا سين تہ خبر پئي تہ ڍبي جو ماڳ سڏجندڙ ان علائقي ۾ سنڌ جي آزاد حيثيت ۾ سنڌ جي سورمن آخري ويڙهاند ڪئي ۽ شهادت جو جام نوش ڪيائون جنهن کان پوءِ سنڌ غلام بڻجي وئي ۽ اهو سلسلو اڄ تائين جاري آهي، انگريزن جي يادگار ۾ اتي انگريز فوجين جون قبرون هيون جن تي ان وقت يادگار طور توبون پڻ رکيل هيون.

"ڀائو سامهون جيڪو قبرستان آهي اهو پڻ جنگ ۾ مارجي ويل سپاهين جو آهي" اتي هڪ بزرگ جيڪو سيال ذات جو هو ان سامهون اشارو ڪندي ٻڌايو جيڪو انگريز فوجين جي يادگار جي بلڪل سامهون هو، اتي اسان کي پهچڻ ۾ ڏاڍي مشڪل پيش آئي ڇاڪاڻ تہ ڪجھ سال اڳ ڀيل برسات جو پاڻي اتي بيٺل هو ۽ اسان ور ڪنجي هڪ پٿر جي قبر تي پهتاسين، قبر ان وقت پوري طرح پاڻي ۾ ٻڏل هئي ۽ اسان کي اهو پڻ معلوم ٿيو تہ اها قبر شيدي سپھ سالار جي هئي ۽ ڀر ۾ موجود قبرون پڻ شيدين جو هيون جنهن هوشو سان گڏجي ويڙهاند ڪندي پنهنجا پساھ ڏنا هئا. اها ڳالھ ٻڌندي ئي خورشيد جي دل جي ڌڙڪن وڌي ۽ اسان ان ڳوٺ ۾ ڏيرو ڄمائي ورتو تہ جيئن مستند ۽ حقيقت تي ٻڌل شاهديون گڏ ڪري سگهجن. اسان اتي ڀرپاسي جي وڏي عمر وارن ماڻهن کان پڇيو جن پڻ ساڳي روايت دهرائي پر افسوس تڏهن ٿيو جڏهن سنڌ جي هڪ نالي واري محقق مون کي ذاتي طور چيو تہ "ڪامريڊ توهان اها تحقيق ختم ڪريو ڇاڪاڻ حيدرآباد واري قلعي ۾ شهيد هوش محمد شيدي جي قبر هئڻ جي پروپيگنڊا ڪري قلعو "خالي" تا ڪرايون" هن همراھ جي اڳيان اها ڳالھ عين قومي مفادن پٽادر هئي پوءِ

پلي ڪيس حقيقتن جو انڪاري چو نہ ٿيڻو پئي. جڏهن ان کي چيو مانس تہ هوش محمد شيدي شهيد جي قبر قلعي ۾ ڪيئن ٿي سگهي ٿي جڏهن تہ قلعو هوش محمد جي جيئري ئي انگريزن جي قبضي ۾ اچي چڪو هو ۽ مير صوبدار تہ انگريزن کي بغير ڪنهن مزاحمت جي قلعي جون چاپيون ڏئي ڇڏيون هيون ۽ ان واقعي کان پوءِ اها جنگ بہ قلعي ۾ نہ پر دبي جي ميدان ۾ وڙهي وئي هئي ۽ شهيد هوش محمد شيدي توڙي ان سان مهاڏو اٽڪائيندڙ انگريز فوج جي سپاهہ جون پڻ قبرون موجود آهن تہ هن جيڪو جواب ڏنو اهو اسان جي تنگ نظري ۽ تاريخ سان هٺ چراند ڪرڻ جي منفي رجحان جو هڪ پڪو ثبوت آهي، همراهہ چيس تہ "ڪامريڊ هن وقت اسان جي سامهون ميرن ۽ انگريزن جي جنگ نہ پر پائي لوڪن جو مسئلو آهي مجان ٿو تہ توهان صحيح آهيو پر اسان هر صورت ۾ ثابت ڪنداسين تہ شهيد هوش محمد شيدي جي قبر حيدرآباد قلعي ۾ ئي موجود آهي. ان بابت تاريخي حقيقتون پلي چا بہ هجن ان جي اسان کي پرواهہ ناهي." مون کي ان "عظيم دانشور" جي اهڙي روش تي ڏاڍو ڏک ٿيو. ڪامريڊ خورشيد پڻ مايوس ٿي ويو چاڪاڻ تہ هن لاءِ پڻ معاملو حساس هو پر منهنجي زور پرڻ تي هو پنهنجي تحقيق جاري رکڻ تي راضي ٿيو، مون کي ان ڳالهہ جي ڪا بہ پرواهہ نہ هئي تہ حقيقت کي حقيقت ثابت ڪرڻ جي بدلي ۾ اسان تي پلي آسمان بہ ڪري پئي پر اسان حقيقت ۽ سچائي ڳي پيش ڪرڻ کان ڪان ڪونہ ڪيپائيندا‌سين جن دوستن کي حيدرآباد جي قلعي کي "آزاد" ڪرائڻ جي خفت هئي ۽ انهن وري شهيد هوش محمد شيدي جي قبر کي هروڀرو قلعي ۾ هئڻ جو مفروضو بنائڻ جي حماقت ڪئي انهن دوستن کي مون هڪ پيرو بسنت ڪانفرنس ۾ پڻ واضع چيو هو تہ بابا اهو قلعو مير صوبدار بغير ڪنهن مزاحمت جي ڏارين کي سرينڊر ڪري ڇڏيو هو ۽ اسان هوش محمد شيدي جهڙي بي باڪ شهيد جي قبر سان مذاق ڪري ۽ اتان ڪتبا چوري ڪري پنهنجي شهيدن جي آخري ماڳن کي ميساري تہ سگهون ٿا پر اهي حرڪتون ڪنهن بہ صورت ۾ مثبت نہ آهن ۽ نہ ئي ان جا ڪي سٺا نتيجا نڪرندا. اسان کي پوءِ خبر پئي تہ انهن "عظيم دانشورن" جي ٽولي ڪجهہ سال اڳ شهيد هوش محمد شيدي جي قبر تي لڳل قديم پٿر جي ڪتبي کي پڻ پٽي ميوزم ۾ امانت طور رکيو جيئن اهي شهيد هوش محمد شيدي جي نقلي قبر حيدرآباد واري قلعي ۾ هئڻ جي دعوي ڪري سگهن. ان ڳالهہ جي شاهدي اسان کي اتي جي پرپاسي جي جهونن ماڻهن وٽان ملي. انگريزن جي يادگار ۾ جن فوجين جون قبرون آهن انهن جو تعلق ممبئي ڪيولري، پونا هارس اسڪوائاردن، پاويهين ريجمينٽ ۽ ٻارهين ريجمينٽ (جنهن کي اين آءِ پڻ سڏيو ويندو هو) سان هو.

ناريجاڻي ڳوٺ (ناريجا ڳوٺ) لڳ واقع ڳوٺ ۾ پاڻي جي ڦاٽ ( ٻوڏ دوران پاڻي جي پلٽي آيل وهڪري) وچان اسان ور ڪنجي هوش محمد شيدي شهيد جي قبر تي وڃي پهتاسين، اتي ٻين شهيدن جي ڪچين قبرن جا پڻ نشان هئا جيڪي اڄ سنڌ جي تاريخ جي ويرين ميساري اتي قبضا ڄمائي ورتا آهن ۽ اسان جي وڏين ڪوشش جي ڪري صرف شهيد هوش محمد شيدي جي قبر وڃي بچي آهي. اڄ جيتوڻيڪ ڪنهن به نام نهاد محقق وٽ شهيد هوش محمد شيدي جي آخري آرامگاهه ناريجا ڳوٺ ۾ هئڻ بابت ڪو به اختلاف نہ آهي پر ڪجهہ ماڻهن جي ڪوشش هئي تہ شهيد هوشو جي آخري آرامگاهہ کي پنهنجي قبضہ خوري ۽ پيداگيري لاءِ استعمال ڪجي ۽ اهو ئي سبب آهي تہ اسان کي ان ڪم کان روڪيو ويو تہ جيئن ماڻهو حقيقتن کان اڻواقف ئي هجن.

اسان ان قبر جي دريافت کي اتي جي جهونن ماڻهن جي روايتن ۽ انگريزن جي يادگار جي سامهون سنڌ جي باغين جي سرڪشي واري ميدان سميت ڪيترائي ثبوت هئا، خورشيد صاحب انديا سميت سموري ملڪ جي ممتاز محققن کي ان جاءِ تي وٺي آيو ۽ بين الاقوامي ميډيائي ادارن سميت پنهنجو ڪم سيني جي اڳيان رکيو ۽ 1987ع ۾ اسان بسنت هال ۾ هوشو شيدي ڪانفرنس پڻ ڪوٺرائي جن پڻ اسان جي تحقيقي ڪم جي تائيد ڪئي. حقيقت اها پڻ آهي تہ ورهاڱي کان اڳ پڻ اها قبر هوشو شيدي جي نالي سان مشهور هئي پر اهو مونجهارو 70 ۽ 80 وارن ڏهاڪن ۾ ٿيو جيئن تہ اسان اڳ ۾ پڻ ٻڌائي چڪا آهيون تہ ان تاريخي مذاق جي پويان قبضہ خوري ۽ لساني فسادن جي نيت ڪارفرما هئي. بهرحال سنڌ جي بهادر شهيد سان اهڙو مذاق ٻي ڪا بہ زنده قوم نٿي ڪري سگهي. ان دور ۾ اسان جي تحقيق جي سچائي کان ڪير انڪار تہ نٿي ڪري سگهيو پر اتي هڪ ٻيو مونجهارو پڻ پيدا ڪيو ويو تہ شهيد هوش محمد شيدي فرانس يا رومانيہ جو سپاهي هو يا اهو پڻ چيو ويو تہ شهيد هوش محمد شيدي انگريز فوج ۾ پڻ شامل رهيو ۽ ان سموري بڪواس جو هڪ ئي مقصد هو تہ ڪيئن بہ ڪري تاريخ جون ڏچيون اڏائجن. اسان وٽ ان موضوع تي ڪافي مواد موجود آهي پر جيئن تہ اهو بحث ان مضمون جو موضوع ناهي جيڪڏهن ڪنهن دوست اسرار ڪيو تہ اسان ان تي الڳ بحث ڪندا سين پر هوش محمد شيدي شهيد جي باري ۾ بنيادي معلومات هتي پيش ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو پر ان کان اڳ اهو عرض ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان تہ حيدرآباد جو قلعو دٻي جي جنگ کان اڳ ئي بغير ڪنهن مزاحمت جي انگريزن جي حوالي ٿي ويو هو ۽ هر ماڻهو اهو سمجهي سگهي ٿو تہ دٻي ۾ شهيد ٿيل باغي مزاحمتڪار کي انگريز ڪيئن پنهنجي فتح ٿيل قلعي ۾ جاءِ ڏين ها جتي اها جنگ بہ وڙهي وئي هئي اهي انگريز جن شهيد ڀڳت سنگهہ، شهيد سورهيہ بادشاہ، سڀاش چندر بوس سميت پنهنجي هر مخالف جي آخري آرمگاهن ۽ ياگارن کي ڊاڻي واڻي ميساري

چڏيو ڪن جا لاش ئي نہ ڏنا ويا تہ ڪن کي شهيد ڪري گمنام جاين تي دفن ڪيو ويو جن بابت اسان کي اڄ تائين ڪا بہ خبر ناهي اهي فرنگي ڪمڙي عشق ۾ شهيد هوش محمد شيدي کي پنهنجي فتح ڪيل قلعي ۾ جاءِ ڏين ها جن برطانوي سامراجيت جو ساٿ ڏيندڙ غدار مير صوبدار خان کي پڻ عبرت جو نشانو بڻائي ڇڏيو اهي ڪيئن انهن سان مهاڏو اٽڪائيندڙ شهيد سورمي کي قلعي ۾ دفن ڪن ها. پر اها ڳالهہ سوچڻ ماڻهن جو ڪم آهي دانشور نالي مخلوق جو فرض ناهي. (هڪ ٻئي حقيقت بہ آئون واضح ڪندو وڃان تہ حيدرآباد جي قلعي ۾ جيڪي قبرون موجود آهن اهي گهڻو ڪري انگريز فوجين جون آهن جيڪي بارود خاني ۾ باهہ لڳڻ سبب مارجي ويا ۽ ڪجهہ انگريز عملدارن جون پڻ قبرون آهن جيڪي قلعو فتح ٿيڻ کان پوءِ اتي رهائش پذير هئا ۽ پنهنجي طبي موت مئا هئا، ڪجهہ قبرون ميرن کان اڳ جي ڪلهوڙن جي دور جو بہ ٿي سگهن ٿيون پر ان بابت ڪا مستند حوالو موجود ناهي، ڪلهوڙن جي فوج جو جرنيل شالمير شيدي هو ۽ منهنجو نسب پڻ شالمير شيدي خاندان سان آهي ۽ ان جو نائب ياقوت شيدي هو جنهن ميرن ۽ ڪلهوڙن جي قلعي ۾ ٿيل جهڙپ دوران ڪلهوڙا حڪمرانن پاران وڙهندي جان ڏني.)

شهيد هوش محمد شيدي جو خاندان ٽالپر حڪمرانن جو وفادار هو. ان جي ڪردار تي روشني وجهنداسين تہ ان وقت جي حڪمران طبقي جي ڪيترن ئي غدارن، پڳوڙن ۽ وطن فروشن جو بہ ڪردار ظاهر ٿي ويندو. 1782ع ۾ سنڌ کي ڪلهوڙن کان سنڌ فتح ڪندڙ مير فتح خان ٽالپر جي خاندان جي غلام شيدي گهر ۾ هوش محمد جو جنم ٿيو، مير فتح خان جي وفات کان پوءِ ان جو پٽ مير صوبدار خان ننڍي عمر جو هئڻ ڪري گاديءَ کان محروم رهيو ۽ تاج ان جي چاچي مير نصير ٽالپر کي پارايو ويو. پنهنجي جواني کي پهچندي ميرن جي اندروني اٿٻٽ جي نتيجي ۾ نصير خان ۽ مير صوبدار جي درميان اها ڪشمڪش جاري رهي ۽ ان کي اهو بدلو وٺڻ جو موقعو تڏهن مليو جڏهن 1843ع ۾ چارلس نيپيئر سنڌ فتح ڪرڻ جو پهہ ڪيو ۽ اندروني طور مير صوبدار جي کيس ڀرپور حمايت حاصل هئي. مياڻي جي جنگ محل صوبدار حيدرآباد جي قلعي تائين محدود رهيو ۽ ان وقت شهيد هوش محمد شيدي مير صوبدار سان خانداني غلام جي بدران هڪ وطن پرستن ۽ ارڏي بهادر ويڙهاڪ جي صورت ۾ اکين ۾ اکيون وجهي نہ صرف ان جو وڏيڪ ساٿ ڏيڻ کان انڪار ڪيائين پر بغاوت ڪندي سنڌ جي لاءِ انگريز فوجن سان وڙهڻ جو اعلان ڪيائين جنهن تي مير صوبدار کيس قلعي مان ڪڍي ڇڏيو ۽ انگريزن کان اقتدار ملڻ جي صورت ۾ هوشو کي سخت نتيجا ڀوڳڻ جون ڌمڪيون پڻ ڏنائين.

21هين فيبروري 1943ع جو مير صوبدار حيدرآباد قلعي جا دروازا کولي ڇڏيا ۽ انگريز فوجن حيدرآباد فتح ڪيو، انگريز فوجن مير صوبدار (جيڪو پنهنجي پر ۾ انگريزن سان سازباز ڪري سنڌ جو والي ٿيڻ جي آس ۾ وينو هو ۽ انگريزن جي مدد پڻ ڪيائين) سان پڻ پين حڪمرانن جهڙو سلوڪ ڪندي کيس ۽ مير محمود تالپر کي پڻ گرفتار ڪري ورتو. انگريزن حيدرآباد قلعي کي لٽڻ وقت ڪنهن به اخلاقيات کي آڏو نه رکيو ۽ ميرن جي شاهي خزاني سميت هنن زيور ۽ خانداني اثاثا پڻ لٽي ورتا. ان واقعي کان پوءِ شهيد هوش محمد ميرپورخاص روانو ٿيو جتي مير شير محمد تالپر کي انگريزن سان وڙهڻ لاءِ لشڪر جي مدد لاءِ چيائين ۽ 15 مارچ 1943ع جو ميرپورخاص کان اهو قافلو حيدرآباد ڏانهن وڌڻ لڳو ۽ 23 مارچ جو دبي واري جاءِ تي پنج هزار توبن ۽ ٻئي جديد اسلحي سان ليس انگريزي فوجن بلوچ فوج (سنڌي فوج) جو مقابلو ڪيو۽ کيس اڳتي وڌڻ کان روڪي رکيو ان دوران مير شير محمد جي فوج ۾ انتشار ڦهلجڻ لڳو ۽ ان صورتحال کي ڏسي شهيد هوش محمد شيدي کيس چيو ته توهان پنهنجا دستا واپس وٺي وڃو ۽ بهتر نموني منظم ٿي صبح جو هن ميدان ۾ اچجو پر 24 مارچ تائين ميرپورخاص مان ڪو به لشڪر نه آيو ۽ شهيد هوش محمد جا ساٿي (جيڪي سڀ شيدي قبيلي سان تعلق رکندا هئا) هڪ هڪ ٿي پنهنجين جانين جا نذرانه ڏيندا رهيا ۽ ان جنگ ۾ سنڌ جي مزاحمت جو مشهور نعرو "مرويسون، مرويسون پر سنڌ نه ڏيسون" پڻ بلند ٿيو. اهڙي ريت سنڌ جو هي عظيم سپوت پنهنجي حڪمران طبقن جي غدارين ۽ دوکن سميت دشمنن جا تير سهندي انتهائي بي ڊپائي سان وڙهندو رهيو ۽ نه صرف پنهنجي جان جو نذرانو ڏنائين پر دشمن فوج (جيڪا انتهائي جديد هٿيارن سان ليس هئي) جي ڪيترن ئي سپاهين جي ڳچين ۾ پڻ لابارو وڌائين جنهن جي پڪي شاهدي ناريجا ڳوٺ ۾ شهيد هوش محمد شيدي جي آخري آرامگاهه جي بلڪل سامهون گورن جي فوجين جون قبرون آهن.

1978ع کان پوءِ اسان باقائدگي سان 24 مارچ جو شهيد هوش محمد شيدي جي مزار تي هر سال ورسيون ملهائڻ شروع ڪيون جيڪي اڄ تائين ملهايون وڃن ٿيون، ۽ پوءِ مون ذاتي طور هڙان وڙان خرچ ڪري شهيد هوش محمد شيدي جي قبر کي (جيڪا اڳ ئي پٿر جي ٺهيل هئي) مرمت ڪرائي ۽ ان تي پٿر به نصب ڪرايم. شهيد هوش محمد شيدي جي قبر کي دريافت ڪرڻ جو ڪريڊٽ آئون خورشيد قائمخاني کي ڏيان ٿو جڏهن ته اسان جي نام نهاد گهڻ گهرن جي ڪردار جو مون ذڪر ڪيو آهي ته ڪهڙي ريت اهي حقيقت کي ميسارڻ لاءِ آتا هئا.

الميو اهو آهي تہ گذريل دور جي حڪومت ۾ ثقافتي وزير (جيڪا هڪ سياسي خاندان سان تعلق رکي ٿي) سان منهنجي ملاقات ٿي تہ مون کيس هوش محمد شيدي جي قبرستان جي چوڌاري ديوار ڏيڻ لاءِ چيو تہ هن هائوڪار ڪئي پر اها ديوار وري انگريز فوجين جي يادگار جي چوڌاري ٺاهي وئي ۽ مون کيس ان بابت ان محترمہ جو ڌيان ڇڪايو تہ ان ڏاڍي دل موهيندڙ معصوميت سان مون کي اهو جواب ڏنو تہ "چاچا مون شهيد هوشو شيدي جي قبرستان چوڌاري ديوار ڏيارڻ لاءِ چيو هو پر ٺيڪيدار غلطي سان اهو سڀ ڪجهہ ڪيو" مون کيس وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ چيو پر صرف اتي موجود ماڻهن ۾ کيس اهو عرض ڪيم تہ توهان جو ڪو بہ ڏوهہ ناهي توهان انگريزن جا ذهني طور غلام آهيو. ان ڏينهن کان پوءِ ڪئي سال گذري ويا پر حڪومت کي شهيد هوش محمد شيدي بابت ڪا بہ يادگيري نہ آئي ۽ موجوده حڪومت جي دور ۾ گذريل سال هڪ ڏينهن آئون حيدر چوڪ تي پنهنجي درزي دوست جي دڪان تي وينو هئس تہ حيدرآباد سان واسطو رکندڙ حڪومتي ڌر سان لاڳاپيل هڪ اهم همراهہ اچي مون کي مليو ۽ فون تي رئيس وڏي سان ڳالهہ ڪرايائين جنهن مون کي چيو تہ چاچا اسان کي اجازت ڏي تہ تہ شهيد هوش محمد شيدي جي مقبري کي ٺهرايون ٿا ۽ اتي ڪلچرل ڪامليڪس پڻ اڏايون ٿا. مون کيس اهو ئي جواب ڏنو تہ منهنجي طرفان اڄ ئي اجازت آهي تہ رات وچ ۾ وڃي ڪم شروع ڪرايو اسان ڪي مجاور نہ آهيون ۽ نہ ئي اسان جي سياست قبرن جي چوڌاري ڦري ٿي. پوءِ سيني ڏٺو تہ نوجوان قائد پڻ شهيد هوش محمد شيدي جي قبر تي حاضري ڏني پر مرويسون مرويسون سنڌ نہ ڏيسون جا ٽوئيٽ پڻ ٽيڻ لڳا. خدا ئي بهتر ڄاڻي ٿو تہ شهيد هوش محمد شيدي سميت سنڌ جي سورمن کي ڪڏهن مڃتا ملندي ۽ گهٽ ۾ گهٽ انهن جي قبرن کي ميسارڻ کان بچايو ويندو.

حقيقت ۾ هيرو يا سورمن يا سورمين جو تعين ان جي ڪردار سان ڪيو ويندو آهي شاهہ سائين جا سورما ۽ سورميون پڻ اصل ۾ سماج جا رائج ڪردار آهن پر شاهہ سائين جي انقلابي ۽ سچائي جي قدر ئي کين سورما يا سورميون بڻايون ۽ سورمن ۽ سورمين سان گڏ لازمي طور تي غدار يا ولين جو ڪردار پڻ موجود هوندو آهي جنهن کي نظر انداز ڪري اسان ڪڏهن بہ سچائي تي پهچي نہ سگهنداسين. اهو قدر ئي آهي جنهن جي آڌار تي ڪنهن جو هيرو رام آهي تہ ڪنهن جو وري راوڻ سورمو آهي اهو اصول سموري تاريخ جي سورمن ۽ سورمين جو تعين ڪري ٿو.

مون کي افسوس آهي تہ شهيد هوش محمد شيدي جي قبر دريافت ڪرڻ کان سنت ئي پوءِ اسان کي پٺي اهڙي ئي تضاد جو سامهون هو ۽ اسان کي وري دانشورن جي ان ئي سچائي مخالف قوت کي منهن ڏيڻو پيو هڪ ڏوهاري کي مقدس حيثيت ڏني وئي جنهن

جو ڪردار بدنام داغ وانگر هو ان سچائي بابت مون خورشيد کي وٺي لوٽيائن پيٽين کي پڻ پيٽيو ۽ جيڪا حقيقت سامهون آئي اها سنڌ جي ماڻهن آڏو رکڻ چاهيم پر منهنجي عظيم استاد ۽ دوست ڪامريڊ خورشيد قائمخاني مون کي سخت چنڊ پٽي ۽ اها سچائي اسان پاڻ پنهنجي هٿن سان دفن ڪئي ۽ اهو وار اسان کان نام نهاد لٽيرا ٽائيپ دانشور ڪٽي ويا ۽ اهو ڪردار هاڻ ماڳهين مقدس بنجي ويو آهي پر جيئن ته ڪامريڊ خورشيد مون کي منع ڪئي هئي سو اهو راز منهنجي دل ۾ ئي دفن آهي ان بابت هڪ لفظ پڻ آئون ٻاهر نٿو ڪڍي سگهان پر افسوس سان اهو چوڻو پوندو آهي ته اسان پاڻ کي پلي ڪٽي چا به چئون يا پاڻ کي چا به سمجهون پر اسان ماڻهن جو سچائي سان ڪو به تعلق ۽ تجربو نه رهيو آهي ۽ هتي نسورو ڪوڙ ئي هلي ٿو ۽ سچائي جي چمندي چپ ڪٽي وچي ٿي

خورشيد قائمخاني منهنجو روح هو، هن جي وڇوڙي کان پوءِ آئون ٽڪرا ٽڪرا ٿي پيس، منهنجي زندگي ۾ جن شخصيتن جو گهڻو عمل دخل رهيو ان ۾ خانداني حوالي سان امان بختاور ۽ منهنجي ڏاڏي جو هو ۽ عملي زندگي ۾ ڊاڪٽر اعزاز نذير، شهيد حسن ناصر، ڪامريڊ حسين بخاري ۽ ڪامريڊ خورشيد قائمخاني جو وڏو ڪردار رهيو. ڪامريڊ شهيد حسن ناصر سان منسوب منهنجو ڪيتريون ئي يادون آهن، اسان ڪيئن ڪم ڪيو ۽ روپوشي ۽ زير زمين جدوجهد ڪندي ڪهڙي ريت اسان جهر جهنگ پٽڪيا هئاسين. اهي واقعا تمام دلچسپ ۽ يادگار آهن پر منهنجو انهن واقعن تي لکڻ جو ڪو به ارادو ناهي، اهي يادون صرف ۽ صرف منهنجو سرمايو آهن، جيڪڏهن انهن تي قلم به کنيم ته ڪو ماڻهو اهو الزام هڻي سگهي ٿو ته ڪامريڊ پاڻ پڏائي رهيو آهي، بهرحال حسن ناصر ۽ ڪامريڊ خورشيد منهنجي لاءِ ان ڪري به عظيم آهن جو هنن عيش عشرتن کي ٺڏي غريب طبقي جي جدوجهد ۾ نه صرف شامل ٿيا پر انهن جو پنهنجي جيئڻ جو انداز پڻ غريب طبقي وارو اختيار ڪيو، ڪامريڊ حسن ناصر انڊيا ۾ به ڪپڙي جا ڪارخانا ڇڏي آيو هو، ماڻس ڪيس هميشه چوندي هئي ته واپس اچي پنهنجو ڪاروبار سنڀال پر هن لاءِ عشاق جو قافلو ڇڏي واپس موٽ ڪائڻ هڪ مهڻو هو ۽ آخرڪار شهادت جو جام نوش ڪري اسان کان آڳاٽو وڇڙي ويو ۽ تازو ڪامريڊ خورشيد پڻ جدائي ڪـ ـ ـب ويو ۽ باقي رهجي ويون آهن ڪجهه يادون جيڪي اسان جي جيئڻ جو سهارو پڻ آهن ته اهي عذاب پڻ محسوس ٿين ٿيون، مون کي اڄ پڻ پڇتاءُ آهي ته آئون اڃا زنده ڇو آهيان؟ منهنجي زندگي ۾ جواني جتي ڪاٻي ڌر جي عروج مان گذري ۽ پنهنجي هزارين ساٿين سان گڏ اسين سچائي جي سفر ۾ شريڪ هئاسين هر ڪنهن جو پنهنجو پنهنجو محاذ هوندو هو، منزل ساڳئي هئي ۽ هر ساٿي جي اکين ۾ معصوميت سندس سچائي جي ساکي هئي سو هن وقت ڪوڙ، فريب ۽ دوکي جي

سياست ڪي ڏسندي هر سچي ڪامريڊ وانگر منهنجي لاءِ پڻ مايوسي نہ تہ بہ اذيت جو احساس ٿيندو آهي.

چمبڙ لڳ ڳوٺ نصير خان مدواڻي ۾ ڪامريڊ حسين بخاري ۽ ڪامريڊ احمد خان لغاري جي قيادت ۾ زميندارن ۽ سرڪار خلاف هڪ وڏي بغاوت ٿي، آسپاس جي زمينن تي هارين قبضو ڄمائي ورتو ۽ ايتري حد تائين جو تاڻن تي پڻ هارين پوليس کي پڇائي قبضو ڪيو، ان علائقي ۾ هاري ڪورٽ جو پڻ قيام عمل ۾ آندو ويو جنهن جو چيف جسٽس ڪامريڊ محمد لغاري کي مقرر ڪيو ويو، ڪامريڊ محمد لغاري اڄ پڻ زنده آهي پر افسوس جو اکين جو نور موڪلائي چڪو آهي. الله سائين کيس حياتي ڏئي. ان بغاوت دوران آئون پنجاب ۾ هئس ۽ پوءِ جڏهن ان بغاوت کي جاگيردارن ۽ رياست گڏجي چٿيو تہ ڪامريڊن تي وڏا عذاب نازل ڪيا ويا ڪيترن ئي هارين کي زنده ساڙيو ويو پر ڪامريڊ پنهنجي جاءِ تي اٽل بيٺا رهيا ۽ هاري جدوجهد جو ميدان انهي بي رحم جوابي ڪروائي کان پوءِ بہ خالي نہ ڇڏيو ويو. اسان ڪافي وقت کان پوءِ انهن ڪامريڊن کي وري ڳولي منظم ڪيو، گذريل مضمون ۾ ذڪر اچي چڪو آهي تہ ان وقت ڊاڪٽر غلام قادر نظاماڻي جي اوطاق باغي هاري ڪامريڊن جو ٽاڪ هئي.

ڪامريڊ خورشيد جو خيال هو تہ اها هارين جي بغاوت وقت کان اڳ جي مهم جوئي تي مشتمل هڪ حرڪت هئي ۽ ايئن نہ ٿيڻ گهرجي ها ڇاڪاڻ تہ هارين جي مدد لاءِ ٻاهريان ڪير بہ نہ ايندو آهي ۽ نہ ئي هاري طبقي جي جدوجهد مزدورن وانگر مرڪزيت رکندڙ عالمگيريت تي ٻڌل تحريڪ آهي، هارين کي پنهنجي جنگ اڪيلي سر پنهنجي ئي ميدانن تي وڙهڻي پوندي آهي، هارين جي جدوجهد ۾ هٿياربند ويڙهہ جو مرحلو تمام آخري ۽ قطعي هوندو آهي پر صرف هڪ ڳوٺ يا ڪجهہ ڳوٺن ۾، پوءِ ڀلي ڪٿي هاري ڪيترا بہ منظم ۽ هٿياربند ڇو نہ هجن اهڙي بغاوت خودڪشي جي مترادف آهي، چمبڙ (نصير خان مدواڻي ڳوٺ) ۾ پڻ اهو ئي سڀ ڪجهہ ٿيو هو. هارين کي چيڀاٽڻ لاءِ پوري سنڌ جا جاگيردار هڪ ٿي ويا هئا ۽ رياست پڻ متحرڪ ٿي وئي. اها پڻ حقيقت آهي تہ هارين کي پوئتي هٽڻو پيو پر اهي مڪمل طور هارين جي جدوجهد کي ختم نہ ڪري سگهيا. اسان جي ڪامريڊ دوستن 1980 جي ڏهاڪي ۾ وري هارين کي منظم ڪيو ۽ ڏسندي ڏسندي نوابشاهہ، سکر، حيدرآباد، سانگهڙ کان وٺندي ٿرپارڪر، بدين ۽ ٺٽي تائين هاري جدوجهد جا ڪيترائي يونٽ کلي ويا.

آئون هتي اهو پڻ واضع ڪندو هلان تہ هن وقت تہ چيني ڪميونسٽ پارٽي (جنهن جو قائد ڪامريڊ مائوزيتنگ هو) پنهنجي ڪشش ثقل کان هٽي سرمائيداري ڏانهن راغب ٿي چڪي آهي، ڪنهن دوست بلڪل صحيح لکيو آهي چين هاڻ سوشلسٽ سيٽ

بنجي چڪو آهي پر جڏهن چيني ڪميونسٽ پارٽي ۾ انقلابي رجحان ۽ عنصر موجود هئا ان وقت پڻ بيجنگ نوازي محض فراريت ئي هئي بنگلاديش ۾ مرحوم مولانا ڀاشاني سان خود چيئرمين صاحب جيڪا روش اختيار ڪئي ۽ ڪيس چين گهرائي انقلاب جي بدران آفيم ڏني وئي ۽ ان جو نتيجو اهو نڪتو جو مولانا ڀاشاني کي واپس اچي خاموشي اختيار ڪرڻي پئي ۽ هو واپس پنهنجي ڪشتي (سندس ڳوٺ جو نالو ڪشتي هو) ۾ پهتو تہ اها ڪشتي ڪيس انقلاب جي ڪناري تي پهچائڻ بدران وچ سمنڊ جي لهرن حوالي ڪيو ۽ گمنامي جي سمنڊ ۾ هو خوني چولين جو شڪار بڻيو ۽ خاموشي جي موت ماريو ويو. مائوازم هڪ رجحان آهي جيڪو هارين جي جدوجهد جو هڪ هٿيار چئي سگهجي ٿو، اها انقلابي حڪمت عملي جو هڪ حصو آهي پر مڪمل سوشلسٽ نظريي کي مائوازم جي سانچي ۾ نٿو سمائي سگهجي. اسان وٽ هارين جي اڪثريت آهي ۽ ان ڪري انقلابي جدوجهد ۾ هارين جو ڪردار انتهائي لازمي آهي پر طبقاتي جدوجهد کي نظرياتي فرقن ۾ ورهائي اسان اصل ۾ سامراجي قوتن جو ڪم آسان بڻايو آهي. هاري جدوجهد هڪ محاذ آهي، مزدور جدوجهد پڻ هڪ اهم محاذ آهي پر اسان پنهنجي مورچن کي هڪ ٻئي جي سامهون آڻي پنهنجو پاڻ کي وڏو نقصان ڏنو آهي.

اسان جي حڪمت عملي اها هئي تہ انقلاب دانشورن ۽ مٿئين طبقن جي ضرورت ناهي پر انقلاب غريب ۽ استحصال جو شڪار هارين ۽ مزدورن جي ضرورت آهي ۽ انقلاب انهن کي ئي آڻڻو آهي ۽ اهي ئي آڻي سگهن ٿا، اهو ئي سبب هو جو اسان جي لڏي غريبن ۽ سماجي حوالي سان استحصال ۽ جبر جو نشانو بڻجندڙ طبقن ۽ سماجي گروهن ۾ وڌ کان وڌ ڪم ڪيو. ڪامريڊ خورشيد جي پوئتي پيل دلت دراوڙ جوڳين ۽ ڄپيسين ۾ علمي، ادبي ۽ تاريخي تحقيق پڻ ان ڏس ۾ هڪ قدم هو.

هڪ ڳالهہ جيڪا آئون واضح ڪرڻ چاهيندس تہ مون اڄ تائين نسل پرستي يا لساني تعصب کي پنهنجي ويجهو اچڻ ناهي ڏنو. هڪ پل لاءِ بہ مون ڪنهن کي ان جي ڪردار بدران نسل يا ڀي سڃاڻپ جي آڌار تي ورتاءُ ڪرڻ بابت پڻ نہ سوچيو. جيڪڏهن آئون شيدي نسل مان آهيان تہ پوءِ ان ۾ منهنجو ڪو بہ ڏوهہ ناهي ۽ نہ وري اسان شيدي قبيلي جي بنياد تي ڪڏهن سوچيو هو. اسان جو ايمان انسانيت تي آهي ۽ شيدي قبيلي سميت ٻين خانہ بدوش طبقن جي پسماندگي ۽ بدحالي کي نظر ۾ رکندي ان طبقي جي لاءِ جاکوڙ ڪرڻ کي ڪنهن بہ صورت ۾ ذات پرستي سمجهڻ ڪنهن ب ريت صحيح نہ هوندو. باگڙين، جوڳين، جنڊاوڙن سميت ڀيلن ۽ ڪولهين کي جڏهن اسان منظم ڪيو تہ انهن جي دراوڙ سڀيتا ۽ ثقافت پڻ نروار ٿي آئي پر ان بنياد تي مون پنهنجي دلت

دوستن کي هميشہ چيو آهي تہ خدارا ڪڏهن پڻ پنهنجي حقن جي جدوجهد کي انساني دائرن مان ڪڍي لسانيت جي دائرن ۾ آڻڻ جي ڪڏهن پڻ ڪوشش نہ ڪجو ۽ اهو هڪ وڏو الميو هوندو.

ڪافي دوست شهيد هوش محمد شيدي ويلفيئر آرگنائيزيشن کي شيدي برادري جي تنظيم سمجهڻ لڳندا آهن. اسان اها پڻ وضاحت ڪندا هلون تہ شهيد هوش محمد شيدي سنڌ جي لاءِ پنهنجي جان نڇاور ڪئي نہ ڪي صرف شيدين جي لاءِ وڙهيو هو توڙي جو ان جي قافلي ۾ اڪثريت شيدي قبيلي جي ماڻهن جي هئي ۽ مير شير محمد ماڻڪاڻي ۽ نواب احمد لغاري غداري ڪندي کيس وچ سير ۾ اڪيلو ڇڏي ويا هئا پر اها پڻ حقيقت هئي تہ شيدين سميت ٻين ماڻهن (نوحاڻين ۽ ٻين سنڌي ذاتين) جي سورمن جو خون پڻ دڀي جي ڌرتي تي وهيو هو. هوشو شيدي سنڌ جي آزاد حيثيت جي دفاع لاءِ ڌارين انگريزن جي ڪاهہ خلاف للڪار ڪئي هئي ۽ پنهنجي جان پڻ ان جاءِ تي نڇاور ڪيائين جتي اڄ هو مدفون آهي.

جيستائين موجوده (زبون حال ٿي سهي) قبر جو تعلق آهي اها اسان شهيد هوش محمد شيدي ويلفيئر آرگنائيزيشن پاران پنهنجي وت ۽ وس آهر تعرائي هئي. ان وقت اتي پٿر جي قبر جا نشان هئا جيڪا قبرستان ۾ اڪيلي پختي قبر هئي ۽ ان تي هڪ پٿر پڻ انگريزن پاران لڳايو ويو هو جنهن کي ان وقت جي ساجهہ وندن قبر تان لاهي ميوزم ۾ رکيو تہ جيئن حيدرآباد جي پڪي قلعي تي لڳرائي نقلي قبر ٺاهي پنهنجا ذاتي مقصد حاصل ڪري سگهجن.

ان قبر تي اسان پنهنجي غريباڻي حال سارو ڪم ڪرايو ۽ هڪ تختي پڻ لڳرائي. اها تختي شهيد هوش محمد شيدي ويلفيئر آرگنائيزيشن پاران هئي. مون پنهنجي پينشن جي پئسن سان ۽ تنظيم جي دوستن پڻ پنهنجي کيسي مان خرچ ڪري اهو ڪم ڪرايو هو.

ٻي اهم وضاحت ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو تہ اسان ڪڏهن بہ پاڻ کي ذات تائين محدود ناهئي ڪيو ۽ نہ ذات جي دائرن تائين اسان جي سوچ جا سفر مقيد رهيا. اسان همہ گير انسانيت ۾ يقين رکون ٿا جيڪڏهن پنهنجي ذات جي غريب ۽ مظلوم ماڻهن جي حمايت ڪرڻ ڏوهہ آهي تہ اسان کان اهو ڏوهہ ضرور ٿيو آهي. اها تنظيم ان وقت وجود ۾ آئي جڏهن اين جي اوز جو نام نهاد مايا جار پڻ نہ پکڙيو هو. اسان ان تنظيم جو قيام شهيد هوش محمد شيديءَ ياد ۾ غريب ماڻهن ۽ ضرورتمندن جي سماجي واهر ڪرڻ جي مقصد تحت عمل ۾ آندو. ان تنظيم جي قيام ۾ رڳو شيدي برادري سرگرم نہ هئي پر

ناليوارن اديبن، شاعرن، محققن جو بنيادي ڪردار هو. محترم حميد سنڌي صاحب، ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ صاحب، محترمه خديجه گوهر صاحبه، پيرل پٺاڻ، چارم دراوڙ، مئڊم منظر راول صاحبه ، عرفان ملڪ صاحب، ڊالو مل لوهاڻو (وڪيل) سميت پيا پڻ ڪافي دوست هئا جيڪي هن تنظيم کي پنهنجو قيمتي وقت ۽ هڙان وڙان مدد ڏئي اڳتي آندائون. سو هاڻ ان تنظيم کي رڳو برادري جي تنظيم سمجهڻ حقيقت جي نفي پڻ آهي.

شيدي برادري جي ٻي سرگرم تنظيم الحبش آهي، ان سمجهان ٿو ته الحبش جا ساٿي پڻ ان حقيقت کان انڪار نه ڪندا ته شهيد هوش محمد شيدي جي مزار کي نروار ڪرڻ ، نئين سر مرمت ڪرڻ ۽ ان کي اڄ تائين بچائي رکڻ ۾ هوش محمد شيدي ويلفيئر آرگنائيزيشن جو ئي ڪردار آهي. الحبش پڻ هڪ وڏو تاريخي پس منظر رکندڙ تنظيم آهي، جنهن جو باني مشهور ليکڪ محمد صديق مسافر هو، محمد صديق مسافر جو والد محترم غلام شيدي آفريڪا ڇائو هو، ان جي وڏي فرزند پنهنجي برادري جي تباهه حالي ڏسي ان ۾ شعور بيدار ڪرڻ واسطي کين متحد ڪيو. توهان ان کي شيدي برادري جي تنظيم چئي سگهو ٿا پر اها تنظيم پنهنجي ماڻهن جي فلاح ۽ ترقي واسطي قيام ۾ آئي هئي.

شهيد هوش محمد شيدي کي صرف شيدين جو شهيد قرار ڏيڻ هڪ قسم جي نا انصافي آهي. اسان سميت سنڌ جي هر ماڻهو جو شهيد هوش محمد شيدي تي پورو حق آهي ۽ شهيد جو پڻ سنڌ ۾ رهندڙ هر ماڻهو تي حق رهجي ٿو.

مون کي جڏهن آصف علي زرداري صاحب فون ڪري پڇيو ته چاچا اسان کي اجازت ڏيو ته اسين شهيد هوشو تي مزار ٺاهڻ چاهيون ٿا. ته مون ان کي ان وقت اهو ئي جواب ڏنو ته اسان قبرن جا مجاور ناهيون، توهان اڄ رات ۾ ئي وڃي هوشو شيدي سميت سنڌ جي سيني سورمن جون مزارون ٺاهيو.

اسان وري به اها وضاحت ڪرڻ چاهيون ٿا ته اسان جو ڪردار صرف اهو هو ته شهيد جي مزار کي ظاهر ڪريون، خورشيد قائمخاني مرحوم نه صرف ملڪ جي اهم محققن سميت انڊيا ۽ بين القوامي ميڊيا جهڙوڪ بي بي سي ۽ سي اين اين جي نمائندن کي هتي وٺي پنهنجي تحقيقي ڪم کان آگاهه ڪيائين جنهن تي سڀ دوست متفق پڻ ٿيا ته واقعي اها ئي قبر حقيقي آهي. مرحوم مولانا قاسمي صاحب پڻ بيسنٽ هال ڪانفرنس ۾ اسان جي تائيد ڪندي چيو ته خورشيد ۽ فيض کي ان تحقيق تي جس ڏيون ٿا.

هن عمر ۾ جڏهن اسان سڀ ڪجهه وڃائي سچائي جو ساٿ ڏنو سين، اسان وٽ هاڻ انسان دوستي جي قافلي ۾ ڪيل پيرين پيادي پنڌ ۽ ان جي يادن کان سواءِ پيو ڪو سرمايو به ناهي

اسان وٽ پيو الميو اهو آهي ته جيڪي قديمي ماڻهو صدين کان وٺي جن ماڳن تي رهن پيا انهن پنهنجي محنت سان غير آباد زمينن کي سنوت ۾ آڻي آباد ڪيو ۽ نتيجي ۾ انهن کي ڪجهه زمين جا ٽڪر پڻ پلئه پيا پر ظالم طبقي انهن کان اهو سهارو پڻ کسي ورتو ۽ چند جاگيردارن ۽ سرمائي وارن اچي انهن جي زمينن تي قبضو ڄمايو ۽ اهڙي ريت ڳوٺن جا ڳوٺ اجڙي ويا ۽ اهي ماڻهو ۽ انهن جو نسل اڄ پڻ ڌڪا کائيندو رهي ٿو. ان عمل سان سماج جي ڊيموگرافي تبديل ٿئي ٿي. اسان وٽ شيدي برادري ڪلهوڙن ۽ ميرن جي دور کان وٺي سنڌ جي حڪمرانن جي سالاري وري دستي ۾ شامل هئي ۽ ان ڪري انهن جا ڪيترائي ڳوٺ ۽ زمينون پڻ هيون پر آهستي آهستي اهي کسجي ويون. اسان وٽ جمڙائو ۾ هزارين ايڪڙ شيدين جي زمين هئي جيڪا آهستي آهستي کسجي وئي ۽ ورهاڱي کان پوءِ ڪجهه سالن اندر سڀئي زمينون شيدين کان ڦري کين لڏايو ويو ۽ اهڙي ريت حيدرآباد جي پرپاسي جون زمينون شيدي برادري جون هيون پر اڄ هڪ ايڪڙ پڻ شيدي برادري جي ماڻهو کي نصيب ناهي.

شهيد هوش محمد شيدي جو خاندان ٽنڊي نوڙهي ۾ آباد آهي ڪجهه وقت انهن سان ملڻ ٿيو ته هنن جي وڏي عمر وارن اهي ڪهاڻيون پڻ ٻڌايون ته هوش محمد جي شهادت کان پوءِ انگريزن پڻ انهن جي زمينن ۽ ڳوٺن کي جيئڻ جو تيئن رهڻ ڏنو پر ان کان پوءِ وارن حڪمرانن ۽ انهن جي ساٿارين شيدين جي ملڪيتن کي مال غنيمت سمجهي لٽڻ شروع ڪيو ۽ اڄ حالت اها آهي ته اسان پنهنجا ننڍڙا گهر پڻ مشڪل سان بچائي رکيا آهن ۽ نت بلڊر مافيائن جا جهيڙا ۽ هٿ ڪنڊا اسان جي نصيبن ۾ آهن.

شهيد هوش محمد شيدي ويلفيئر آرگنائيزيشن جي پليٽ فارم تان پڻ اسان اها حڪمت عملي رکي ته ڊونر يا مدد ڪندڙ ڌرين جي مدد صرف پنهنجن شرطن تي قبول ڪئي ويندي ۽ انهن جا ضرط ڪنهن به صورت ۾ قبول نه ڪيا ويندا ۽ تنظيم جو ڪاروهنوار پنهنجي مَدد پاڻ تحت ئي هلائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. اسان ان طريقي سان وڏي وقت تائين ڪم ڪيو ۽ ڊونرز جي دور ۾ ايئن ڪرڻ پڻ ناممڪن آهي. ڪا به تنظيم ڊونرز جي مدد ۽ انهن جي شرطن کان سواءِ هلي ئي نٿي سگهي پر اسان پنهنجي مدد تحت ڪم ڪيو ۽ سڄاڳي ڦهلائڻ لاءِ ڪيترائي اسڪول پڻ کوليا. شيدي، باگڙين ۾ کوليل اڪثر اسڪول پوءِ اسان گورنمينٽ جي حوالي پڻ ڪيا ۽ ڪيترائي اهڙا اسڪول پڻ هئا جن جون عمارتون اسان پنهنجي خرچ سان ٺهرايون ۽ اهي اسڪول اڄ

گورنمينٽ جي نگراني ۾ هلي رهيا آهن پر گورنمينٽ اڄ تائين انهن مان ڪيترن ئي اسڪولن کي بلڊنگس نہ ڏئي سگهي آهي. شهيد هوش محمد شيدي جي مزار پر سان پڻ اسڪول اسان ٺهرايو هو ۽ ڪوٽڙي لڳ دو آبي وٽ شيدي برادري جي بستي ۾ پڻ ايڇ ايم پنهور جي معاونت سان اسڪول ٺهرايو ويو جيڪو اڄ سرڪاري اسڪول طور ڪم ڪري رهيو آهي. ان جي عمارت لاءِ پنهور صاحب وڏي مالي معاونت ڪئي هئي. ان دور ۾ پنهور صاحب مون کي چيو تہ هو محمد صديق مسافر سان ملڻ چاهي ٿو ۽ پوءِ اسان ٽنڊو باگو وياسين. انهن ڏينهن ۾ مسافر صاحب انتهائي عليل هو ۽ بستري پيڙو ٿيل هو. ان ملاقات کان پوءِ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ پتو سين تہ محمد صديق مسافر هن دنيا ۾ ناهي رهيو. محمد صديق مسافر پڙهيل ڳڙهيل ۽ بيدار ذهن جو مالڪ هوندو هو، اديب هئڻ سان گڏ هن جي سماج ۾ پنهنجي پوئتي پيل طبقي لاءِ ڪيل خدمتون وسارڻ جهڙيون نہ آهن. هن جو والد آفريڪا مان غلام جي صورت ۾ هتي آندو ويو ۽ محمد صديق مسافر پنهنجي پوري ڄمار غلامي سان ويڙهاند ڪندي گذاري.

اسان شهيد هوش محمد ويلفيئر آرگنائيزيشن جي پليٽ فارم تان پوئتي پيل عورتن جي حقن لاءِ ڪم ڪيو ۽ هائوس ورڪرز ڪئمپئين جو پڻ بنياد رکيو. 1986ع واري دور ۾ شايد گهريلو عورتن جي حقن لاءِ اٿندڙ پهريون آواز هو ۽ پاڪستان ۾ پهريون پيرو ايڊز جي بيماري کان بچاءَ واسطي اسان پوري سنڌ ۾ آگاهي مهم هلائي. اها مهم اقوام متحده جي اداري جي تعاون سان هلائي وئي. اسان ان مهم دوران عالمي اداري کان ڪنهن بہ قسم جي مالي مدد نہ ورتي. اسان جي ئي اسرار سان اها مهم هلائڻ لاءِ اهو ادارو راضي ٿيو ۽ ان ۾ پن سري لنڪن ڊاڪٽرن کان سواءِ هڪ برطانوي ڊاڪٽر ۽ هڪ بنگلہ ديش جو ڊاڪٽر پڻ شامل هو، پاڪستان مان ڊاڪٽر سڄڻ ميمڻ، ڪيپٽن هارون ۽ ميڊم ممتاز پٽو تي مشتمل وفد هو. اسان کي جيتوڻيڪ آگاهي مهم جي پراجيڪٽ جي پڻ آڇ ڪئي وئي پر اسان اها آڇ قبول نہ ڪئي ۽ رضاڪاراڻہ طور شهيد هوش محمد شيدي ويلفيئر آرگنائيزيشن سڄي سنڌ ۾ ڪم ڪيو، ان وقت ايڊز بابت ڪنهن کي پڻ خبر نہ هئي تہ اها بيماري ايڏي تباهہ ڪن ٿي سگهي ٿي. اسان کي ان آگاهي مهم دوران ڪيترن ئي مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پيو. فتح ٽيڪسٽائيل مل وارن اسان کي عطئي طور بينر ۽ پمفليٽ ڇپرائي ڏنا هئا ۽ اسان سرڪاري اسپتالن سميت ڳوٺاڻي بازارن ۾ پڻ ورڪشاپ ڪيا. ڪافي جاين تي مشڪلاتون پيش آيون. هڪ پيرو اسان چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج جي هڪ پروفيسر سان ان ڏس ۾ ملاقات ڪئي تہ هن اسان کي اهو چئي حيريت ۾ وجهي ڇڏيو تہ ايڊز نالي ڪنهن بہ بيماري جو وجود ئي ناهي ۽ نہ ئي مون اهو نالو ٻڌو آهي. جڏهن ڪيس يو اين جي ميڊيڪل وفد بريفنگ ڏني تہ هو اسان سان گڏجي ڪم ڪرڻ لاءِ راضي ٿيو پر جڏهن هن لاڙڪاڻي جي هڪ مشهور بازار ۾

اتي ڪم ڪندڙ عورتن سان ملڻ ويو تہ پوءِ ڪيترائي مسئلا پڻ پيدا ڪيائين ۽ اتي اوت پٽانگ حرڪتون ڪرڻ شروع ڪيائين. ڪيس اندازو ئي نہ هو تہ هو هڪ عالمي سطح جي اداري سان گڏ ڪم ڪري رهيو آهي ۽ سرڪاري اداري ۾ صحت جي شعبي جي پروفيسر هئڻ ناتي هن تي هڪ وڏي ذميواري پڻ عائد آهي.

شهيد هوش محمد شيدي ويلفيئر آرگنائيزيشن نہ تہ منافعو حاصل ڪرڻ لاءِ ٺاهي وئي ۽ نہ ئي هو صرف هڪ برادري تائين محدود آهي. اسان سماج ۾ پسمانده طبقن کي ٽريڊ يونين ۽ هارين جي تنظيمن کان سواءِ پڻ ٻين محاذن تي منظم ڪرڻ شروع ڪيو. شاگردن جو پڻ هڪ موثر محاذ هو پر ان محاذ ۾ ڪيتريون ئي ڪمزوريون پڻ آهن. هڪ طرف نوجوانن جو گرم خون پنهنجي سامهون وڏين رڪاوٽن کي منهن ڏئي سگهي ٿو ۽ اڳتي هلي محنت ڪش طبقي جي جدوجهد ۾ هڪ باشعور ۽ تيار ٿيل ڪيڊر جي صورت ۾ شامل ٿئي ٿو پر ٿيو ايئن آهي تہ اسان وٽ تعليم حاصل ڪرڻ غريب مزدور ۽ هارين لاءِ ڇڻ هڪ خواب آهي ۽ شاگردن جي اڪثريت صرف مڊل ڪلاس مان ئي هجي ٿي ۽ اهو طبقو موقعي پرستي جو جلد ئي شڪار ٿئي ٿو.



# ڪامريڊ خديجہ گوهر

هر اڪ مڪان ڪو هي مڪين سي شرف اسد
مجنون جو مر گيا تو جنگل اداس هي (غالب)

ڪامريڊ خديجہ گوهر جو ڪردار ان ڏس ۾ انتهائي اهم هو، سندس لاهور وارو گهر ڏيهي ۽ پرڏيهي ڪامريڊن جو مسڪن هو، اتي فلسطيني شاگرد پڻ ايندا هئا جيڪي فلسطين جي آزادي لاءِ سرگرم هئا تہ آفريڪي ملڪن مان اپارٿائيڊ خلاف جنگ ڪندڙ ڪاري نسل جا شاگرد پڻ ايندا ويندا هئا تہ ملڪ جي ڏورانهين علائقن جا بلوچ پڻ ان گهر کي پنهنجو گهر سمجهندا هئا. ڪامريڊ خديجہ غير معمولي انقلابي عورت هئي، قدرت کيس حسن ۽ ذهانت پنهي سان نوازيو. هن جي پاڪستاني نوجوان سان عشقيہ شادي ٿي جيڪو ان وقت فوج ۾ اعلي عهدي تي هو، امام علي گوهر، افغانستان جي اشرافيہ سان تعلق رکندو هو ۽ خديجہ گوهر آفريڪا ۾ جائي هئي ۽ سندس خاندان جو پس منظر گجرات جي ڪانياواڙي نسل سان هو، اڄ پڻ سندس خاندان جا فرد آزاد ڏکڻ آفريڪا جي حڪومت ۾ اهم عهدن تي آهن، سندس والد دنيا جي عظيم انقلابي اڳواڻ نيلسن منڊيلا جو گهاٽو دوست هو ۽ آفريڪا جي آزادي جي جدوجهد ۾ پڻ سرگرم رهيو، موجوده دور ۾ ڏکڻ آفريڪا جو مشهور ڪرڪيٽر هاشم املا پڻ سندس خاندان سان تعلق رکي ٿو. خديجہ گوهر پيدائشي طور انقلابي هئي ابتدا ۾ هڪ يهودي ۽ آفريڪي شيدي استادن کيس آزادي ۽ انقلاب جي شعور سان متعارف ڪرايو ۽ متان وري حالتن پڻ کيس گهڻو ڪجهہ سيکاري ڇڏيو هو، خاندان جا فرد پڻ نيلسن منڊيلا جي اپارٿائيڊ مخالف تحريڪ ۾ تمام گهڻو سرگرم هوندا هئا، سندس زندگي ۾ اهم موڙ ان وقت آيو جڏهن اها ڪيپ ٽائون جي ٽريفالگر اسڪول مان ابتدائي تعليم مڪمل ڪري اڳتي پڙهڻ چاهيندي هئي پر ان وقت جي نسلي ڪٽرپڻي جي رياستي قانونن موجب ڪنهن بہ آفريڪي يا ايشيائي نسل کي گورن سان گڏ يونيورسٽي ۾ داخلا وٺڻ جي منع هئي سو سندس والد کيس 1946ع ۾ پنهنجي اباڻي ملڪ انڊيا موڪليو جتي هو پهريان ممبئي ۾ آئي ۽ ڪجهہ وقت اتي رهڻ کان پوءِ 1947ع ۾ ڪراچي آئي جيڪو نئين وجود ۾ آيل رياست پاڪستان جي گادي جو هنڌ هو. خديجہ گوهر جي شادي جو واقعو پڻ تمام دلچسپ آهي. ڪراچي جي عيسائي مشنري ڪاليج ۾ داخلا وٺڻ کان پوءِ اتي پڙهندڙ هڪ ڪلاس ميٽ شاگرديائي سان سندس دوستي ٿي جيڪا پختون خاندان سان واسطو رکندي هئي ۽ ان جا وڏا افغانستان ۾ تمام اهم عهدن تي

رهي چڪا هئا ۽ هاڻ اهي پشاور ۾ رهائش پذير هئا، اها ئي چوڪري ڪيس لاهور وٺي وئي جتي ان جي پاءُ (جيڪو ان وقت تئين قيام ۾ آيل ملڪ جي فوج ۾ ڪيپٽن طور ڪم ڪري رهيو هو) ڪپتان علي گوهر سان خديجہ جي ويجهڙائي ٿي پر ڪيس قدامت پسند پختون سماج جون روايتون راس نہ آيون، ڪيپٽن گوهر ڪيس پنهنجي ڀيڻ معرفت شادي جو پيغام پڻ ڏنو پر خديجہ ڪپتان علي گوهر سان شادي ڪرڻ کان لنوائڻ لڳي پر ڪپتان ڪيس پنهنجي دل ڏئي چڪو هو، ڪامريڊ خديجہ جڏهن لاهور جي ڪينرڊ ڪاليج مان تعليم مڪمل ڪري برطانيہ جي لنڊن اسڪول آف اڪنامڪس ۾ داخلا وٺي برطانيہ وئي جتي علي گوهر سندس پيڇو جاري رکندي پنهنجي پوسٽنگ لنڊن ۾ موجود پاڪستاني هاءِ ڪميشن جي ملٽري شعبي ۾ ڪرائي جتي آخرڪار خديجہ شادي لاءِ راضي ٿي وئي ۽ اهڙي ريت اهي واپس لاهور آيا ۽ علي گوهر جيڪو هاڻ ڪرنل جي عهدي تي پهچي چڪو هو انهن پشاور ڇڏي خيرآباد چئي لاهور ۾ رهائش اختيار ڪئي، 1960ع ۾ ڪرنل هوهر فوج مان رٽائرمينٽ ورتي ۽ لاهور ڪينٽ روڊ تي هڪ عاليشان گهر خريد ڪيو (جيڪو 70 ۽ 80 جي ڏهاڪن ۾ ملڪي ۽ غير ملڪي انقلابين جو ٺاڪ هوندو هو). ڪامريڊ خديجہ گوهر انقلابي سرگرمين سان گڏ ڪيترائي ڪتاب پڻ لکيا، سندس موضوع عالمي انقلاب ۽ عورتن جي جدوجهد هوندو هو، ڪامريڊ خورشيد جي ساڻس ملاقات پڻ انهن جي هڪ گڏيل دوست جي معرفت ٿي ۽ اها ملاقات ان وقت ٿي جڏهن خورشيد فوج مان سينيئر ميجر جي عهدي تان استعيفيٰ ڏئي واپس آيو هو ۽ لاهور ۾ سندس ٺڪاڻو پڻ ڪامريڊ خديجہ جو گهر هوندو هو. ڪامريڊ خديجہ خورشيد جي زندگي ۾ اميدن جي جوت جلائي ۽ ڪيس مايوسين جي اوڙاهہ مان ڪڍي اميد جي ڪناري ڪان آشنا ڪيو. مون 1955ع ۾ ڊاڪٽر اعزاز نذير سان گڏجي ڪامريڊ خديجہ سان هڪ ڀيرو گڏجاڻي ڪئي هئي پر اسان ان ڪان پوءِ وڌيڪ ملي نہ سگهياسين پر ڪامريڊ خورشيد سان گڏجي ڪم ڪرڻ (1978ع) ڪان پوءِ اسان لاهور ۾ ڪامريڊ خديجہ سان ملڻ ويندا هئاسين ۽ ڪامريڊ خديجہ پڻ سنڌ ايندي هئي تہ عمرڪوٽ، ٿرپارڪر، بدين ۽ ٽنڊوالهيار جي ڳوٺن ۾ الاهي سارو وقت رهڻ پئي هوندي هئي، خورشيد جيان اها پڻ عام ماڻهن سان گڏجي انهن جي انداز ۾ رهڻ پسند ڪندي هئي. مون ڪامريڊ خديجہ کي پنهنجي ڀيڻ چيو ۽ اسان پاءُ ڀيڻ جو رشتو آخري وقت تائين قائم رهيو ۽ ايستائين جو جڏهن ان جو اسڪردو ۾ انتقال ٿيو تہ پنهنجي مرڻ ڪان ڪجهہ گهڙيون اڳ خورشيد کي چيائين تہ ڪامريڊ مون زندگي ۾ پنهنجي حصي جو سمورو ڪم ڪري ڇڏيو آهي ۽ بس آخري اها ئي

اميد اڌوري رهجي وئي آهي جو تون مون کي، سنڌ وٺي وڃين ها ۽ آئون ڪامريڊ صديق پنهور ۽ پائو فيضو شيدي سان ملان ها.

خديجه گوهر جيتوڻيڪ مٿئين طبقي مان هئي پر ان پنهنجي پوري زندگي غريب ۽ مظلوم طبقن جي جدوجهد لاءِ وقف ڪري ڇڏي، ڏکڻ آفريڪا جي آزادي کان پوءِ جڏهن اها واپس پنهنجي اباڻي ملڪ گهمڻ وئي ته ان وقت غلامي جي رات ختم ٿي چڪي هئي ۽ آزادي جو صبح نروار ٿيو هو، هن هڪ ڀيرو اسان کي ٻڌايو ته سندس هڪ مائٽ جيڪو نئين حڪومت ۾ وزير هو ان کيس پنهنجي ڪار ۾ وٺي شهر جي رستن جا چڪر لڳائيندو هڪ وڏي عمارت جي چوٿئين منزل ۾ هڪ آفيس ۾ وٺي ويو جتي ان جي آمد جو اڳوات اطلاع عظيم اڳواڻ نيلسن منڊيلا کي ڏنو ويو جيڪو پنهنجي آفيس جي گيٽ تي اچي سندس هٿن کي چمي ڏئي کيڪاريائين ۽ نئين آزاد ملڪ ۾ کيس ڀليڪار چيائين ۽ هو اوستائين بيٺو رهيو جيستائين خديجه صوفي تي نه ويٺي، نيلسن منڊيلا جي انهي عظمت جو اظهار هو وڏي فخر سان ڪندي هئي. خديجه گوهر ماسڪو ۾ عورتن جي عالمي ڪانفرنس جي موقعي تي ڊاڪٽر نجيب الله ۽ گورباچوف سان پڻ ملي هئي، پنهنجي آخري وقت ۾ هن گلگت بلتستان جي عورتن جي ڀلائي لاءِ اسڪردو ۾ هڪ ادارو پڻ جوڙيو جنهن ۾ عورتن جي صحت ۽ تعليم لاءِ ڪم ڪيو ويندو هو. جيتوڻيڪ ڪرنل گوهر ساڻس پوري زندگي تائين خوشگوار انداز سان نباهيو پر ان جي مرتئي کان پوءِ اها گهريلو معاملن بابت ڏاڍي پريشان رهندي هئي، سندس اولاد روايتي اپر ڪلاس جي اولاد وانگر ٿي هو ۽ ملڪيت ۽ ذاتي جهيڙن جهڳڙن ان عظيم انقلابي عورت کي ڏاڍو پريشان ڪيو، هڪ ڀيرو جڏهن اها ڪامريڊ خورشيد جي آشرم ۾ ويٺي هئي ته هن اسان کي چيو ته چا توهان مون کي سنڌ ۾ هڪ جهوپڙي نٿا ڏيئي ڏيو جتي جو ڳياٽي وانگر آئون پنهنجو آخري وقت سڪون سان گذاريان. اهي لفظ ٻڌي مون کي نظرياتي ۽ رت جي رشتن جو تجربو ٿيو.

پنهنجي زندگي ۾ ڪامريڊ خورشيد جي ساٿ سبب ڪيترائي عظيم ماڻهو مليا جيڪي پوءِ منهنجا پڻ دوست ٿي ويا، ڪينيڊا ۾ رهندڙ پروفيسر سيموئيل جوزف (ڪامريڊ سيم) ۽ سندس زال فرانسيسڪا پڻ خورشيد سان گڏجي سنڌ آيا ۽ انهن سان سفر ڪرڻ جو مون کي پڻ موقعو مليو.

ڪامريڊ خديجه گوهر جي لاهور واري گهر ۾ هڪ سوڊاني شيدي دوست خليل سان ملاقات ٿي ۽ پوءِ اسان پاڻ ۾ دوست ٿي ويا سين هن جو ضد هو ته آئون پاڪستان جي

ڪنهن شيدياڻي سان شادي ڪندس پر ان جي والد کي جڏهن اها خبر پئي تہ ڪامريڊ خديجہ کي چيائين تہ ان جي شادي اڳ ئي پنهنجي قبيلي جي هڪ ڇوڪري سان طئي ٿيل آهي ۽ ان کي واپس سوڊان موڪلي. ڪامريڊ خديجہ ان جي والد سان منهنجو ذڪر ڪيو تہ هاڻ هو منهنجي پاءُ فيضو شيدي جو گهاٽو يار آهي ۽ هو ئي ڪيس راضي ڪري پاڻ سان گڏ سوڊان آڻي سگهي ٿو ۽ پوءِ هن جي والد مون کي خط لکي ۽ آئون خليل کي واپس سوڊان وٺي ويس جتي هن جي شادي ٿي ۽ ان دوري ۾ هن مون کي گهانا ، تنزانيہ، يوگينڊا ۽ صوماليہ پڻ گهمايو، آئون تنزانيہ ۽ گهانا ۾ تلهار جي مرحوم عبدالباري قمبراڻي جي نياڻين جي گهر پڻ ويس، هي 1980ع جو ڏهاڪو هو ان وقت آفريڪا جو ڪنڊ بربريت جو نمونو پيش ڪري رهيو هو، شيدي (آفريڪي قبيلا) بري ريت وچ شهر ۾ هڪٻئي کي چاقوئن سان حملا ڪري ماري رهيا هئا ۽ موجوده وقت حالتون ڪجهہ بهتر آهن پر ان وقت مون کي پنهنجي اباڻي براعظم ۾ وحشي جيوت جا جيئرا جاڳندا آثار ڏسي تمام گهڻو ڏک ٿيو.

ذهن جي پردي تي ڪيتريون ئي يادون تري اچن ٿيون ۽ مون کي ياد آهي تہ مون پنهنجي ڏيهي ۽ پرڏيهي دوستن جا خط ۽ تصويرن سانڍي رکيون هيون ۽ باقائدي ڊائري بہ لکندو هئس اهي سڀ ٽنڊو مير محمد ڪان قاسم آباد واري گهر ۾ منتقل ٿيڻ وقت هيڏانهن هوڏانهن ٿي ويا، ان کان سواءِ ڪيترائي ڪتاب پڻ هئا جيڪي پوءِ دوستن جي نذر ٿي ويا، شهيد هوشو شيدي جي مزار کي گمنامي مان ڪڍڻ کان پوءِ شيدي قبيلي ۾ پنهنجي شناخت جي باري ۾ انسپائيريشن جو احساس بيدار ٿيڻ لڳو، سماج ۾ شيدي برادري جو اڳ ۾ جيڪو تصور هو سو اسان جي دلت پائرن (پيل، ڪولهي، ميگهواڙ ۽ ڀين برادرين) کان گهڻو بهتر نہ هو پر خورشيد قائمخاني انهن قبيلن تي تحقيق ڪري ڪين عظمت جو احساس ڏياريو، اڳ ۾ شيدي نسل در نسل غلام قبيلي طور سڃاڻپ رکندا هئا پر اسان کين عظمت جو احساس ڏياريو، سماج ۾ شيدي کي ”هل ڙي شيدي“ سڏي تذليل ڪئي ويندي هئي، ماتم ۽ پٽڪو ڪرڻ ئي اسان جي قبيلي جي سڃاڻپ هئي ۽ پيو جيڪو حوالو شيدين لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو ان بابت موضوع جي نزاڪت ۽ حساسيت کي نظر ۾ رکندي هتي لکڻ ضروري نٿو سمجهان: سچي ڳالهہ اها پڻ آهي تہ اسان جي شيدي برادري پنهنجي سڃاڻپ کي دلتن وانگر لڪائي رکيو آهي، ڪٿي اهي حيدري سڏائين ٿا تہ ڪٿي وري مڪراڻي، بلالي، قمبراڻي جي نالي تي پنهنجو پناهہ ڳولين ٿا، اسان پڻ شروع ۾ پاڻ کي بلوچ سڏائيندا هئا سين پر بعد ۾ فخر وچان پاڻ کي شيدي سڏرائڻ شروع ڪيو. شيدي برادري مڪمل طور مهذب ۽ پرامن برادري رهي آهي. محب شيدي جهڙن ڪردارن کي پڻ سماج جي استحصال مجبور

ڪري مزاحمت تي مجبور ڪيو، هر سماج ۾ چگا توڙي برا ٿئي هوندا آهن پر ڪنهن ڪميونٽي کي صرف ان جي رنگ ۽ نسل جي بنياد تي لقب ڏيڻ سراسر ناانصافي آهي. آفريڪا ۽ آمريڪا ۾ ڪري چمڙي وارن جي جائز انساني ۽ بنيادي حقن جي تحريڪن پڻ هتي مثبت نتيجا ڏنا. سر مارٽن لوٿر ڪنگ، پروفيسر انجيلا ۽ نيلسن منڊيلا سميت ڪيترن ئي انقلابي ڪردارن کي پنهنجو آئيڊل بڻايو ويو. اسان جي سياسي نصاب ۾ مارٽن لوٿر ڪنگ، انجيلا ۽ دلتن جي عظيم ليڊر ڊاڪٽر ڀيم رائو امبيڊڪر کي متعارف ڪرائڻ جو سهرو ڪامريڊ خورشيد قائمخاني جي سر تي آهي ۽ ان سان گڏ آفريڪي ماڻهن جي اپارٽائيڊ مخالف تحريڪ ۽ جپسين جي تاريخ تي پڻ خورشيد صاحب تحقيق ڪري اسان کي ناياب مواد ڏنو. خورشيد قائمخاني پروفيسر انجيلا جي جدوجهد تي ”تپتي ريت“ نالي سان هڪ ڪتاب پڻ لکيو ۽ پوءِ پاڪستان ۾ آباد شيدين تي ”شيدي حبشي“ نالي ٻيو ڪتاب پڻ لکيائين. خورشيد جي اها تحقيق پڻ ترقي پسند ادب جو هڪ حصو آهي. ان دوران مون شيدي قبيلي جي نوجوانن سان رابطا ڪري شهيد هوش محمد شيدي ويلفيئر ايسوسيئيشن جو بنياد رکيو، ان پليٽ فارم تي اسان شيدي قبيلي سميت تمام غريب قبيلي جي عورتن، ٻارن ۽ نوجوانن جي ڀلائي لاءِ وڏو ڪم ڪيو. هي ان وقت جي ڳالهه آهي جڏهن اين جي اوز جي لهر پڻ نه آئي هئي ۽ اسان اهو سمورو ڪم پنهنجي وسيلن تي ڪيو، ان وقت اسان شيدي قبيلي جي سجاڳي لاءِ هوشو پچار نالي هڪ ماهوار رسالو پڻ شايع ڪندا هئاسين جيڪو ڪيترائي سال هليو پر جڏهن دوستن اين جي اوز جي وهندڙ گنگا ۾ هٿ ڌوئيندي ان سماجي تنظيم کي ڊونرز جي پراجيڪٽن تحت هلائڻ شروع ڪيو ته پاڻ هٿ ڪڍي گهر ويهي رهياسين ۽ وقت ثابت ڪيو ته پنهنجي مدد پاڻ تحت ٿيل ڪم ۽ پراجيڪٽن ذريعي ڪيل ڪم ۾ ڏينهن رات جو فرق واضع آهي.

ڪاري چمڙي جي تحريڪ ۽ هتي جي طبقاتي جدوجهد جو اثر منهنجي خاندان تي پڻ رهيو آهي، منهنجي هڪ پٽ جو نالو مون پنهنجي انقلابي دوست جي ياد ۾ حسن ناصر رکيو آهي ۽ پنهنجي ڌيءَ جي جمڻ وقت خورشيد قائمخاني پڻ موجود هو جنهن سندس ڪن ۾ ٻانگ ڏئي مٿس آمريڪي انقلابي عورت انجيلا جو نالو رکيو پر اها جُدا ڳالهه آهي ته اهي انقلابي بنجڻ بدران روايتي مدل ڪلاس جا فرد ٿي رهيا.

تحريڪ دوران منهنجي خاندان پڻ ڪافي ڀوڳيو، منهنجو گهڻو وقت ڊيوٽي ۽ ان کان پوءِ سياسي سرگرمين ۾ گذرندو هو، آئون لڳاتار ڊيوٽي ڪندو هئس ۽ ان جي نتيجي ۾ مون کي هر سال چار مهينا پگهار سميت موڪل جي رعايت ڏني ويندي هئي ۽ اهو وقت

آئون پنهنجي تنظيمي سرگرمين ۾ گذاريندو هئس. منهنجي پگهار ۾ پنهنجو ۽ دوستن جو ياڙو خرچ ۽ ماني وغيره ئي مس ٿيندو هو. گهر واري پارن کي پڪوڙا ۽ ڪچوريون ناهي ڏيندي هئي جيڪي اهي وڪڻي پنهنجو گذر سفر ڪندا هئا ۽ ان دوران انهن تعليم پڻ پرائي ۽ هاڻ پنهنجي مڇي ماني وارا آهن.

ڪافي دوست پنهنجي زندگي ۾ دوستن کان ڏوکي ۽ دغا جو راڳ آلاپيندا آهن، منهنجي خيال ۾ ايئن چوڻ صحيح نہ آهي ۽ نہ وري ڪنهن دوست تي ايترو نہ ياڙجي جو ان جي مدد کان سواءِ توهان اڳتي وڌي نہ سگهو، نظرياتي سات الڳ ڳالهہ آهي، منهنجي پنهنجي دوستن کان اڄ تائين ڪا بہ شڪايت ناهي رهي ۽ آئون پڻ سمجهان ٿو تہ مون کان پڻ منهنجي دوستن کي ڪو شڪايت نہ هوندي، مون پنهنجي زندگي ۾ هڪ ميگهواڙ نوجوان ۽ هڪ خاصخيلي نوجوان کي پنهنجو پٽ ڪري سنڀاليو ۽ اهي پڻ موت ۾ مون کي پنهنجي اولاد کان بہ وڌيڪ محبت ڏئي رهيا آهن.

جواني جي دور جو يادون هن وقت ونڊڻ ڪجهہ مناسب نہ لڳي رهيو آهي پر شايد پيو اهڙو موقعو نہ ملي ان ڪري هڪ ذاتي محبت جو داستان پڻ سنگت جي اڳيان رکان ٿو، 1965ع وارن سالن ۾ منهنجي ڪراچي جي هڪ ڪامريڊ دوست عاصمہ سان ويجهڙائي رهي ۽ اسان ڪميونسٽ پارٽي تي لڳل بندش دوران زال مڙس جي حيثيت سان بلوچستان، سرحد ۽ پنجاب ۾ ڪم ڪندا هئا سين، اهو رشتو صرف دوستي کان اڳتي وڌي نہ سگهيو، مون ان سان شادي ڪرڻ جي حامي پڻ ڀري پر اسان جي شادي نہ ٿي سگهي. ايترو ويجهو هئڻ باوجود اسان ۾ اخلاقيات جو پڻ دائرو هو جو شادي جو وعدو ڪيو سين پر شادي کان اڳ صرف گڏ هلڻ ۽ ڳالهائڻ تائين محدود هئاسين. موجوده بلوچستان جو وڏو وزير مالڪ بلوچ پڻ ان وقت ڪامريڊن جو حامي هو هاڻ شايد اسان کي سڃاڻي ٿو يا نہ.

منهنجي شادي پڻ عجيب اتفاق هو. پنهنجي ڪم تان موٽي هڪ دفعو گهر آيس تہ مون کي پنهنجي ڏاڏي ۽ امان بختاور پاڻ وٽ گهرائي پنهنجي رشتيدار ڇوڪري سان شادي ڪرڻ لاءِ چيو تہ مون نتائيندي کيس چيو تہ حاضر بابا ڪجهہ وقت کان پوءِ آئون شادي ڪندس، پر انهن ان وقت ئي مولي کي گهرائي نڪاح ڪري ڪجهہ ئي ڏينهن ۾ رخصتي پڻ ڪئي ۽ اهڙي ريت آئون ازدواجي پنڌڻ ۾ ٻڌجي ويس. شروعاتي شادي وارن ڏينهن ۾ مون لڳاتار پنهنجي گهرواري کي انقلابي بنائڻ لاءِ چار راتيون "صرف انقلاب تي ليڪچر ڏنو ۽ ان جو نتيجو اهو نڪتو جو ڇوڪري پنهنجي ماءُ (جيڪا

منهنجي چاچي پڻ هئي) ڪي بيزاري مان چيو تہ امان فيضو چريو ٿي ويو آهي رڳو پيو انقلاب انقلاب ڪري ۽ غريبن تي ظلم جا داستان پيو ٻڌائي. اها ڳالهہ ٻڌندي ئي چاچيءَ مون کي گهرائي چيو تہ بابلا تو کي ڇا ٿي ويو آهي، ڇيم ڪجهہ بہ ناهي گهرواري کي انقلاب لاءِ تيار پيو ڪريان. پر منهنجي گهرواري عام ڳوٺاڻي عورت هئي ۽ روايتي زال هئي سو مون پڻ ڪيس انقلابي بڻائڻ بدران ساڻس روايتي زال مڙس وارو ناتو رکيو. هن منهنجي ڪري گهڻو ڪجهہ برداشت ڪيو آهي، جڏهن سندس ماءُ گذاري وئي تہ ان وقت اسان ٽنڊو مير محمد ۾ رهندا هئاسين، ماڻس جي موت جي ڄاڻ ملڻ کان پوءِ هن مون کي اڏيرو لال هلڻ لاءِ چيو تہ ان ڏينهن ڇمبڙ ۾ هارين جو هڪ جلسو رکيل هو ۽ مون کيس ٻڌايو تہ آئون ڇمبڙ وڃي رهيو آهيان ۽ تون پٽ سان گڏجي اڏيرو لال وڃ ۽ هن پڻ ڪا شڪايت ڪرڻ کان سواءِ منهنجي ڳالهہ مڃي. اڄ جڏهن اها هڪ موذي مرض کي منهن ڏئي رهي آهي تہ مون کي ڄامشورو ۽ ڪراچي جي اسپتالن ۾ گڏ هلندي حيريت مان چوندي آهي تہ مون تو کي معاف ڪري ڇڏيو آهي جيڪڏهن تون اڄ پڻ پنهنجي ڪامريڊي واريون سرگرميون ڪر تہ بہ تو کي موڪل آهي.

1968ع ۾ ٽنڊو ملز جي مزدور ٽريڊ يونينن اسٽرائيڪ ڪئي ۽ ڏسندي ئي ڏسندي حيدرآباد جي سمورين ملن جا مزدور هڪ ٿي ويا. ان هڙتال دوران ڪيترن ئي مزدور اڳواڻن کي گرفتار پڻ ڪيو ويو، مون کي پڻ ان ڏوهہ ۾ ٽنڊي مير محمد مان پوليس جي ڇهہ ٽرڪن جي قافلي گهيرو ڪري گرفتار ڪيو، مون سان گڏ بدرالدين (ٽنڊي مير محمد وارو) ۽ مومن درس پڻ گرفتار ڪري جيل موڪليائون. ان وقت وري دلچسپ صورتحال تڏهن پيدا ٿي جڏهن جيل ۾ پهچڻ شرط اتي ڪنهن برداشتي (پراڻي قيدي) اسان کي حال احوال ڏنا تہ پائو توهان نوان آيا آهيو هتي مراد علي مير جت (ان وقت جو مشهور ڌاڙيل) جي بادشاهي هلي ٿي سو توهان بہ وڃي ان وٽ پيش پئو تہ توهان کي جيل ۾ سهوليتون ملي سگهن ٿيون. مراد علي مير جت اسان جي ٽر جو هو ۽ منهنجي چاچي جو گهاٽو يار هو سو مون ان برداشتي کي چيو تہ منهنجي مراد علي کي چئو تہ اسان وٽ پيش پئي تہ اهو ويچارو حيران ۽ پريشان ٿي ويو ۽ مراد علي مير جت کي چيائين تہ شايد توهان جا ڪي دوست آيا آهن تن هجت ۾ توهان کي پاڻ ڏانهن گهرائڻ جو مون هٿان نياپو موڪليو آهي. اهو نياپو ٻڌندي ئي مراد علي اسان وٽ هليو آيو ۽ اسين ڀڪين پئجي ويا سين، جيتوڻيڪ منهنجي مراد علي مير جت سان اها پهرين ملاقات هئي پر منهنجي چاچي جي دوستي جا دم ڀريندي هن اسان سڀني مزدور اڳواڻن

کي پنهنجي وارڊ ۾ رهايو ۽ ڪجهه مهينا جيڪي اسان جيل ۾ ڪٽيا سين اهي بهتر نموني گذري ويا.

ايئن زندگي ۾ هڪ پيو ڏاڙيل محب شيدي به اسان سان ٽڪرايو هو، ٿيو ايئن جو هن پنهنجي طريقي مطابق حيدرآباد جي هڪ دوست جي اوطاق تي چندي جي چٺي موڪلي، اهو زميندار حقيقت ۾ هاري تحريڪ جو وڏو سرگرم همدرد هو ۽ ان جي اوطاق اسان ڪامريڊن جو ٿاڪ بڻيل هوندي هئي سو اسان جي سنگت فيصلو ڪيو ته محب شيدي کي سبق سيکاربو ۽ ڪجهه ڏينهن کان پوءِ محب شيدي جو هڪ چاڙتو اسان جي ان دوست جي اوطاق تي آيو ته اسان چندو ڏيڻ جي بدران ان کي وري اها چٺي موڪلي ڏني ته جيڪڏهن تون شيدي آهين ته اسين پڻ شيدي آهيون، جيڪڏهن وڙهندين ته وڙهندا سين باقي هتان چندي جي ڪا اميد نه رک ۽ ان کان پوءِ محب شيدي ڪڏهن به ان اوطاق ۽ ڳوٺ جو رخ نه ڪيو باقي پر پاسي جي ڳوٺن ۾ پڌندا هئاسين ته محب شيدي جو ٽولو وارداتون ڪري ويندو هو. چون ٿا ته محب شيدي جا وڏا اڏيرو لال جي شيدين مان هئا پر منهنجي ساڻس ڪڏهن به ملاقات نه ٿي.



# شهيد حسن ناصر

قفس اداس هي يارو صبا سي ڪڇھ تو ڪهو،
ڪهين تو بهرِخدا آج ذڪرِ يار چلي. (فيض احمد فيض)

سوئي گئس جي ڪاتي ۾ ڪم ڪرڻ سان مون کي اهو فائدو ٿيو تہ ملڪ جي دور دراز علائقن ۾ ڊيوٽي جي ڪري وڃڻ ٿيندو هو ۽ ان ملازمت دوران پنهنجي دوستن کي پڻ محفوظ پناهہ ملي ويندي هئي. اهو ئي سبب هو جو مون ڪڏهن بہ ڊيوٽي ڇڏڻ بابت نہ سوچيو جڏهن تہ ٻيا ڪامريڊ ڪيترين ئي عارضي ڊيوٽيون ڪندا هئا ۽ ڇڏي پڻ ڏيندا هئا. هڪ ڏينهن حڪومت پاران خطرناڪ قرار ڏنل ڪامريڊن جو هڪ جٿو پنجاب مان سکر پهتل هو اتي ڪجهہ سنڌ ۽ بلوچستان جا ڪامريڊ پڻ اچي ملِيا، ڊاڪٽر اعزاز نذير جو حڪم هو تہ انهن ڪامريڊن کي سنڌ يا بلوچستان جي محفوظ ٺڪاڻي تي پهچايو وڃي پر مسئلو اهو ٿيو جو جنهن جاءِ تي اهي ڪامريڊ ترسيل هئا اها جاءِ هڪ رهائشي آبادي جي ننڍڙي گهر جي صورت ۾ هئي ۽ ان ۾ وري ڪامريڊن جي ٻٽالين لٿي تہ اهو گهر مشڪل سان انهن ڪامريڊن کي سمائي سگهيو پئي ۽ مٿان وري سي آءِ ڊي ۽ پوليس سميت اصل واڳ ڌڻين کي پڻ مهمانن جي آمد جو اطلاع پڻ ملي چڪو هو پر اسان وري اها اٽڪل ڪئي جو گئس ڪمپني جي هڪ ٽرڪ ڪٽي ڇاٽايل جڳهہ تي پهتاسين ۽ ڪامريڊ جيڪي تيهہ کن هئا، کي وٺي بلوچستان آيس، رستي تي ڪيترائي ڀيرا پوليس ايندڙ ويندڙ گاڏين کي روڪي سختي سان تلاشي ورتي پر اسان جي ٽرڪ کي جڏهن روڪيائون تہ شهيد حسن ناصر (جيڪو اڳئين اپر سيٽ تي ويٺل هو) هن وڏي آواز سان اهلڪارن کي داٻو ڏيندي چيو تہ بابا اسان کي رستو خالي ڪري ڏيو ايمرجنسي ڊيوٽي تي وڃي رهيا آهيون ۽ رستي ۾ ڪيترن ئي جاين تي شهيد ناصر ٽرڪ تان لهي پوليس ۽ سي آءِ ڊي جي عملدارن وٽ وڃي رستو ڏيڻ لاءِ چيو ۽ انهن ڊول سپاهين مڪمل پروٽوڪول سان لنيون ڪٽي ٻيون گاڏيون هٽائي اسان کي اڳتي رستو ڏيندا رهيا، گاڏي ۾ ڪمپني جو لوگو لڳل ڪجهہ ڪيپس (ٽوپيون) ۽ هيلميٽ پڻ پيل هيون جيڪي ڪامريڊن پائي رکيون هيون ان ڪري ڪنهن کي بہ شڪ جو موقعو نہ مليو ۽ اسان هڪ ڊگهو ٿڪائيندڙ سفر ڪري خير سان پنهنجي ٺڪاڻي تي آياسين. اهو ٺڪاڻو پڻ شهر کان پري ڪمپني جي هڪ فيلڊ هو جتي ويراني واڪا ڪري رهي هئي ۽ اوچن جبلن آدرش جي پانديئڙن کي پنهنجي محفوظ گود ۾ پناهہ ڏني، ڪامريڊ عاصمہ (جنهن جو ذڪر اڳ ۾ اچي ويو آهي) اها پڻ اسان جي قافلي ۾ شامل

واحد عورت هئي، ڪي پهريان ڪامريڊن هجت مان بورچي جي ڊيوٽي تي لڳائڻ ٿي چاهيو پر پوءِ اها اسان جي جٿي جي سرواڻ تي سامهون آئي ۽ اسان اتي وري پاڻ ڪي اسڪائوٽ سڏائڻ شروع ڪيو، اها صلاح شهيد حسن ناصر جي هئي. اهڙي ريت اسڪائوٽن جي اها ڪئمپ هڪ مهينو جاري رهي ۽ پوءِ سهوليت خاطر ڪامريڊ آهستي آهستي پنهنجي ڪم تي ويندا رهيا ۽ آخر ۾ صرف ڪجهه ڪامريڊ ئي وڃي بچيا.

هڪ ڏينهن آئون شام جو پنهنجي ڪئمپ کان پريان هڪ جبل تي چڙهي ويس، ان علائقي مان گئس دريافت ٿي هئي، پري پري تائين انساني آبادي جو ڪو نالو نشان به نه هو، صرف ڪاري ۽ پوري رنگ جي جابلو چوٽين جو نه ڪٽندڙ سلسلو هو، ان ڏينهن جهڙالي موسم پڻ هئي آسمان تي ڪارا ڪڪر ڊوڙي رهيا هئا ۽ هلڪي هلڪي بوند بهاري ٿي رهي هئي. منهنجي پويان ڪامريڊ عاصمه به اتي پهتي، اها هڪ پٿر کي هٿ ۾ کڻي چتائي ڏسي رهي هئي ته مون کيس چيو ته ان پٿر کي چمي ڏي ته هن ان پٿر کي چميو ۽ مون مذاق وچان کيس چيو ته اهو پٿر ڪنهن قديم براهوي عاشق جو پنڊ پهڻ تي ويل جسم هوندو ۽ هزارين سالن تائين ان ويرانن ۾ تپسيا ڪرڻ کان پوءِ ان کي نيٺ تنهنجي چپن جو چس نصيب ٿيو آهي ته عاصمه چيو "تو پهر يه براهوي عاشق زنده کيون نهين هوتا؟"

حسن ناصر سان آئون ۽ ڊاڪٽر اعزاز نذير لاهور ۾ ملياسين ۽ ان ڪچهري ۾ هن اسان کي هڪ دلچسپ قصو ٻڌايو ته انڊيا ۾ هڪ وڏو عامل هٽي ٻيهي رهيو پر مريض صحتياب نه ٿيڻو هو سو نه ٿيو، عامل بابت مشهور هو ته هو جنن جو بادشاهه هو پر آخر ۾ ان عامل اهو عذر ڏنو ته جن تمام گهڻو خطرناڪ آهي ۽ اهو ديو جن پڪڙ ۾ نٿو اچي ۽ مردهه جانورن جي جسم ۾ داخل ٿي ويندو آهي ان ڪري مريض صحيح نه پيو ٿئي ساڳئي ريت آئون (حسن ناصر) پڻ ديو جن وانگر هڪ اهڙي جاءِ تي رهيل آهيان جتي اهي ادارا پهچي به نٿا سگهن. (ان وقت شهيد حسن ناصر هڪ پنگي جي گهر ۾ ترسيل هوندو هو). شهيد حسن ناصر جو رت هاڻو مڙهه جڏهن مير علي احمد ٽالپر وصول ڪيو ته اتي هڪ دوست جيڪو زميندار طبقي مان هو ان مير کي تنبيهه جي انداز ۾ چيو ته مير صاحب اهي ڪامريڊ تو کي ماراڻيندا تون انهن جي ايڏي طرفداري ڇو ٿو ڪرين. ان جي جواب ۾ مير علي احمد ٽالپر کيس چيو ته پاڻو هي شهيد ڪو سچو ڪامريڊ ناهي پر تو ۽ مون کان وڏيڪ سرمائيدار هو انڊيا ۾ پنهنجي بادشاهت ڇڏي هتي آيو هو ۽ هي لاش اسان کي چٽي رهيو آهي ته آخري فتح مزدورن ۽ هارين جي ٿي ٿيندي. اسان

ڪي انهن جو ڪانڌي ٿيڻ تي فخر ڪرڻ گهرجي نہ ڪي حڪومت ۾ اصل واڳ ڌڻين جي ڏيپ کان پنهنجي پيارن جي لاشن کي وصول ڪرڻ کان ئي انڪار ڪري ڇڏجي. سو خورشيد قائمخاني ۾ حسن ناصر منهنجا دوست ۽ استاد هئا، ڊاڪٽر اعزاز نذير ئي اهو ڪردار هو جنهن مون کي هڪ عام مزدور مان باشعور پرولتاري بنائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

اسان کي يقين هو تہ انساني ڀائيچاري ۽ برابري جي منزل اسان پنهنجي اکين سان ڏسي نہ سگهنداسين پر اها منزل ضرور هڪ ڏينهن انسان ذات جو مقدر بڻبي، ڪامريڊ عاصم کي هڪ دفعو انقلابي رومانس جي باري ۾ سوال ڪيم تہ جيڪڏهن انقلاب اچي وڃي ۽ هر انسان کي پنهنجا پنهنجا حق ميسر هجن ۽ اسان جي وچ ۾ انسان ۽ انسان کان سواءِ ٻيون ڪي بہ سرحدون ۽ فرق حامل نہ هجن تہ پوءِ تون ڪيئن زندگي گذارڻ چاهيندئين؟ تہ هن جيڪو جواب ڏنو اهو مون کي اڄ پڻ ياد آهي، هن چيو تہ ڪامريڊ اسان جيڪي پنهنجي مقصد لاءِ پنهنجي جان جوکي ۾ وجهي جهر جهنگ لتاڙي جوانيون ۽ مال اسباب قربان ڪري رهيا آهيون اهي سڀ ڪامريڊ حقيقت ۾ معصوم روح رکندڙ انسان آهن جيڪڏهن هتي ڏاڍ جو وجود ئي نہ هجي تہ پنهنجي جدوجهد لاءِ ايڏا بي قرار رهندڙ سڀ ڪامريڊ مساوات ۽ برابري جي دور ۾ دنيا کان بي پرواهہ ٿي حقيقي زندگي ۽ فطرت مان پڪين جيان آزاد زندگي گذارين. ڇاڪاڻ تہ دنيا ڏاڍي خوبصورت آهي پر ڪجهہ آگرين تي ڳڻڻ جيترن ظالمن ان بهشت کي دوزخ ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي.

اهي معصوم جذبا ئي هئا جن جي طاقت سان ڪاروان جاري هو، اهو قافلو جيڪو آنڌين ۽ طوفانن جي گهيري ۾ پڻ پنهنجو وجود نہ صرف بچائي پئي آيو پر سامراجي قوتن جي دلين ۾ پڻ خوف پيدا ڪري ڇڏيندو هو، ان وقت اصل سرڪار کي مطلوب انقلابي موجوده دور جي وحشي صفت درندن وانگر نہ هئا جيڪي انهن اصل قوتن جي ئي اشاري سان غريب ۽ معصوم بي گناهہ انسانن جي رت ۾ ننهن کان چوٽي تائين رڱيل آهن پر خطرناڪ قرار ڏنل ڪامريڊ هارين ۽ مزدورن جي طبقي مان ئي هئا ۽ انهن لاءِ ئي وڙهندا هئا. وقت پوءِ ثابت ڪيو تہ حڪمران طبقن عالمي سامراج سان گڏجي عوام جي حقيقي تحريڪن جو رخ بدلائڻ لاءِ گهڻ رخي سازشن جو ڄار وڇايو جنهن جي ابتدا پاپولرازم سان ٿي ۽ پوءِ انتهاپسند بنيادپرستي (جنهن کي پاپولر ترين هٿ سان جنم ڏنو) جا وڏي پيماني تي ٻج پوکي ماڻهن ۾ نفرت ۽ تفاوت پکيڙي وئي. ان دوران عوام جي حقيقي پروگرام رکندڙ ڪاپي ڌر خلاف رياستي ڪارستانيون پڻ جاري رهيون تہ

گڏوگڏ علائقائي ۽ قومي تضاد کي پڻ عوام جي خلاف استعمال ڪيو ويو. جيتوڻيڪ اسان وٽ ڪاپي ڌر جي زوال کي سويت يونين جي خاتمي سان ڳنڍيو پيو وڃي پر حقيقت ۾ ڪاپي ڌر جو زوال اسان وٽ پاپولر تحريڪن جي اڀار سان ئي شروع ٿيو. ڪاپي ڌر جي جدوجهد جي ميدان تي پاپولر ، انتهاپسند ۽ علائقائي سياست ڪندڙ ڌرين پنهنجي پنهنجي ڪئپيسٽي مطابق قبضو ڪيو، اسان (سرخا) ڪنهن به صورت ۾ علائقائي يا قومي تضاد کان انڪاري نه رهيا آهيون ان جو ثبوت اهو آهي ته هتي وو ٽر سٽون سنڌي ۾ ڇپايو تحريڪ ڪنهن قومي لڏي نه تعپ جي شاگرد محاذ شروع ڪئي ۽ ان وقت ون يونٽ خلاف جدوجهد ۾ هر اول دستو نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو هو، سرفراز ميمڻ (هينئر ڪئنيڊا ۾ رهائش پذير آهي)، اقبال ترين، سهيل سانگي، جام ساقي، امداد چانڊيو، نذير عباسي شهيد، ضمير بلوچ (لطيف آباد)، ڪامريڊ خورشيد ايڊووڪيٽ(هيرآباد وارو)، عرفان ملڪ ۽ ٻيا ڪافي ساٿي سرگرم هوندا هئا. قومي تحريڪون پڻ طبقاتي جدوجهد جي محاذ جو ڏيک ڏينديون هيون جنهن جو مثال ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي هاري حقدار تحريڪ مان پسي سگهجي ٿو پر ان کان پوءِ هڪ منصوبي سان عوامي بنياد رکندڙ هر جدوجهد کي ختم ڪري اهو ميدان ڏوهاري پيشه ماڻهن جي حوالي ڪيو ويو، ان ڪارخير جي شروعات اصولي ۽ نظرياتي قڏا اتاري ڪئي وئي، قومي جدوجهد ۽ عوامي جدوجهد بابت هٿ سان مونجهارا پيدا ڪيا ويا پوءِ اصل سرڪار جي آشيرواد سان پنهنجي رد انقلابي ڪم جاري رکيو ويو.

سامراج جو هڪ پراڻو ۽ آزمايل هٿڪنڊو اهو آهي ته عوام جي اصل جدوجهد کي عوام جي ئي نالي سان هٿ ٺوڪيا پروگرام ڏئي ڪائونٽر ڪيو وڃي، ان لاءِ هڪ انگريزي محاورو پڻ ياد اچي رهيو آهي:

Weave the Red Flag to beat the Red Flag.

اسان وٽ سنڌ ۾ ان ڏس ۾ پڻ همراهن وڏو ڪم ڪيو آهي، انهن مان هڪ همراهه ملڪي سطح تي ته ٻئي همراهه وري سنڌ جي قومي سطح تي. پنهنجي جي تاريخ پڻ پراڻي آهي اسان ان وقت به ان ردانقلابي رجحانن کي پرکي ورتو هو ۽ اهو ئي سبب هو جو منهنجو ذاتي ۽ اڻ سڌي ريت پڻ انهن سان واسطو پيو ۽ اڳ ۾ ئي ذڪر اچي چڪو آهي ته مير برادران جي ذاتي دوستي جي باوجود مون انهن جي آچ ٺڪرائي پاپولر ڌر سان گڏجڻ کان انڪار ڪيم. اڄ اهي اقتدار جي طاقت ۽ وسيلن جي گهٽائي سبب عوام ۽

قوم جا بلا شرڪت غير نمائيندا ۽ قائد بڻيل آهن. مگر سندن ڪردار اڄ تائين ساڳيو رهيو آهي. ان المئي بابت مون کي هڪ پراڻو واقعو ياد اچي رهيو آهي، ڪافي وقت اڳ جي ڳالهہ آهي تہ حيدرآباد ۾ مون وٽ ميرپورخاص جو هڪ همراهہ آيو، چي: ڪامريڊ منهنجو پلاٽ با اثر نڱي ۽ زوري ڪندي قبضو ڪري ورتو آهي مهرباني ڪري اهو واپس ڪراءِ تہ ڪيس چيم تہ پائو ڪورٽ ۾ ڪيس ڪر، باقي وڪيل وغيره لاءِ تنهنجي جيڪا مدد اسان کان پڄي اها ڪنداسين. اها ڳالهہ ٻڌي همراهہ پوتڙو چنڊي اٿيو ۽ چيائين تہ مون سان نڱي بہ تي آهي ۽ زوري بہ سو هاڻ ڪورٽ ڇا ڪندي؟ چيم نڱي ڪيئن تي آهي تہ جواب ڏنائين پيلي ڪجهہ قرضي بہ هئس سو وڏيري مهل بہ ڪئي پئي ۽ هڪ دفعو اسٽام (اسٽامپ پيپر) بہ لڪائي ڪاپا اڱوٺا هڻائي پنهنجو ڪم پورو ڪري ڇڏيائين باقي لٽ ۾ هو اڳي ئي زور آهي سو ڪورٽ جو خرچ بہ اجايو ويندو. ايئن چئي اهو همراهہ هليو ويو پر ڪيترائي سال گذرڻ کان پوءِ آئون ميرپورخاص ۾ هڪ هوٽل تي رات جو ويٺو هئس تہ هڪ انتهائي پيرسن ۽ ڪمزور جسم سان همراهہ منهنجي سامهون ويهي مون کي چتائي ڏسڻ لڳو، مون ان جو ڪو نوٽيس نہ ورتو پر پوءِ هو پاڻ مون وٽ اچي هٿ ڏيندي پڇيائين تہ فيضو شيدي آهين يا پلجان تو. چيم تو برابر سڃاتو تہ هن مون سان ملاقات واري ڳالهہ پاڻ ٻڌائي تہ مون کي بہ ياد آيو ۽ چيم تہ پلاٽ جو ڇا ٿيو تہ رازداري ۾ جواب ڏنائين بس تنهنجي دعا ڪپي اٽڪل ڪئي سين هاڻ خليفو ٿيو پيو هلان ۽ پلاٽ پڻ هٿ چڙهي ويو. چيم اهو ڪيئن ٿيو تہ هن جواب ڏنو تہ آئون ڪاسائي تہ هئس سو وني هڏيون ميڙڻ شروع ڪيم ۽ هڪ رات جو وجهہ وني پلاٽ ۾ پوري ڇڏيم ۽ هڪ پراڻي قبرستان مان ڪجهہ ڪرا بہ ڪٺي گڏ پوريم پوءِ هڪ ملنگ دوست جو سهارو ورتومانس ۽ هن اچي هڪ پير جي قبر جي نشاندهي ڪئي ۽ مون کي خليفو مقرر ڪري هليو ويو ۽ اهو ڏينهن اجوڪو ڏينهن پاڻ اتي ئي رهيا پيا آهيون، پلاٽ بہ ملي ويو ۽ مجاوري پڻ، هاڻ مڙئي سنو گذر سفر ٿئي پيو. ساڳئي ريت اسان جي پاپولر ذر اتي، لتي ۽ اجهي جا ڪوڙا نعرا ڏئي عوام کي وڏي عرصي تائين ڪجهہ نڱي ۽ ڪجهہ زوري ذريعي يرغمال بڻايو ويني آهي تہ وري قومي مها ڏاها پڻ قوم جي نالي تي پاڻمرادو خليفا بڻيو ويٺا آهن، سورن ۾ آهي تہ اهو صرف مظلوم ۽ غريب طبقو ئي آهي.

حسن ناصر جي وڇوڙي سان هڪ وڏو خال پيدا ٿيو، ان دور ۾ لاهور جو شاهي قلعو مقتل گاهہ طور مشهور ٿي ويو هو اتي جيڪو بہ ويو (ڪنهي آندو ويو) سو واپس نہ وريو، سواءِ اسان جي هڪ همراهہ جي، جنهن جو نالو اڳ ۾ ڏئي ڇڏيو اٿم، نہ تہ دوستن وٽان جيڪي دغائون مليم سي درگذر ڪري ڇڏيم، شميم واسطي سان ڪيترائي اختلاف

ڪٿي ڇو نہ هجن پر هن جون پنهنجي وقت ۾ ڪميونسٽ پارٽي لاءِ خدمتون وسارڻ ڇهڙيون نہ هيون پر آخر ڪار انسان تتي ۽ پڄي پري پڻ پوندو آهي سو هن سان بہ ايئن ٿيو، شاهي قلعي ۾ ڦڇندي ٿي هن اذانون ڏيڻ شروع ڪيون ۽ معافي ناما لکڻ کان وٺي آقائن جا هر شرط قبول ڪري ورتائين. هن جي مرڻ کان ڪجهہ سال اڳ منهنجي ساڻس هڪ اتفاقي ملاقات پڻ ٿي هئي ۽ منهنجي زور ڀرڻ جي باوجود بہ هن ماضي تي ڳالهائڻ کان نابري واري ڇڏي. مون محسوس ڪيو تہ ڦمراهہ ڪي پڇتاءُ جو وڏو احساس آهي يا اجا ٻيو ڪنهن ڪيفيت جو شڪار آهي پر هڪ وڏي صدمي مان گذري ضرور رهيو هو. جڏهن ڪيس پڇيم تہ هاڻ انقلاب جو زور پڻ ٽٽي ويو آهي ۽ تنهنجي سنگت (رجعت پسند ٽولو) زور آهي ڇو نہ پراڻيون يادون اوريون تہ همراهہ چيو تہ يار آئون تو سميت پنهنجي اڳوڻي سنگت جو وڏو ڏوهاري آهيان بس جڏهن منهنجو ذڪر اچي تہ مون کي پنهنجي ڏوهاري ۽ مجرم سمجهندا. بس حياتي بيڪار وئي. اڄ آئون ان جو نالو ڪٿي ذڪر ان ڪري ڪري رهيو آهيان تہ منهنجي نظر ۾ ان جي غداري کان وڌيڪ ٻي سنگت جي ڪارستاني وڌيڪ نقصان ڏنو جنهن جو ذڪر ڪرڻ ئي فضول آهي. ڪميونسٽ پارٽي پنهنجي آخري وقت ۾ جتي چار ٽڪرن ۾ ورهائجي وئي هئي ان وقت اصل سرڪار جي ڪارندن پڻ وڏي پئماني تي ڪميونسٽ پارٽي ۾ گهڙي اندروني طور وڏو نقصان ڏنو، انهن مان ڪي اهڙا بہ همراهہ هئا جيڪي پنهنجي ابتدائي دور ۾ وڏيون قربانيون پڻ تحريڪ جي جهولي ۾ ڳٺائي چڪا هئا پر پوءِ الائي ڇو پنهنجي ئي قافلي تي راتاهو هڻندڙ رهزنن جا وجي ساٿاري بڻيا.

مون کي ڪيترائي اهڙا اڳوڻا دوست پڻ مليا جيڪي پنهنجي ماضي بابت ڪجهہ ڳالهائڻ جي ست نتا سارين. ڪجهہ همراهن اجا تائين پنهنجو پاڻ کيَ معاف نہ ڪيو آهي تہ ڪن کي پنهنجيون جوانيون لٽائڻ جو پڇتاءُ کائي رهيو آهي تہ ڪي وري مايوسي جي عالم ۾ آهن پر هڪ سگهاري نظرياتي ڪارڪن لاءِ حالتن جي جبر کي منهن ڏيڻ جو حوصلو ڏارڻ کپي. اسان رومانس جو شڪار ضرور هئاسين پر زندگي جي ڪنهن بہ موڙ تي مايوسين جي اوڙاهہ ۾ نہ الجهيا سين شايد ان جو سبب اهو ئي هو تہ منهنجي پيدائش انقلابي محنت ڪش طبقي ۾ ٿي هئي ۽ هي اهو طبقو هو جنهن جي لاءِ سور ۽ ڏک جو تجربو نئون نہ آهي. مون کي پڻ ڏک ٿيندو آهي جڏهن سماج دشمن ڪردار رڪندڙن کي مها ڏاهو قرار ڏنو ويو جنهن جو ڪردار انقلاب دشمن ۽ سماج ۾ نفرت پکيڙڻ کان وڌيڪ ٻيو ڪجهہ بہ ناهي پر هن اٻرابري واري سماج ۾ اهو ٿيڻ گهٽ ۾ گهٽ منهنجي لاءِ حيرت جهڙو ناهي جتي سماج جو ڦيٿو هلائيندڙ محنت ڪش طبقو هر طرح سان پيڙهجي رهيو آهي ۽ ان جو استحصال ڪندڙ منافع خور طبقو معتبر بڻيل

آهي. هن سماج ۾ انصاف، تقدس ۽ عزت جا سڀ قدر ئي ڪوڙا آهن. پوءِ اسان کي پنهنجي نظرياتي قدرن سان سماج جي تصوير ونڌي پئي ٿي ۽ اسان جا هيرو شايد راڪ سماج ۾ ولين ئي هجن ۽ سماج ۾ جن کي هيرو سمجهيو وڃي ٿو اهي اسان جي نظر ۾ ولين ئي آهن. مون کي ان بابت ڪا به پرواهه ناهي ته سماج جون مقتدر قوتون اسان جي خيالن سان وڌ کان وڌ نفرت ڪن ٿيون. لاڙ جا به ڪردار اهڙا آهن جيڪي "قوم" جي نظر ۾ وڏا سورما آهن پر اهي منهنجا هيروز ناهن. انهن مان هڪ ته اسان جي دور جو ئي هو پر ان تي هاڻ صرف ذاتي ڪچهرين ۾ ئي بحث ڪري سگهجي ٿو. مون کي ڪوڙ جي پرچار کان انتهائي نفرت آهي جڏهن ڪجهه رازن تان پردو کڻيم ته پوءِ ڪوڙ جو بدمست طوفان اچي ويندو ۽ مون وٽ هاڻ ايترو وقت به ناهي جو ڪوڙ جي ڪوتن سان پنهنجو متو هڻان. بس ايترو تجربو ضرور حاصل ڪيو اٿم ته اسان وٽ سچائي کي برداشت ڪرڻ جي توري به قوت ناهي. صرف ڪوڙ جو ئي بول بالا آهي. مون کي ڪنهن جي ڏاهپ کان پڻ ڪو خوف ناهي جڏهن توهان جي سياڻپ سچائي جي بدران سچائي جي سامهون بيهي رهي ته پوءِ اها سياڻپ سماج لاءِ سورن جا ئي تحفا آڻيندي. سنڌ ۾ اڄڪلهه اهڙي ساڃهه ۽ سياڻپ جي ڪتي ويائي پئي آهي.

ڪنهن ڪنهن جو ذڪر ڪجي پاپولر ڏر کان وٺي هتي اسان کي دلفريب نعرن ۾ دوکا ئي مليا آهن. ڪامريڊ خديجه هميشه چوندي هئي ته دوکا هوندا ئي دلفريب آهن ۽ پنهنجي صفن مان ئي ملندا آهن. اهڙي ريت هتي سامراج جي ونگار ۽ هندڙن اسان جي صفن ۾ داخل ٿي پنهنجن متان وار ڪيا هاڻ عوام سندن اهڙن ڪڌن ڪرتوتن کان واقف ٿي چڪو آهي ۽ پنهنجي خاموش ردعمل سان انهن جو جواب پڻ ڏئي چڪو آهي پر جڏهن آئون شهر جي چوڪ ۾ انهن جون وڏيون قدآور تصويرون ڏسان ٿو ته پوءِ انهن جي اوچي ڳاٽ سان هلڻ سان هلڻ جي جرئت تي بس حيرت ئي ٿيندي آهي.

طبقاتي جدوجهد پڻ هڪ پيچيده سماجي سائنس آهي جتي هڪ طرف حڪمران يا استحصالي طبقن ۾ جنم وٺندڙ فردن سچائي ۽ معصوميت سان ڪميونسٽ پارٽي لاءِ نه صرف وڏو ڪم ڪيو پر آخر ڪار حسن ناصر وانگر پنهنجي جان پڻ گهوري ڇڏيائون. ميجر اسحاق سان حڪمت عملي جي حساب سان ته انيڪ اختلاف ٿيندا هئا پر ان جي پنهنجي مقصد سان سچائي تي ڪو به سچو انقلابي شڪ نٿو ڪري سگهي. ڪميونسٽ پارٽي جي سختگير مخالف رياستي اداري جي ڪک مان ميجر اسحاق، خورشيد قائمخاني، فيض احمد فيض سميت ڪيترائي انقلابي پيدا ٿيا جن پنهنجي

اداري سان ۽ پوري سماج جي مقتدر طبقي سان بغاوت جو علم بلند ڪيو ۽ پنهنجي پوري حياتي پنهنجي نظريي کي ارپي ڇڏيائون.

منهنجي زندگي ۾ جن شخصيتن جو وڏو عمل دخل هو انهن مان ڊاڪٽر اعزاز نذير به هڪ هو، رنگ جو ڪارو ۽ جسم ۾ پريل هوندو هو ۽ وري جو آئون به ان قافلي ۾ شامل ٿيس ته پوءِ ساٿي مذاق وچان چوندا هئا ته اڳ ۾ هڪ ئي شيدي هوندو هو هاڻ جوڙي ٿي وئي آهي. هن مون کي تقرير ڪرڻ سيکاري ۽ ڪتاب پڙهڻ لاءِ ڏيندو هو. ڊاڪٽر اعزاز جيتوڻيڪ شهر ۾ پيدا ٿيو پر هن جي ڀهراڙين سان وڏي انسيت هوندي هئي ۽ هن جي رهنمائي ۾ مون هارين ۾ زير زمين ڪم ڪرڻ سکيو ۽ اهي ڀهراڙيون ئي اسان جو پناهه گاهه پڻ هونديون هيون ڇاڪاڻ ته ان وقت ڀهراڙين ۾ اسان آسانيءَ سان لڪي سگهندا هئا سين. پيو اهو پڻ ته ڀهراڙين ۾ ماڻهن ۾ دغا ۽ دولاب نه هئڻ جي برابر هئي ۽ عورتون پڻ اسان سان ڀائرن جهڙو سلوڪ ڪنديون هيون. اڄ پڻ غريب ماڻهن مان توهان کي محبت ۽ سچائي ملي سگهندي پر شرط اهو آهي ته توهان جو پنهنجو ڪردار پڻ صاف ۽ سچو هجي. ڪامريڊ ڊاڪٽر اعزاز نذير 2003ع ۾ اسان کان موڪلائي ويو.

ڪامريڊ خورشيد قائمخاني ڪجهه وقت هتي رهي ماحول سازگار نه هئڻ ڪري يورپ، آفريڪا ۽ آمريڪي ملڪن ڏانهن هليو ويندو هو ۽ اتي ڪامريڊ خديجه جي واسطي سان اپرٿائيڊ مخالف تحريڪ جي دوستن ۽ نيگروز ۽ بليڪ پينٿر جي دوستن سان ملي ڪم ڪندو هو، پروفيسر انجيلا ڊيوس ۽ هوئي نيوٽن پڻ آفريڪا جي آزادي جي جدوجهد جا سرگرم همدرد هئا جيڪي ڪامريڊ خديجه گوهر جا دوست هئا ان ناتي سان ڪامريڊ خورشيد انهن جا ڪافي انٽرويو پڻ ڪيا جيڪي اسان ان وقت (1978ع ) ۾ ڪالا ادب پبليڪيشن جي ڪتابي سلسلي ۾ شايع پڻ ڪيا هئا. خورشيد قائمخاني جلاوطني کي آرام جو موقعو سمجهڻ بدران اتي پڻ رولاڪيو ڪرڻ شروع ڪيون، ڪامريڊ خورشيد يورپي ملڪن ۾ جپسين سان گڏ رهيو جيڪي يورپ ۾ اڇوت سمجهيا ويندا آهن. لڪين جپسي جرمني ۾ هٽلر جي نازي حڪومت ۾ نام نهاد جرمن قومپرستي جي انسان دشمن فاشسٽ نظريي جو ٻڪ ڀڃي مارجي ويا. جپسين جي ثقافت، رهڻي ڪهڻي ۽ ادب تي پڻ خورشيد صاحب وڏو ڪم ڪيو. آمريڪا ۾ وري بليڪ پينٿر ۽ ريڊ انڊين تي ڪم ڪيائين، خورشيد جي دوستي سبب اتان جا ڪيترائي شيدي دوست منهنجا پڻ دوست بڻجي ويا جن سان خط و ڪتابت جو سلسلو هلندو رهيو ۽ ڪنهن حد تائين اڄا پڻ آهي. شايد اتي جي بليڪ پينٿر رسالي ۾ انڊيا ۽

پاڪستان جي شيدين بابت هڪ مضمون بہ شايع ٿيو هو. اسان پروفيسر انجيلا ڊيوس جي زندگي بچائڻ لاءِ ڪراچي، حيدرآباد ۽ لاهور ۾ مظاهرا ڪيا ۽ جلوس ڪڍيا. مزاحمتي جدوجهد تي ڪيس بغاوت ۽ رياست کي نقصان پهچائڻ جي ڏوهہ ۾ آمريڪي ڪورٽن ڦاسي جي سزا ٻڌائي جيڪا پوءِ عالمگير احتجاجي تحريڪ جي نتيجي ۾ ختم ڪئي وئي.

آزادي ماڻڻ کان پوءِ نوجوان سياهہ فام انقلابي عورت پروفيسر انجيلا دنيا ڀر ۾ پنهنجي حمايتين ڏانهن شڪريہ ادائي لاءِ خط لکيا، پاڪستان ۾ مون ۽ ڪامريڊ خديجہ ڏانهن پڻ خط موڪليائين. ان دور ۾ خورشيد قائمخاني پائيجان جي نالي سان مشهور هو جڏهن تہ جوڳي ڪيس علي بابو سڏيندا هئا.

هي اهو دور هو جڏهن نسلي جبر جي خلاف تحريڪن ۾ نسلي فاشزم ۽ تعصب ۽ نفرت جي جيوڙن بدران انقلابي رجحان نمايان هو، آمريڪا جي بليڪ پينٿر تحريڪ ۽ آفريڪا ۾ اپرٿائيڊ مخالف تحريڪ مڪمل طور انقلابي پروگرام رکنديون هيون ۽ پوري دنيا ۾ قومي تحريڪون پڻ انقلابي رجحان رکندڙ هيون جن کي پوءِ آهستي آهستي پنهنجي ڪشش ثقل تان هٽائي ردانقلابي رخ ۾ موڙيو ويو.

اسان وٽ پڻ ڪجهہ ايئن ئي ٿيو، اسان جي ڪاڀي ڌر جي سياست ۾ اردو ڳالهائيندڙ ڪامريڊن ۽ پورهيت طبقي جو نمايان ڪردار هو، هڪ ڳالهہ جيڪا اسان جي ساجهہ وند طبقي کي ڏکي لڳندي ۽ اسان تي پلي اهي لقب ۽ خطابن جا ليبل لڳئين پر هن حقيقت کان مون کي بيان ڪرڻ کان ڪا بہ پريشاني نٿي ٿئي تہ ورهاڱي وقت جيتوڻيڪ مون اڃا شعوري سفر شروع نہ ڪيو هو ۽ نہ ئي ان دور جي جدوجهد ۾ منهنجو ڪنهن بہ طرح سان ڪو ڪردار هو پر بعد جي زماني ۾ ورهاڱي جو اثر بهرحال هو. ورهاڱي وقت بدقسمتي سان اسان جي سنڌي ماڻهن ۾ نفاق جا ٻج وڏي پئماني تي ڦهلجي چڪا هئا ۽ اهو پڻ تہ ورهاڱي کان اڳ اسان جي سماج ۾ ڪجهہ ماڻهن جو ڪردار سماج دوست نٿو چئي سگهجي، ماڻهو ورياج ۾ وڏي پئماني تي وڪوڙيل هئا پر هاڻ بغض معايہ جي جڪري ۽ نون طبقاتي تضادن ۽ نئين جڙيل مخصوص ڊيموگرافي سبب اسان جا دوست وياجين کي پڻ ايڏي قرار ڏئي رهيا آهن. بهرحال ورهاڱي وقت سنڌ جي مڊل ڪلاس ۽ جاگيردار طبقي جي ڪردار کي ڪنهن بہ صورت ۾ سنڌ دوست نٿو چئي سگهجي. سور ۽ تڪليفون صرف هيٺين طبقن لاءِ هيون ۽ هيٺين طبقي ۾ غريب هندو جاتيون (جن کي هاڻ دلت چيو وڃي ٿو انهن جي

صورتحال هن وقت پڻ بدتر آهي پر ان دور ۾ تہ ڪافي تباه ڪن هئي.) ۽ مسلمان هاري ۽ مزدور پڻ هئا. ورهاڱي هڪ مصيبت هو ۽ ان کي ڪنهن بہ صورت ۾ صحيح نٿو چئي سگهجي، خورشيد قائمخاني جو رايو هو هي ورهاڱو دنيا جو بدترين ورهاڱو هو ۽ اهو ورهاڱو صدين تائين انيڪ پين ورهاڱن کي جنيندو رهندو ۽ اهو هاڻ اسان پنهنجي اکين سان ڏسي رهيا آهيون. ڪيترائي ورهاڱا جنم وٺي رهيا آهن ۽ اڳتي پڻ انيڪ ورهاڱا اسان جي مقدر ۾ لکيل آهن، صرف محنت ڪش طبقن جي ڪامياب تحريڪ ئي تنهن کي وري ملائي سگهي ٿي.

ورهاڱي کان پوءِ اسان وٽ اردو ڳالهائيندڙ لڏو آيو انهن ۾ ڪافي ڪامريڊ پڻ هئا، حسين بخاري، ڊاڪٽر اعزاز نذير، شهيد حسن ناصر ۽ خورشيد قائمخاني سميت ڪيترائي دوست هئا، سجاد ظهير ۽ پيا پڻ هئا. جن ڪڏهن بہ لساني سياست کي پنهنجي ويجهو اچڻ نہ ڏنو چاڪاڻ تہ اهي پاڻ ورهاڱي جي تڪليف ڏيندڙ تجربي مان گذريا هئا پر بعد ۾ سياست ۾ نظرين جي بدران لساني رجحان سرائيت ڪرڻ لڳا ۽ پنهي پاسن کان انتهائي تعصبي ذهنيت پروان چڙهڻ لڳي ۽ ان جو فائدو انهن همراهن کي ٿيو يا نہ پر اصل سرڪار کي طوالت ملي جيڪا پنهنجو وقت ڪائي تقريبن ختم ٿيڻ تي هئي پر هاڻ وري مچي مواڙ تي چڪي آهي.

اسان سان گڏ لطيف آباد جو ڪامريڊ اشفاق علي پياري پڻ سرگرم هوندو هو، 80ع واري ڏهاڪي ۾ هو لنڊن هليو ويو جتي ڪجهہ وقت رهڻ کان پوءِ واپس ملڪ موٽي آيو ۽ هتي ڪجهہ وقت کان پوءِ بيماري سبب وچڙي ويو.

ڪامريڊ جاويد شڪور پڻ هوندو هو ۽ هڪ پيو دوست جنهن جو اصل نالو وسري ويو اٿم پر هن جو نالو چي گويرا طور مشهور هو، تمام سرگرم ڪامريڊ هو ۽ ٽريڊ يونين ۾ وڏو ڪم ڪيائين، چي گويرا منهنجي شيدي برادري مان هو پر اهي پاڻ کي مڪراڻي سڏائيندا هئا. هن جو هڪ پٽ چيف انجنيئر آهي، ڪجهہ سال اڳ هن سان ملاقات ٿي تہ پئس بابت پڇا ڪيم تہ اهو جواب ڏنائين تہ بابا تہ ڪيترائي سال اڳ موڪلائي ويو آهي.

پنجاب مان ڪامريڊ مستري مسعود الحسن اچا تائين جيئرو آهي جيڪو راولپنڊي جي ريگل سينيما ويجهو اسٽيمبل نمبر 2 ۾ رهي ٿو، هن سان گڏ مون پنجاب ۾ ٽريڊ يونين ۽ هارين ۾ ڪافي ڪم ڪيو. ڪامريڊ رياض احمد پڻ راولپنڊي ۾ رهندو آهي ۽ اڄڪلهہ تمام گهڻو بيمار رهي ٿو.

ٽنڊو مير محمد ۾ ڪامريڊ بدرالدين تمام گهڻو سرگرم هوندو هو ۽ هاڻ هو ملتان ڏانهن لڏي ويو آهي جتي پنهنجي پارٽي جو ڪم ڪندو آهي ۽ شايد ڪجهه پنهنجي جو تڪر سندو پڻ اٿس.

دادا علي بخش پڻ اسان جي ساٿ جو هڪ ڪردار هو هو زنده دلي ۽ رنگين مزاجي سبب سموري ڪامريڊ لڏي ۾ نمايان هوندو هو. ڪيس سير سفر ڪرڻ ۽ رولاڪيون ڪرڻ جو جنون جي حد تائين عشق هو ۽ اڄ تائين هو اڄ تڪ ڪامريڊ جو زنده مثال لڳي رهيو آهي.

ورڪر فيڊريشن جو آفيس سيڪريٽري ڪامريڊ بشير (جنهن کي اسان ڪنن کان ڳرو هئڻ ڪري بشير بهرا سڏيندا هئا سين.) اهو اڄ پڻ زنده آهي ۽ حيدر چوڪ ويجهو ان جي آفيس پڻ آهي جتي هو وڪالت ڪري رهيو آهي. منهنجي ڪجهه ڏينهن اڳ هن سان ملاقات پڻ ٿي. وڏي عمر جي ڪري هاڻ تو هو صفا ڪنن کان ڳرو ٿي ويو آهي، ملڻ شرط روئي ڏنائين، ساٿس گڏ پنهنجي پائيٽي پڻ رهي ٿي جنهن کي وڪالت سيکاري رهيو آهي.

چمبڙ ۾ پڻ ڪافي دوست اڃا تائين جيئرا آهن، ان علائقي ۾ ڪامريڊ حسين بخاري تمام گهڻو ڪم ڪيو، ڪامريڊ حسين بخاري جي تہ آخري آرامگاهہ پڻ ٽنڊي قيصر ۾ آهي جتي نظاماڻي دوستن پٿر جي پڪي قبر پڻ جوڙائي آهي.



# حيدرآباد جا مير برادران

**فيض آتي هين جو رهِ عشق مين سخت مقام**

**آني والون سي ڪهو هم تو گزر جائين گي.**

ڪجهه ڏينهن اڳ شام جو حيدرآباد ۾ دوستن جي ڪچهري ۾ ڳالهيون ڪندي موجوده دور جي ٻن اڳواڻن جي ذاتي جنگ جا احوال ڇڙي پيا ته ڪنهن دوست ٻڌايو ته وڏي وزير جو بيان آيو آهي ته حيدرآباد جا مير برادران پارٽي کان الڳ ٿيڻ کان پوءِ هاڻ ڪنهن کي به ياد ناهن. اسان جي ماڻهن جو حافظو ڪمزور آهي يا وري پسند يا ناپسند ۽ خوشامدي جون مجبوريون آهن جو اصول پرستي کي پٺي ڏئي ويندي آهي. مون کي پيپلز پارٽي جو ٻيو دور ياد اچي رهيو آهي جڏهن پي پي جي خلاف نام نهاد نو ستارا اتحاد جڙيو هو جنهن جي اڳواڻي جماعت اسلامي ڪري رهي هئي ۽ اصل واڳ ڏاڍين جي انهي اتحاد کي ڀرپور حمايت حاصل هئي. اصل واڳ ڏاڍين پاپولر ڌر وٽان پنهنجا مفاد حاصل ڪري ڇڏيا هئا ۽ هاڻ اصل ڌر کي ان جي وڌيڪ ضرورت نه رهي هئي ۽ ٻي طرف پاپولر ڌر عوام ۾ پنهنجو چڱو خاصو اثر قائم ڪري رکيو هو، وڏيرن جي اڪثريت پاپولر ڌر سان بيٺل هئي ۽ اهي وڏيرا پنهنجي اڳاڙن غريب هارين ۽ مزدورن جي نمائندگي ڪري رهيا هئا. سنڌ جي وڏيرڪي طبقي جي مجبوري بڻجي وئي هئي ته اهي يا پيپلز پارٽي ۾ شامل ٿين يا وري ماضي جو باب بڻجي وڃن، صرف ڪي مشهور پيرائيون گاديون ئي پيپلز پارٽي جي خلاف بيٺل هيون ۽ اهي پڻ ڪمزور پوزيشن ۾ هيون. ان وقت حيدرآباد جا ميربرادران اصولي بنيادن تي پٺتي سان اختلاف رکي پيپلز پارٽي کان الڳ ٿي ويا. مير برادران جي الڳ ٿيڻ جو هڪ سبب پيپلز پارٽي جي اندر لابي ازم پڻ هئي، پيپلز پارٽي ۾ ان وقت پڻ لابيون هيون. مير رسول بخش ٽالپر کي وڏ وزارت تان هٽائي گورنر بڻايو ويو ۽ اتي وري ٻي اڳواڻ کي وڏو وزير مقرر ڪيو ويو. بهرحال ميرن وٽ ذاتي مفادن ۽ اختلافن کان هٽي ڪري اصول وڏي اهميت رکندا هئا، جيڪڏهن ڪير اڄ جيڪڏهن سوچي ٿو ته مير ٽائرن جو نالو نشان ختم ٿي ويو آهي ته ان جو سبب پڻ اهو هو ته انهن اصولن تي سوديبازي نه ڪئي. مون کي اڄ پڻ ياد آهي جو مير برادران ٻين وڏيرن جي ڀيٽ ۾ ان وقت جي قائد جي ذهانت ۽ ڪرشماتي شخصيت

ڪان بلڪل خائف نہ هئا ۽ انهن جي اها جرئتمندي ئي ڪيس ان پاپولر قيادت کي پان نہ پئي. هڪ ڀيرو حيدرآباد ۾ صدر جي علائقي ۾ پي پي جو وڏو جلسو ٿيو جنهن ۾ حيدرآباد جي ڪجهہ وڏيرن جي چوڻ تي ڀٽو صاحب ميرن خلاف تمام گهڻو خفا ۽ گرم ٿيو هو ۽ ان پنهنجي جذبن تي قابو نہ ڪندي جلسي ۾ سرعام مير برادران جي خاندان بابت گٿا لفظ پڻ ڳالهايا هئا، ميرن ان جي جواب ۾ مارڪيٽ چوڪ تي وڏو جلسو ڪيو ۽ اها ڳالهہ بہ رڪارڊ تي آهي تہ ان جلسي ۾ ماڻهن جي موجودگي صدر واري جلسي کان ڪيترائي دفعا وڌيڪ هئي، اڄ جيتوڻيڪ ڪٿي ڪٿي قومپرست پارٽيون پڻ پيپلز پارٽي کان وڏا جلسا ڪري وڃن ٿيون پر ان وقت اها ڳالهہ غير معمولي هئي، ماڻهن سمجهيو پئي تہ هاڻ مير برادران پڻ جواب ۾ گاريون ڏيندا پر ميرن جي عظمت اها هئي جو جلسي ۾ مير علي احمد ٽالپر ڀٽي صاحب کي مخاطب ٿيندي چيو تہ "اي ڀٽا صاحب ! توهان کي ياد رکڻ گهرجي تہ اسان سنڌي آهيون ۽ اسان جي سنڌي ۽ بلوچ روايت آهي تہ اسان نياڻين کي مان ڏيندا آهيون، مٿي تي هٿ رکندا آهيون ۽ چني اوڍائيندا آهيون، توهان جي گهرواري اسان جي ڀيڻ آهي ۽ تنهنجون نياڻيون منهنجون پڻ نياڻيون آهن، آئون انهن جي مٿي تي هٿ رکي سگهان ٿو پر انهن کي ڪڏهن بہ گاريون نٿو ڏئي سگهان." ان تقرير تي سڄي جلسي ۾ تاڙيون وڄي ويون ۽ ميرن کي تمام وڏي اخلاقي پذيرائي ملي ۽ ان لفظن ان وقت جي مخالفن کي ڪهي ڇڏيو. اڄ اسان جا اهي اڳواڻ جيڪي گارين جي ڌم لائي پاڻ کي تونگر سڏائي رهيا آهن انهن لاءِ اهو مثال پڻ ڪافي آهي تہ گارين ۽ چرب زباني جي اڳيان اصولي نقطہ نظر تمام ڳرو ثابت ٿيو آهي، ماضي ۾ ۽ هاڻي بہ.

مير جنهن سان جيترو پڻ رهيا اصولن جي بنياد تي رهيا، انهن پنهنجي خانداني روايتن کي ٽوڙي پنهنجا اصول قائم ڪيا، ڀين ميرن کان هي خاندان (گهٽ ۾ گهٽ اهي پئي ائر) باغي هئا. ڀٽي صاحب جي سوشلزم کان پڻ گهڻو وقت اڳ ان ميرن جي تڏي تي غريب ماڻهو پٽ تي نہ ويهندا هئا، ۽ جتيون لاهي هٿ ۾ پڌي نہ ٻيهندا هئا. مير هميشہ چوندا هئا تہ بابا توهان جي پگهر ۽ٿان اسان جو عياشيون پلجن ٿيون، توهان جا مٽي هاٿا پير جڏهن اسان جي اڳڻ تي پون ٿا تہ ٻوءِ اسان جي پيٽ جي بک اجهامي ٿي، سو ٻيڪو غريب طبقن کي برابري ۽ قدر جي نگاهہ سان نٿو ڏسي اهو انسان ئي ناهي. ڪافي وقت ڪو غريب ماڻهو پٽ تي ويهي رهندو هو يا جتي لاهي اندر ايندو هو تہ مير پاڻ ان کي هٿ سان اٿاري پنهنجي پر ۾ ويهاريندا هئا تہ ايئن ڪريو يار اهي ڪامريڊ مون سان وڙهندا. ڪامريڊ خورشيد ڪڏهن پڻ ڪنهن جنرل، مير، پير يا

وڏيري سان هٿ ملائڻ پڻ پسند نہ ڪندو هو پر مير رسول بخش ٽالپر ۽ علي احمد ٽالپر جي وڏي عزت ڪندو هو، هڪ ڀيرو ٽنڊو الهيار جي جلسي ۾ ان هٿ ڪٽي مير رسول بخش جي حمايت پڻ ڪئي هئي. مير رسول بخش ٽالپر عوامي ماڻهو هو جڏهن تہ مير علي احمد ٽالپر وڏو دورانديش ۽ ادب دوست انسان هو. ميرن جي ٽنڊو مير محمد واري بنگلي ۾ هڪ حصو ڪامريڊن جي رهائش لاءِ مختص هو جتي فيض احمد فيض، شهيد حسن ناصر ۽ خورشيد قائمخاني پڻ رهي چڪا آهن. مير علي احمد ٽالپر ڪي ڪتابن سان وڏو چاهہ هو.

جڏهن مير علي احمد ٽالپر ضيا جي ڪابينا ۾ وزير ٿيو تہ ان حيدرآباد ۾ اچڻ سان ئي پنهنجي پراڻي سنگت کي گهرايو تہ گهٽ ۾ گهٽ منهنجي ڳالهہ ٻڌو تہ منهنجي ضمير جو بار پڻ هلڪو ٿئي، آئون پڻ هن جي وزارت واري دور ۾ ہ يا ٽي ڀيرا هن سان ذاتي طور مليس، هڪ ڀيرو راولپنڊي ۾ ملاقات ٿي جنهن جو اڳ ۾ ئي ذڪر اچي چڪو آهي، حيدرآباد ۾ هن کي مون چيو تہ مير صاحب ڀهريان پاپولر ڏر ۾ شامل ٿيڻ جي غلطي ڪري وري آمريت جو ساٿ ڏيڻ جي غلطي ڪرڻ جو ڪهڙو منطق آهي؟ تہ هن جواب ڏنو تہ ڪامريڊ مون کي ذاتي طور گهرو وزارت سان ڪا دلچسپي ناهي، پر هڪ غلطي کان پوءِ ماڻهو وري پيرن پر نٿو بيهي ۽ وري وري غلطيون ڪرڻ تي مجبور ٿيو وڃي. هن اهو پڻ ٻڌايو تہ ذوالفقار علي ڀٽو جو باب بند ٿيڻ کان پوءِ ضياءَ هن جي خاندان کي پڻ ختم ڪري ڇڏيندو، آئون گهٽ ۾ گهٽ اهو چاهيان ٿو تہ سنڌي هئڻ ناتي ان جي خاندان کي ختم ٿيڻ کان بچائي سگهان، ڀٽي صاحب کي مون معاف ڪري ڇڏيو پر هن جي خاندان جي طرفداري ڪرڻ تي جنرلن اجلاس ۾ مون کي ڌڪا پڻ ڏنا آهن پر آئون هن جي خاندان جي پنهنجي وس آهر حفاظت ۽ حمايت ڪندو رهندس. هن اهو پڻ ٻڌايو تہ اسان ڀٽي صاحب جي حمايت يا مدد ڪري رهيا آهيون ان جي بيگم ڀٽو ۽ بينظير کي پورو احساس آهي پر اسان ڪنهن تي احسان جتائڻ يا احساس ڏيارڻ لاءِ نہ پر پنهنجي اصولن جي بنيادن تي انهن جي حمايت ڪندا آهيون.

مير برادران کي آئون انقلابي نٿو چوان پر اهي گهٽ ۾ گهٽ اصول پرست سياستدان هئا ۽ اڄ اهڙا اصول پرست سياستدان ڳوليا پڻ نٿا لڀن باقي خوشامدي ۽ مفادپرستي جي ڪا حد ناهي.

مير رسول بخش ٽالپر سان آخري ڏينهن ۾ ملڻ جو ارادو ڪيم، ڏاڍا ڏوراپا ڏنائين تہ ڪامريڊ مون توهان سان هر وقت نڀايو پر صرف منهنجي سياسي فيصلن جي ڪري توهان سماجي تعلق پڻ ختم ڪري ڇڏيا آهن، مير علي احمد ٽالپر سان تہ وزارت دوران پڻ مليا آخر مون ڪهڙو ڏوهہ ڪيو جو ايڏي سزا ڏني اٿو؟. تہ اسان هن سان آخري دور ۾ مليا سين. هڪ ڀيرو آئون هن جي ڪراچي واري رهائشگاهہ تي ويٺو هئس شايد پهرين مئي جو ڏينهن هو مير رسول بخش جي پاڻيٽي هن سان فون تي منهنجو ذڪر ڪيو ۽ چيائين تہ ماما فيضو وارا آيا آهن تہ هن مون سان فون تي ڳالهہ ڪئي ۽ چيائين تہ اتي ئي ويٺا هجو مزدورن جو هڪ پروگرام آهي اهو ختم ٿئي تہ پوءِ آئون ملان ٿو، اسان اجا اتي ئي ڳالهيون ڪري رهيا هئاسين تہ اوچتو مير رفيق ٽالپر روئيندي ٻڌايو تہ چاچا موڪلائي ويو آهي. هڪ ڪامريڊ ۽ انقلابين جي سچي همدرد جو وڇوڙو هڪ وڏو خال پيدا ڪري ويو ۽ ان ڪان پوءِ ان طبقي مان اڄ تائين اهڙو غريب نواز ۽ مزدور دوست سياستدان پيدا ناهي ٿيو. مير برادران حيدرآباد جا جهڙوڪ باني هئا، اردو سميت هر قسم جو لساني ۽ ثقافتي ٽوٽي مذهبي پس منظر ماڻهو ٽوڙي زير زمين سرخا انهن جي حلقي ۾ شامل هئا، سنڌ ۾ اهڙي ڀٽي ڪردار جو مثال شايد ئي هجي.

دليري ۽ جرئت اها هوندي هئي جو هنن پاڻرن سان ڪامريڊ ڪهڙي بہ جٽ ڪندا هئا يا شڪايت ڪندا هئا تہ هو هميشہ کلي برداشت ڪندا هئا پر ساڳئي وقت هو پين سياستدانن جيان ڀٽي صاحب جي ڪرشماتي شخصيت ۽ ذهانت کان ڪڏهن بہ مرعوب نہ رهيا ۽ ڪيترن ئي موقعن تي هنن جلسن ۾ ڀٽي صاحب کي مخاطب ٿي چيو تہ ڀٽا صاحب اسان سوشلزم جي جدوجهد ۾ تڏهن پڻ سرخن سان گڏ هئاسين جڏهن تون ايوب جي ڪچن ڪابينا ۾ ان جو دادلو وزير هئين. خير ڀٽو صاحب تہ هجوم کي پنهنجي سحر ۾ وٺڻ جو ماهر سياستدان هو سو سائين ڳالهہ اتي لٽي اجهي کان ٿيندي هندستان تائين هزار سالن جي جنگ جي اعلان تي ختم ٿيندي هئي، هڪ هٿ ۾ ماني جو ٽڪر کڻي اتي لٽي اجهي جا اعلان ڪيا ويندا هئا تہ ساڳئي تقرير ۾ گاهہ کائي ائٽم بم ٺاهڻ جا پڻ اعلانَ پيا ٿيندا هئا.

هڪ ڀيرو ميرن جي ٽنڊو مير محمد واري بنگلي تي ذوالفقار علي ڀٽو ترسيل هو ۽ رات جو جلسي کان پوءِ هن حيدرآباد جي ڪامريڊن (سرخن) سان ملاقات جي خواهش ڏيکاري تہ مير رسول بخش ٽالپر اسان کي دعوت ڏني تہ بابا توهان پنهنجي ڳالهہ رکجو

پر هن سان ملاقات ضرور ڪريو، اسان ڪافي دوست پٽو صاحب سان مليا سين تہ هن چيو تہ بابا هاڻ ڪامريڊ پيپلز پارٽي ۾ شامل ٿي رهيا آهن ۽ عوام جو حقيقي پروگرام صرف پيپلز پارٽي وٽ آهي ۽ عوام جي وڏي حمايت پڻ اسان سان آهي ۽ آئون چاهيان ٿو تہ هاڻ توهان پڻ اسان سان گڏ شامل ٿي جدوجهد ڪريو. پٽي صاحب جي انهي فرمائش تي اسان جهڙن ڪيترن ئي مٿي ڦريلن پٽي صاحب کي ان ئي ميٽنگ ۾ ست سريون پڌايون تہ هي جماعت شخصي ۽ ڪرشماتي آهي ۽ انقلابي تنظيم ڪڏهن پڻ نٿي ٿي سگهي توهان گهڻ ۾ گهڻ اسان جي قافلي جي همدرد مير برادران مان هٿ ڪيو جيڪي اسان کان ٽوڙي ويا آهيو. پٽي صاحب ان تلز ڪلامي ۽ گرم ماحول کي پنهنجي مخصوص انداز سان مذاق ۾ ختم ڪندي مير پاٽرن کي چيو تہ "مير صاحب آپ ان سرخون ڪو ڪس طرح ساتهہ لي چلتي هو؟" تہ مير علي احمد تالپر ان ئي انداز ۾ جواب ڏنو تہ "پٽا صاحب هم ني ڪبهي بهي ان سرخون کو پيپلز پارٽي مين شموليت ڪي دعوت نهين دي هي. بس يہ هي سبب هي جو يہ لوگ هماري ساتهہ هين."

حيدرآباد جي تالپر برادران جي ذاتي مهربانين جو ذڪر نہ ڪرڻ احسان فراموشي ٿيندي، توڙي جو اهي جاگيردار طبقي سان تعلق رکندا هئا پر اصولي طور ڪامريڊن سان ذاتي ساٿ نہ چنيائون، شهيد حسن ناصر جو لاش پڻ مير رسول بخش تالپر وصول ڪيو هو ۽ اهي پٺي پاءُ ڏکي سکي ۾ پنهنجي ڪامريڊ ساٿين جي پرگهور لهندا هئا. مير رسول بخش تالپر مون سان تمام گهڻو ويجهو هوندو هو پر جڏهن هن مون کي پي پي پي ۾ شامل ٿيڻ لاءِ چيو تہ مون آخر تائين هن سان نہ ڳالهايو. مير علي احمد تالپر پيپلز پارٽي ۾ شامل ٿيو ۽ پوءِ وري جنرل ضياءَ جي ڪابينا ۾ پڻ وزير رهيو اهي فيصلا هن جي طبقي جي مفادن پٽاندر هئا، ظاهر آهي تہ هو وڏيرڪي خاندان سان واسطو رکندو هو. هر وڏيرو فيڊل ڪاسترو نٿو ٿي سگهي ۽ نہ ئي هر سرمائيدار اينگلس ۽ حسن ناصر ٿي سگهي ٿو ايئن جيتوڻيڪ حيدرآباد جا مير برادران پنهنجي طبقي کي ڇڏي نہ سگهيا پر هنن ذاتي حوالي سان ئي سهي پر پنهنجي ڪامريڊ دوستن سان ڀرپور نڀايو، پوءِ اها الڳ ڳالهہ آهي تہ مون سميت انهن جي اڪثر دوستن ڪانئن ذاتي مراعتون حاصل نہ ڪيون. جنرل ضياءَ جي دور ۾ آئون هارين جي حقن لاءِ سرگرم هئس ۽ اصل قوتن منهنجو فائيل ٿاهي مٿس ڳاڙهي رنگ جو دائرو پائي ڇڏيو، اهي رپورٽون مير علي احمد تالپر وٽ وينديون هيون جيڪو ان وقت وفاقي گهرو وزير هو. ڪنهن پروگرام ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ آئون راولپنڊي هئس ۽ هن کي جڏهن اها خبر پئي تہ پنهنجي گاڏي موڪلي مون کي پنهنجي آفيس گهرايو ۽ اتي ڪجهہ وقت چانهہ پيئڻ کان پوءِ

هو مون کي شام جو عمارت جي ڇت تي وٺي ويو ۽ چيائين تہ ڪامريڊ پنھنجو خيال رکجان، اھا ڳالھہ آئون تو سان اتي ڪري نہ سگھيس ڇاڪاڻ تہ ڀتين کي بہ ڪن آھن. اھي لفظ چوندي ئي ھن جي اکين ۾ ڳوڙھا وھي آيا ۽ منھنجي ڪلھي تي ھٿ رکي چيائين تہ ڪامريڊ ڪيڏو نہ سٺو ٿئي جو اسين پاپولرازم جي ور نہ چڙھون ھا ۽ نہ وري آمريت جي پيرن ۾ ڪري پئون ھا، اسان کي توھان ڪامريڊن تي رشڪ اچي ٿو جيڪي اڄ پڻ عشاق جي قافلن ۾ ھمسفر آھيو. اھي لفظ ٻڌي مون کيس ٿو ڪيندي چيو تہ مير صاحب تنھنجو ڏوھہ ناھي اسين امير ماڻھو آھيون ۽ ميمبري ۽ وزارتن کان سواءِ پڻ گذر سفر ٿئي پيو تون مسڪين ماڻھو آھين ان ڪري تو تي ڪا ميار ناھي. منھنجي انھي ٽوڪ تي ھو نہ خفا ٿيو ۽ نہ ئي ڪجھہ ڳالھايائين پر سندس اکين جي زبان آئون سمجھي ويس ۽ ھن کان موڪلائي واپس سنڌ آيس.



# ڇمبڙ ۾ هارين جي بغاوت ۽ هاري جدوجهد

هاڻ ڪجهه ذڪر ڇمبڙ جو به ڪندو هلجي، ڇمبڙ ۾ هارين جي بغاوت اسان جي طبقاتي جدوجد جي جديد تاريخ ۾ هڪ وڏو واقعو آهي پر بدقسمتي سان ان بابت ڪافي گهٽ ماڻهو ڄاڻ رکن ٿا. ڇمبڙ ۾ هارين بغاوت ڪندي ٽاڻن، سرڪاري عمارتن ۽ زمينن تي قبضو ڪري ورتو. هارين پنهنجو قانون لاڳو ڪندي هاري ڪورٽون پڻ ٺاهيون. هاري ڪورٽن جو چيف جسٽس ڪامريڊ احمد علي لغاري کي مقرر ڪيو ويو جيڪو حال حيات آهي. ان بغاوت جي نتيجي ۾ جاگيردار طبقو بوکلائجي ويو، ان بغاوت جو مرڪز ڇمبڙ ويجهو نصير مدواڻي جو ڳوٺ هو. ان بغاوت جي نتيجي ۾ پوري سنڌ جا جاگيردار متحد ٿي ويا ۽ پوءِ رياستي ادارن جي مدد سان هارين تي حاوي ٿيڻ ۾ ڪامياب ويا. هارين کي ان بغاوت جي وڏي قيمت چڪائڻي پئي. سوين هارين کي وونٽڻن جي ڪانين جي باهه ۾ سرعام زندهه ساڙيو ويو. اڄ پڻ ان واقعي جا متاثر ۽ اکين ڏٺا شاهد حياتي پڻ آهن.

آئون ان وقت پنجاب ۾ هئس ۽ ڪافي سالن کان پوءِ اچي پراڻن ڪامريڊن کي ڳولي هٿ ڪيو سين ۽ ٽنڊوالهيار ۾ اسان ڊاڪٽر غلام قادر نظاماڻي جي جاءِ تي پنهنجو ٽاڪ بڻايو. مون ان دور جي يادن کي سهيڙڻ لاءِ گڏريل مهيني ڇمبڙ جو چڪر پڻ لڳايو پر اسان جا ماڻهو پنهنجي ماضي جي سانحن کي ياد ڪرڻ جي ست نٿا سارين. ان جا ڪيترائي سبب ٿي سگهن ٿا. ڪافي دوستن ته اهو پڻ چيو ته بس هاڻ ماضي جي قٽن کي نه کولڻ گهرجي. جيڪو به ٿيو تمام برو ٿيو. بهرحال منهنجي اسان جي ڪاهوڙي دوست اسحاق مگرئي کي گذارش آهي ته هو ان واقعي جي تحقيقياتي رپورٽ ڪري ته جيئن اسان جو نئون نسل ۽ سياسي پيڙهي پڻ ماضي جي تحريڪن مان تجربو حاصل ڪري سگهي.

هارين جي بغاوت کي بي دردي ۽ ظلم سان ڇيپاتيو ويو، توهان اندازو ڪريو ته جنهن بغاوتن جي سزا جاگيردار طبقيٰ ۽ ان جي ساٿاري رياست هزارين هارين تي بدترين انسانيت سوز تشدد ڪري ڏنو ۽ سوين هارين کي زندهه ساڙيو ويو ۽ ان ئي علائقي ۾ وري ڪجهه وقت کان پوءِ هارين کي پيهر منظم ڪري جاگيردارن جي سامهون بيهارڻ ڪا معمولي ڳالهه نه هئي. آئون ان جدوجهد ۽ پيهر اپار جو ڪريڊٽ ڪامريڊ حسين بخاري، ڪامريڊ احمد علي لغاري، ڪامريڊ صديق پنهور، ڪامريڊ خورشيد قائمخاني، ڪامريڊ حاجي محمد خاصخيلي، ڊاڪٽر غلام قادر نظاماڻي سميت ڇمبڙ جي هاري

ڪامريڊن کي ڏيندس. جيتوڻيڪ ان وقت زخم تمام تازا هئا پر اسان وري هارين کي منظم ڪري پنهنجي حقن لاءِ جدوجهد جو سفر شروع ڪيو. ان واقعي جو ان وقت عالمي برادري ۾ پڻ پڙاڏو گونجڻ لڳو، بي بي سي سميت عالمي ميڊيا پڻ ان واقعي کي وڏي ڪوريج ڏني ۽ روس (ان وقت سويت يونين) ۾ ته ان تي قومي اخبارن ۾ اداريا ۽ ايڊيشن پڻ شايع ٿيا هئا.

مون محسوس ڪيو ته جاگيردار اسان جي جدوجهد خلاف تمام گهڻا خبردار هوندا هئا پر جاگيردارن جي نفسيات اها هوندي آهي ته هو پنهنجي ظاهري ڏيکاءَ جي ابتڙ حقيقت ۾ انتهائي گيدي ۽ ياڙيو پڻ هوندو آهي. هارين تي جاگيردارن جي تمام گهڻي نظر هوندي هئي پر اهي هاڻ اڳ وانگر اڳرائپ لاءِ تيار نه هئا ۽ انتهائي خوفزده پڻ هئا. اسان پڻ پنهنجي اجتماعي حقن ۽ هارين کي منظم ڪرڻ لاءِ زير زمين ڪم رهندا هئاسين. جاگيردارن جو هٿيار انهن جي اقتداري طاقت، رياستي ادارا ۽ انهن جو محڪوم ماڻهن تي طاري ٿيل خوف ٿي آهي پر جڏهن اهو خوف ختم ٿي للڪار بنجي اچي ته پوءِ اهو ساڳيو خوف حڪمران طبقن کي وڪوڙي ويندو آهي ۽ پوءِ سمورن وسيلن جي باوجود هو بوکلائجي ويندا آهن.

حيرت جهڙي ڳالهه اها آهي ته ان بغاوت جي اهم ڪردار کي اسان پوءِ وارن سالن ۾ سبق پڻ سيکاريو. جيتوڻيڪ اهو معاملو ذاتي هو پر ان جو سماج سان پڻ تعلق هو. اسان جا جاگيردار پنهنجي عياشي لاءِ رکيلون ۽ ڪنيزون ويهارين ٿا ۽ انهن مان اولاد پڻ ٿيندو آهي جنهن کي  کي ڪو به حق نه ڏنو ويندو آهي ۽ اهي ڪهاڻيون آخرڪار دٻجي يا دفن ٿي ويندريون آهن. ايئن ئي ان جاگيردار سان ٿيو جنهن وٽ ڪولهي ذات جي هڪ رکيل ويهاريل هئي ۽ ان مان کيس ين پٽن جو اولاد پڻ ٿيو پر اهي ويچارا گڏهه گاڏي تي سڃو ڏينهن مزدوري ڪندا هئا ۽ ٻين هارين وانگر ٻيا ڳاهه ڳنو ڪندا هئا. مون کي جڏهن اها خبر پئي ته انهن ڀائرن سان دوستي رکيم ۽ ماڻ ميٽ ۾ انهن جا شناختي ڪارڊ وغيرهه ٺهرائي ڏنم، ان دور ۾ انهن جو والد (جيڪو مشهور جاگيردار هو) پڻ حال حيات هو. جڏهن کيس چيم ته توهان کي پنهنجي حق جي زمين ونرائي ڏيندس ته همراهه حيران ٿي ويا ته ايئن به ٿي سگهندو ڇا؟ پوءِ اسان هاءِ ڪورٽ ۾ درخواست ڪئي ۽ هڪ وڏي جنگ ڇڙي وئي، مون کان منهنجا ويجها دوست پڻ ناراض ٿي ويا ايتري قدر جو ڪامريڊ خورشيد قائمخاني پڻ مون سان ڳالهائڻ ڇڏي ڏنو ۽ چيائين ته تون هرو ڀرو زميندارن جي ذاتي چڪرن ۾ اچي ويو آهين پر مون ڪنهن جي به پرواهه نه ڪئي. ڳوٺ ۾ ۽ پوري علائقي ۾ منهنجي پويان چاڙتا بچيا ويا ته ڪنهن به صورت ۾

مون کي ختم ڪيو وجي پر مون کي پاڻ کان وڌيڪ انهن پن پائرن جو فڪر هو سو انهن کي حيدرآباد ۾ هڪ محفوظ جاءِ تي پناهه ڏنم، هاءِ ڪورٽ ڪيس اڪلايو تہ اهو جاگيردار سمجهي ويو تہ هاڻ فيصلو هن جي خلاف ايندو سو مون ڏانهن منهنجي هاري ڪامريڊ دوستن هٿان چورائي موڪليائين تہ جيئن توهان چاهيو تا ايئن ئي ٿيندو پر مهرباني ڪري ڪيس تان هٿ کڻو ۽ هڪ ٻئي مير زميندار جي امانت ۾ راجوٽي فيصلو ڪيو وڃي. اها ڳالهہ اسان پڻ قبول ڪئي ۽ ڪجهہ شرط رکياسين ۽ پوءِ مير صاحب پڻ انهن پائرن جي حق ۾ فيصلو ڏنو ۽ اڄ اهي اوتري ئي زمين رکن ٿا جيتري ان زميندار جي اڪوٽي زال جي اولاد وٽ آهي. ان وقت روايت هئي تہ رکيل جو اولاد ڪو بہ حق نٿو رکي. ان زميندار پڻ اڳ ۾ چيو هو تہ اهي منهنجي دين مان پڻ ناهن ۽ اها منهنجي عياشي هئي پر ڪيس اها عياشي ڏاڍي ڏکي ثابت ٿي ۽ ان کي جهٽڪو پيو. ان دوران جيڪو بہ خرچ پکو ٿيو سو پنهنجي ڪيسي مان ڪيم، انهن پائرن کان هڪ روپيو بہ نہ ورتم. مون اهو واقعو لکڻ نٿي چاهيو پر جيئن تہ اسان جي پڙهندڙن کي اندازو ٿئي تہ زميندارن ۽ جاگيردارن جي نفسيات ۽ انهن جا اخلاقي قدر ڇا آهن ان ڪري اهڙن واقعن جي نشاندهي ڪرڻ انتهائي ضروري پڻ سمجهان ٿو.

ان واقعي کان پوءِ آس پاس جي زميندارن پڻ ڊپ مان پنهنجون رکيلون ۽ انهن جو اولاد پنهنجي حويلين مان ڪڍي پنهنجي جوءِ مان ئي پڄائي ڇڏيو تہ متان اهي ڪامريڊ انهن کي اڳيان آڻي اسان جون زمينون هڙپ نہ ڪري وڃن.

هڪ ڏينهن آئون ٽنڊوالهيار ناڪي تي بس جي انتظار ۾ بيٺو هئي تہ هڪ پوڙهي عورت ڊوڙي منهنجي سامهون آئي ۽ چيائين تہ ڦلاٽي وڏيري منهنجا ٻار غائب ڪري ڇڏيا آهن ۽ مون کي حويلي مان ٻاهر تڙي ڇڏيائين. ڪافي ڳولا ڪئي سين پر اهي نہ مليا ۽ اها عورت ٽنڊي الهيار، ميرپورخاص ۽ حيدرآباد جي رستن تي ڌڪا کائيندي رهي ۽ آخرڪار فوٽ پاٿ تي ئي پنهنجي زندگي جو سفر ختم ٿي ويس. اهڙيون ڪيتريون ئي ڪهاڻيون پنهنجي اکين سان ڏٺم ۽ ان مان جنهن عذاب جو احساس ٿيندو هو اهو ئي عذاب مون کي محنت ڪش طبقي جي سفر ۾ اڳتي ڌوڪيندو رهيو.

گذريل مضمون ۾ هارين جي حالت بابت ڏور ماضي ڏانهن هليا ويا هئا سين، هارين ۽ مزدورن تي ظلم ان دور ۾ پڻ هو پر هاڻ تہ اهو ظلم گهٽجڻ جي بدران ويتر وڌيو آهي ۽ وڏي ڳالهہ اها آهي تہ اڳ ۾ انهي ظلم خلاف ڪٿي موثر تہ وري ڪٿي نالي ماتر

تحريڪ يا جدوجهد جو وجود ضرور هوندو هو پر هاڻ اهي دگ پڻ بند ٿي چڪا آهن. مون کي ياد آهي تہ حيدرآباد ۾ زيل پاڪ فيڪٽري جي ورڪر فيڊريشن جي حمايت يافتہ ٽريڊ يونين مزدورن جي جدوجهد ۾ تمام گهڻي اڳيري هئي. ڪجهہ جماعتي ماڻهو پڻ هئا جيڪي هر سال ٽريڊ يونين جي اليڪشن ۾ بيهندا هئا پر کين ڪڏهن پڻ ڪاميابي نصيب نہ ٿي. مزدور سياست ۾ انهن کي سرڪاري ڪارندا سمجهيو ويندو هو ۽ حقيقت ۾ پڻ ايئن ئي هو انهن همراهن کي اصل قوتن توڙي پوليس ۽ سي آءِ ڊي جي حمايت هوندي هئي. 1967ع واري دور ۾ آئون حيدرآباد ۾ پڻ ڪافي سرگرم هئس. ان وقت ورڪر فيڊريشن ۾ سرگرم ڪردار ڪامريڊ خاموش گل خٽڪ جو هو پر بعد ۾ اهو همراهہ پڻ ڌڙابندي جو شڪار ٿيو ۽ پنهنجي الڳ يونين ٺاهي ويهي رهيو. هاڻ ڊڍو اٿم تہ ڪامريڊ تمام گهڻو سولو ۽ خوشحال آهي. هڪ واقعو ياد اچي رهيو آهي تہ هڪ ڀيرو زيل پاڪ جي مزدورن جو جلسو ٿي رهيو هو ۽ ان وقت حڪومت پمفليٽن ۽ لائوڊ اسپيڪر تي پابندي جا حڪم جاري ڪيا هئا پر مزدورن جي جدوجهد تي اهي حڪم اثر انداز نہ ٿي سگهيا. ڪامريڊ رات وچ ۾ پوري شهر ۾ پمفليٽ هڻي ايندا هئا. اهڙن موقعن تي وري منهنجا آئيڊياز ڪم ڏيکاري ويندا هئا. جيتوڻيڪ آئون فيڊريشن جي مرڪزي باڊي ۾ هوندو هئس پر مزدورن جي ڪنهن فيڪٽري واري ٽريڊ يونين ۾ ڪم مهل پهچي ويندو هئس. اسان جو زيل پاڪ وارو جلسو منجهند جو شروع ٿيو ۽ اسان فيصلو ڪيو تہ مزدورن ۾ پنهنجي طاقت جو احساس محسوس ڪرائڻ لاءِ مزاحمتي طريقو اپنائجي سو مزدورن پوليس کي پنهنجي طاقت جي زور سان زيل پاڪ جي حدن ۾ داخل ٿيڻ ئي نہ ڏنو ۽ انتظاميہ بيوس بڻجي وئي تہ ٻي طرف جلسي کي منتشر ڪرڻ لاءِ جماعتي همراهہ پڻ سرگرم ٿي ۽ انهن سوزڪين ۾ لائوڊ اسپيڪر لڳائي اعلان ڪرڻ شروع ڪيا تہ حڪومت لائوڊ اسپيڪر تي پابندي لڳائي رکي آهي پر ورڪر فيڊريشن ان جي خلاف ورزي ڪري سرعام لائوڊ اسپيڪر جو استعمال ڪري رهي آهي. کل جوڳي ڳالهہ اها تہ اهي همراهہ پڻ لائوڊ اسپيڪر تي اهي اعلان ڪري رهيا هئا. اسان جي ڪجهہ دوستن وري اها اٽڪل ڪئي جو عام مزدورن جي روپ ۾ وڃي سي آءِ ڊي وارن کي چيائون تہ اهي سوزڪين تي ورڪر فيڊريشن خلاف پروپيگنڊا ڪندڙ حقيقت ۾ ورڪر فيڊريشن جا ئي همراهہ آهن سو شهر ۾ پوليس ۽ سي آءِ ڊي وارن انهن جون گاڏيون ۽ ماڻهو گرفتار ڪرڻ شروع ڪيا ۽ سوزڪين وارا پڻ انهن کي ڇڏي ڀڄڻ تي مجبور ٿيا. جماعت وارا همراهہ ڏاڍا ڊسٽرب ٿيا هڪ طرف اهي جلسي کي منتشر ڪرڻ واري ٽارگيٽ کي حاصل ڪري نہ سگهيا تہ ٻي طرف غلط فهمي ۾ انهن جا ماڻهو ئي پوليس جي ور چڙهي ويا، کين سنت ئي ڇڏيو ويو پر انهن گرفتارين

جو انهن کي اندازو پڻ نہ هو ۽ ڏاڍو الجهي پيا. ٻي طرف ورڪرز فيڊريشن جو جلسو رات دير تائين جاري رهيو.

حڪمران توڙي رياستي ادارا پڻ ان دور ۾ مزدورن جي جدوجهد کان ڏاڍو چڙڪيل هوندا هئا ڇاڪاڻ تہ ڪي عام مسئلا ۽ جلسا پڻ ڪڏهن ڪڏهن وڏي تحريڪ جو رخ وٺي ويندا هئا ۽ اها تحريڪ پوري ملڪ ۾ ڦهلجي مزدورن کي منظم ڪري ويندي هئي. ان ئي دور ۾ هڪ کان وڌيڪ اهڙيون هڙتالون ٿيون جنهن ۾ سيني ڪارخانن ۽ ادارن جي مزدورن حصو ورتو ۽ پورو سماج جام ٿي ويندو هو. ٽنڊو مير محمد کي ان وقت ڊيڊ ڪالوني پڻ سڏيو ويندو هو ڇاڪاڻ تہ اهو علائقو تمام پوئتي پيل ۽ غريب مزدورن جو علائقو هو ۽ وري جو مير برادران جي پڻ مزدور تحريڪ سان همدردي هوندي هئي ان ڪري اها ڪالوني انقلابين جي لاءِ محفوظ جنت جيان هئي. جيتوڻيڪ ٽنڊو ميرمحمد ۾ پوليس، سي آءِ ڊي ۽ ملٽري وارن جا اٽالا مزدور اڳواڻن کي گرفتار ڪرڻ لاءِ ايندا رهندا هئا پر ان ڪالوني جي ماڻهن جي ڪامريڊن سان وڏي همدردي هوندي هئي ۽ انهن کي پناهہ ڏيڻ ۽ اهلڪارن جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ جي خاص مهارت پڻ منجهن موجود هئي.

ان دور جي ان اثرائتي مزدور جدوجهد جي ايار ۽ پوءِ وري زوال تي ڪافي ڪجهہ لکجي پڻ رهيو آهي پر اسان اهي ئي ڳالهيون پنهنجي يادگيرين جي سلسلي ۾ ڪندا سين جن مان پاڻ گذريا آهيون ۽ يا پنهنجي اکين سان ڪجهہ ڏٺو يا محسوس ڪيو آهي.

ان وقت ڪجهہ سرگرم رهندڙ ڪارڪن آخرڪار مايوس ٿي گهر ويهي رهيا ۽ انهن مان اڪثريت ڪڏهن پڻ ردانقلابي قوتن جي ساٿاري نہ بڻي پر ڪجهہ اهڙا بہ همراهہ هئا جيڪي اصل قوتن سان سمجهوتو ڪري ٻاهرئين ملڪ هليا ويا ۽ اتي اڄ ڪلهہ وڏي ڪاروبار جا مالڪ آهن. اهو رجحان نہ صرف اسان جي ملڪ ۾ پر سموري دنيا جي ٽريڊ يونينن جي اڳواڻن ۾ هو، آفريڪا جي ٽريڊ يونينن جا اڳواڻ تہ هاڻ وڏا سرمائيدار بڻجي چڪا آهن ۽ اهو ئي حال اٽلي سميت مغربي ملڪن جي ڪامريڊن جو هو. اسان وٽ ڪميونسٽ پارٽي جي قيادت ۽ ڪارڪن ۾ خليج شروع کان وٺي قائم رهيو، امام نازش تي ڪٽي ڪيتري تنقيد ڪجي پر هن کان وڌيڪ ردانقلابي ڪردار اسان جي ڪرتا ڌرتا ۽ ڪميونسٽ پارٽي ۾ اچي ڪاري جو مالڪ پروفيسر جمال نقوي جو هو جنهن کي اسان ڪميونسٽ پارٽي ۾ ڪامريڊن کي ڦاسائڻ ۽ پڇائڻ جو ماهر سمجهندا

هئا سين. هن امام نازش سميت ڪيترن ئي اڳواڻن کي روپوشي تي مجبور ڪري ڪميونسٽ پارٽي ۽ انهن جي زيلي ورڪر فيڊريشن سميت مڙني ادارن تي پنهنجي هڪ هٽي قائم ڪري ورتي ۽ افسوس جو اڄ اهو همراهہ ڪاپي ڏر جي پاليسين ۽ نظرين تي پراسچت ڪري رهيو آهي ۽ پڇتاءُ تي پڌل ڪتاب تحرير ڪري رهيو آهي. ڪميونسٽ پارٽي 1970ع کان پوءِ پچ ڊاهہ جو شڪار تي هڪ طرف ان کي ڏڙن ۾ ورهايو ويو ۽ ٻي طرف سرڪاري ماڻهن اچي ڪميونسٽ پارٽي جي قيادت تي قبضو ڪيو ۽ اهو اڄ تائين جاري آهي.

مون کان ڪجهرين ۾ دوست اهو پڇن ٿا تہ جڏهن ڪميونسٽ پارٽي جو ايترو اثر هوندو هو جو هو حڪمران طبقي ۽ رياست جا ڏند ڪٽا ڪري وجهندي هئي تہ پوءِ اهو ڪيئن ممڪن ٿيو جو اڄ اها حڪمرانن لاءِ ڪو بہ خطرو محسوس نٿي ٿئي تہ منهنجو عرض اهو ئي آهي تہ ڪميونسٽ پارٽي جي خلاف حڪمران طبقن هڪ کان وڌيڪ محاذن تي جنگ جاري رکي ان کي سوڙهو ڪيو، هڪ طرف رجعتي ڏر ٻاهران حملا ڪري رهي هئي پر ان کان وڌيڪ قيادت جون ذاتي ڪمزوريون پڻ هڪ وڏو محرڪ هيون. هي اها ئي پارٽي هئي جنهن حڪمران طبقي کي هڪ طرف شاگرد جدوجهد ذريعي للڪاريو تہ ٻي طرف مزدورن جي جدوجهد ۽ هارين جي بغاوت سبب حڪمران جون وايون بتال ڪري رکيون هيون، ان ئي ڪميونسٽ پارٽي ۾ شهيدن جون قربانيون پڻ شامل هيون. ڪنهن مفڪر جو قول آهي شايد ڪارل مارڪس چيو هو تہ جڏهن حڪمران طبقا منظم هوندا تہ غريب ۽ استحصال جو شڪار طبقا بري طرح منتشر هوندا آهن ۽ جڏهن اهي غريب ۽ محنت ڪش طبقا منظم ٿيندا آهن تہ پوءِ حڪمران طبقا بوکلائٽ جو شڪار بنجي منتشر ٿيڻ شروع ٿيندا آهن. ان وقت بلڪل ايئن ئي هو حڪمران طبقا انتهائي بوکلائٽ جو شڪار هئا پر انهن اسان جي ڪمزورين مان فائدو وٺي هر محاذ تان وار ڪرڻ شروع ڪيا، هڪ طرف ان طبقي ئي پاپولر سياست ذريعي عام ماڻهن کي پنهنجي سحر ۾ گرفتار ڪيو ۽ جيتوڻيڪ اها سياست ۽ پاپولر پروگرام بلڪل انقلابي پروگرام جو ڏيکاءُ ڏيندو هو پر اڄ تائين عام ماڻهن جا بنيادي مسئلا حل ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ٿي سگهيو. ان ئي پاپولر ڏر جي ڪاميابي حقيقت ۾ ڪاٻي ڏر جي شڪست هئي، ڪاٻي ڏر جي قيادت اسٽيٽسڪو کي برقرار رکڻ چاهيندي هئي. دانشور نالي مخلوق جيڪا مڊل ڪلاس مان هئي، ان قيادت تي قبضو ڄمائي رکيو هو، مون کي ياد آهي تہ بلوچستان ۾ هڪ همراهہ هوندو هو جنهن جي ذات ڪا ٻي هئي پر هو ميمڻ جي نالي سان مشهور ٿيو اهو بلوچستان ڪميونسٽ پارٽي انچارج هو ۽ اهو ئي محاذ هو جنهن تان روبل نازل ٿيندا هئا، توڙي جو اهي مزدورن جي جدوجهد کي تيز

ڪرڻ جي مقصد لاءِ هئا پر هن همراهہ پنهنجي ذات کي مضبوط ڪرڻ شروع ڪيو ۽ ٻاهرين اخلاقي توڙي سياسي مدد پارٽي جي ڪم اچي نہ سگهي. قيادت کان مقصد ڇڏائجي ويا ۽ ايستائين جو ڪميونسٽ پارٽي تي بندش دوران حيدرآباد ۾ نعيپ جو هڪ اجلاس ٿيو جنهن ۾ قيادت گرمين جو عذر ڏئي سنڌ ۾ ڪم کي محدود ڪرڻ ۽ ٿين علائقن ۾ سرگرميون ڪرڻ جو حماقتي فيصلو پڻ رکيو. ان وقت ئي اسان جهڙن ڪارڪنن واضع ڪيو تہ اها پارٽي هاڻ مشڪل سان ئي هلي سگهندي ۽ اهو خال پيون ڌريون اچي پرنديون ۽ اڄ اهو ثابت ٿي رهيو آهي جو رجعتي ۽ انتهاپسند ڌريون ٿر، لاڙ ۽ ملڪ جي ڏورانهين علائقن ۾ مضبوط ٿي رهيون آهن پر اسان جون کاٻي ڌر جون تنظيمون مري ۽ آزاد ڪشمير ۾ مارڪسي اسڪول هلائي رهيون آهن. ڪڏهن ڪڏهن ڪينجهر تي پڪنڪ پارٽي جي آڙ ۾ اسان جا نازڪ نفيس سرخا انقلاب جي آبياري تا ڪن باقي سڀ خير آهي. منهنجو ذاتي خيال آهي تہ ڪميونسٽ پارٽي جي زوال ۽ کاٻي ڌر جي پوئتي هٽڻ جي شروعات پاپولر ڌر ۾ ئي ٿي چڪي هئي، سويت يونين جي ختم ٿيڻ سان ان کي ڳنڍڻ صحيح نہ ٿيندو. اسان عام ڪارڪن ٿي هئا سين ۽ اڄ تائين ڪميونسٽ اڳواڻ جي بدران پاڻ کي پرولتاري ئي سمجهون ٿا، اسان کي پورو يقين آهي تہ انقلاب اهي ئي آڻيندا جن کي ان جي ضرورت آهي ۽ اهو پڻ تہ انقلاب اسان جي حالتن ۽ سماجي رشتن سان ئي ڳنڊيل آهي پر اسان جي دوستن ڪڏهن ان کي ماسڪو ماڊل تہ ڪن وري بيجنگ ماڊل طور پيش ڪيو جيڪو ڪڏهن پڻ شرمنده تعبير ٿي نہ سگهيو ۽ نہ وري ايئن ٿي سگهندو.

ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي هاري حقدار تحريڪ يا سنڌ هاري ڪميٽي جي محاذ تان هارين کي ڪجهہ حق مليا ۽ ٻي وڏي ڳالهہ اها تہ هارين کي پنهنجي طاقت جو احساس پڻ ٿيو پر اڄ اسان وٽ هاري طبقو ختم ٿي ويو آهي ان جي جاءِ کيت مزدور ورتي آهي، کيت مزدورن کي تہ نالي ماتر هارين جا حق پڻ ميسر ناهن ۽ معمولي اجرتن تي هاري جو پورو خاندان ڏهاڙي مزدور بنجي چڪو آهي. هن نظام ۾ هر شي جو بنياد منافعي تي هجي ٿو ۽ اسان ان ترقي کي پڻ منافعي جو ڇار سمجهون ٿا جيڪا اسان تي مڙهي وئي آهي. ٽانگو ختم ٿيڻ سان نہ صرف ٽانگي وارو بيروزگار ٿيو پر گهوڙا بہ ختم ٿيا تہ گاهہ پنو ڪرڻ وارا مزدور پڻ ختم ٿي ويا ۽ ڪيترن ئي ماڻهن جو روزگار ختم ٿيڻ الميو آهي پر ان جي جاءِ هڪ سي اين جي پمپ جي مالڪ ورتي آهي جيڪو وڏي آرام سان منافعو ڪمائي رهيو آهي. اهو ئي حال مزدورن جو آهي اڄ جيتوڻيڪ مزدورن جو وجود آهي پر اهو پڻ پنهنجي اجوري کان انتهائي گهٽ قيمت تي پنهنجو پورهيو يا پورهئي جي صلاحيت وڪڻي رهيا آهن. هزارين فيڪٽرين ۾ مزدورن کي ٽريڊ يونين

ناهڻ جو حق ميسر ناهي ۽ اهو ئي سبب آهي :جو هاڻ مزدور پنهنجي جائز حقن کان پڻ محروم آهن.

مزدورن جي تحريڪ ۾ مون کي انسپائيريشن نہ پئي ملي آهستي آهستي ٽريڊ يونين جي اڳواڻن جي درميان ڪشمڪش ۽ غدارين ۽ بيوفاين جي نہ ڪٽندڙ سلسلي مون کي مايوس ڪري ڇڏيو. ڪافي دوست اهڙا بہ هئا جن انقلابي تحريڪ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو پر اهي پڻ وڪامي ويا، وڪاڻا بہ ٽڪي جهڙي قيمت تي اهو پڻ انهن سان الميو هو. اڄ پڻ هڪ پراڻو ڪامريڊ ڏڪا کائي رهيو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن خبرون اچن ٿيون تہ اهو ڦلاڻي گروپ ۾ ويو تہ ڪڏهن وري ڪنهن گروپ يا پارٽي ۾ وڃي ٿو. ان همراهہ جي وڏي حيثيت هئي. ڪامريڊ آخر تئي ۽ پڇي پور تي ويا. جنهن همراهہ جو پاڻ ذڪر ڪري رهيا آهيون ان جي حيثيت عالمي اڳواڻ پور مشهور ٿي وئي هئي پر پوءِ هو ويمي جي ڪمپنين جو پرچيون ڪٽي وڏيرن جي زندگي جي انشورنس ڪرڻ تائين پڻ لهي آيو هو تہ حڪمران جماعت ۾ خيراتي صلاحڪار پڻ ٿيو. اها ذاتي تنقيد نہ پر اسان جي تاريخ جو هڪ الميو آهي. هڪ پيو همراهہ پڻ هو جيڪو بعد ۾ سرخن جي مخبري ڪرڻ ۽ ٽريڊ يونين جي تحريڪ خلاف اصل ڏرين جو ساٿاري ٿي بيٺو ان جي اڄ پڻ حيثيت هڪ ايس پي واري آهي. اهي الميا ۽ ڪماڻيون جدوجهد جو لازمي جز آهن پر حقيقت ۾ اسان ماڻهن سان اهو مسئلو آهي تہ اسان ايڊوينچر، خوشفهمين ۽ رومانس جو شڪار بنجي ويندا آهيون ۽ اهي خواب جڏهن شرمنده تعبير نہ ٿيندا آهن تہ پوءِ جلد ئي پڇي پري پڻ ويندا آهيون.

هڪ ڪميونسٽ کي وڏي حد تائين صبر ڪرڻ گهرجي ۽ ڪنهن بہ شارٽ ڪٽ ۽ مصلحت جو شڪار بنجڻ پنهنجي موت کي دعوت ڏيڻ جيان آهي پر اسان جي ساٿين کي اها خوشفهمي هئي تہ انقلاب ڪنهن اسر جي فقير جيان اوچتو اسان جي در تي دستڪ ڏيندو ۽ اها خوشفهمي اسان کي ڪجهہ وقت ڪٺن ترين حالتن ۾ اڳتي وڌڻ جي قوت تہ مهيا ڪندي هئي پر ان خوشفهمين جو جڏهن سراب ٽٽي پوندو هو تہ پوءِ مايوسين جا نوان داستان پڻ رقم ٿيندا هئا. مٿي جيئن ذڪر ڪري آيا هئا سين تہ ڪامريڊن پنهنجو روزو ٽاڪ منجهند جو صرف پاڻي تي ئي ٽوڙي ڇڏيو، نہ خدا ملا نہ وصال صنم.

مشهور انقلابي ناول (قافلہ هائي شهيدون ڪا) جي مهاڳ ۾ نوجوانن جو گيت ڏنل آهي:

رڻ جي راهه ڏاڍي ڪٺن آهي ساٿي،

وقت پڻ ڳنڀير آهي،

ڏکيائين سان اکيون ملائي اڳتي وڌندا وڃو اي سرڪش جوانو،

۽ ها جيسين محنت جو بول بالا ٿئي،

محنت دين ايمان ۽ قبيلو آهي،

آدم جي اولاد

قدم وڌايو نوجوانو،

مزدورو ۽ ڪسانو !!!

حقيقت اها آهي تہ مزدورن جي جدوجهد ۽ انقلاب جي اميد انسانن جي اکين ۾ اوس ٿي رهڻي آهي جيسين انسان ہي انسان هٿان جبر جو شڪار نہ بڻي. اها جدوجهد ڪنهن نہ ڪنهن طريقي ۽ نانءُ سان هلندي آئي آهي ۽ هلندي رهندي. منهنجو مقصد مايوسي ڦهلائڻ نہ پر اڳين غلطين مان سبق حاصل ڪرڻ ۽ اسان جي گذريل پيڙهي جي جدوجهد مان حوصلو وٺڻ آهي.

هڪ فصل جي غارت ٿيڻ سان ٻيو فصل پڻ پوکجي ٿو ۽ اهو پڻ لهي ٿو ۽ نيٺ تہ اميدن جو فصل پڻ لهندو، اسان کي بس پنهنجي حصي جي شمع جلائڻي آهي. مون کي خوشي آهي تہ جيئن هڪ وڏي زخم کان پوءِ آهستي آهستي اهو ڀرجي پڻ ويندو آهي ۽ انسان کي وري اٿڻ جي طاقت ۽ حوصلو پڻ ملندو آهي بلڪل اهڙي ريت اسان ڏٺي رد انقلابي دور کان پوءِ گهٽو ڪجهہ سکي پڻ ورتو آهي هاڻ پاپولر ڏر کان وٺي حڪمرانن جا هر حربا وائڪا ٿي چڪا آهن نہ تہ اڳ ۾ پاپولرازم جو وڏو سحر ۽ ڪرشمو هوندو هو پر هاڻ اهو ناممڪن آهي. نسلي، علائقائي ۽ رجعتي ڌرين کي پڻ ماڻهن پرکي ورتو آهي اسان جي نجات صرف اسان جي ئي طبقاتي جدوجهد ۾ آهي ۽ جڏهن اها وري اڀري تہ پوءِ حڪمرانن وٽ ان کي روڪڻ لاءِ اهي هٿيار پڻ نہ هوندا ۽ انهن پنهنجا سڀئي هٿيار اسان تي آزمائي ڇڏيا آهن ۽ هاڻ حڪمرانن وٽ پنهنجي خودڪشي ۽ سڄي مانداڻ کي پنهنجي هٿ سان ختم ڪرڻ کان سواءِ ٻي واهہ پڻ نہ بچي آهي. عوام وٽ وڃائڻ لاءِ هاڻ ڪجهہ بہ بچيو آهي پر حڪمران طبقن لاءِ دير يا سوير وڃائڻ کان سواءِ ٻي واهہ ئي ناهي بچي.

مزدور جدوجهد جي جهيڙن جهٽن کان تنگ اچي مون ڊاڪٽر اعزاز نذير کي چيو تہ آئون هارين ۾ ڪم ڪرڻ چاهيان ٿو ۽ پنهنجي ملازمت دوران مون هارين جي محاذ تي پڻ پنجاب، سنڌ ، سرحد ۽ بلوچستان ۾ ڪافي ڪم پڻ ڪيو هو. هارين ۾ ڪم ڪرڻ دوران اسان وري ڪڏهن مزدورن جي ٽريڊ يونين جي دنيا ڏانهن مڙي ناهي ڏٺو. هارين ۾ ڪم ڪرڻ سان اسان کي ڪيترائي سچا دوست پڻ مليا ء پوءِ ڪامريڊ خورشيد قائمخاني ۽ ان جي دوستن ڪامريڊ خديجہ گوهر جي گروپ ۾ شامل ٿي اسان سماج جي هيٺين طبقن ۽ پرتن ۾ ڪافي ڪم ڪيو.

اسان هارين جي جدوجهد ۾ سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ ۾ ويندا هئاسين، ڪجهہ ڳوٺن تي هڪ يونٽ ڪوليو ويندو هو ۽ ڏسندي ڏسندي لڳ ڀڳ سموري سنڌ ۾ هارين جا ڪيترائي يونٽ کلي ويا. هارين جي حقن لاءِ جلسا ڪيا هئا. هڪ ڀيرو حيدرآباد ۾ حيدرچوڪ تي هارين جو جلسو جاري هو ۽ ان جي اختتام تي منهنجي ڊاڪٽر غلام قادر نظاماڻي جي معرفت خورشيد قائخاني سان ملاقات ٿي هئي. خورشيد قائمخاني سان هڪ مختصر ملاقات شايد 60 واري ڏهاڪي ۾ ٿي هئي پر اها ملاقات صرف رسمي ملاقات هئي. ٿيو ايئن جو ڊاڪٽر اعزاز نذير جي قيادت ۾ سنڌ جي ڪامريڊن جو وفد لاهور پهتل هو ۽ اسان اتي ڪامريڊ خديجہ جي دعوت تي ان جي گهر ويا سين اتي فلسطيني، آفريڪي ۽ ٻين ڪامريڊن سان گڏ هڪ نوجوان سان ملاقات ٿي جيڪو حاضر سروس هو، هن مون کان منهنجو ڳوٺ پڇيو ۽ پوءِ خديجہ کي پنهنجي مخصوص انداز ۾ چيائين "اري ! يہ ڪامريڊ تو ميري گائون ڪا هي". مون ان وقت ڪڏهن بہ نہ سوچيو هو تہ لاهور ۾ انهن ٻنهي ڪردارن (ڪامريڊ خديجہ گوهر ۽ ڪامريڊ خورشيد قائمخاني) سان 20 يا پنجويهہ سالن کان پوءِ ايتري ويجهڙائي ٿي پوندي جو اهو رشتو موت بہ ڇني نہ سگهندو ۽ اسان پاڻ ۾ سلهاڙجي ويندا سين. خورشيد کي مون جيئن محسوس ڪيو تہ هو انتهائي ضدي ۽ پڪو ڪامريڊ هو، پنهنجي ملازمت واري دور ۾ هن حالتن سان سمجهوتو نہ ڪيو، هو جيڪڏهن ايئن ڪري ها تہ پوءِ پنهنجي ٻائرن وانگر جنرل جي عهدي تان ٿي رٽائر ٿئي ها پر هو تہ تمام گهڻو با صلاحيت ۽ نوجوان پڻ هو ۽ اڳتي هن جي لاءِ وڏو ڪيرئيرُ پڻ موجود هو پر 37 سالن جي نوجواني ۾ ميجرُ جهڙي عهدي کي لت هڻي خانہ بدوشن ۽ ڌرتي ڌڪاڻل ماڻهن ۾ موٽي آيو. هو آسمانن تان هيٺ ڇا ڪريو ڪڏهن پڻ پنتي موٽ نہ کاڌائين.

خورشيد قائمخاني ورهاڱي کي سرمائيدارانہ سماج جي هڪ چالبازي سڏيندو هو ۽ حقيقت ۾ ايئن ئي هو، خورشيد جو پورو يقين هو تہ صرف مزدورن ۽ هارين جي هڪ

ڪامياب انقلابي تحريڪ ٿي اسان جي لاءِ حقيقي آزاي جي نويد آڻي سگهي ٿي ۽ ان سان ٿي اسان وري هڪ قوم بنجي ورهاڱي جي المناڪ تاريخ کي ميٽي سگهون ٿا. سندس اهي خيال اسان وٽ رائج قومي نصاب لاءِ تہ هڪ وڏي بغاوت هئا خير هاڻ تہ اسان وٽ ڏيپل لفظن ۾ انهن خيالن کي دهرايو وڃي ٿو پر حڪمران طبقا اڄ پڻ ان نرگسيت جو شڪار آهن ۽ اندران توڙي ٻاهران اها نرگسيت پنهجو دم ٽوڙي رهي آهي. خورشيد قائمخاني کي پهرين ملاقات کان پوءِ پنهنجو استاد ۽ رهنما سمجهڻ لڳس. ڊاڪٽر اعزاز نذير کان پوءِ هي منهنجي زندگي ۾ داخل ٿيو ۽ اسان هڪ ٻئي جي سڄاڻپ بنجي ويا سين.

خورشيد جو خيال هو تہ انقلاب اهي ٿي آڻيندا جن کي انقلاب جي ضرورت هوندي يعني غريب هاري، مزدور ۽ سماجي طور استحصال جو شڪار طبقا ۽ اهو ئي سبب هو جو خورشيد انهن طبقن ۾ وڌ کان وڌ ڪم ڪيو. هارين ۾ ڪم دوران ڪامريڊ حسين بخاري بہ هوندو هو ۽ سماجي طور پوئتي پيل طبقن ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ خورشيد انهن ماڻهن جي قديم تاريخ تي ڪم ڪيو ۽ انهن جي نفسيات تي گهرو مطالعو ڪيو ۽ پوءِ خورشيد جي اها ڪاوش سندس سڃاڻپ بنجي ويئي اڄ جيتوڻيڪ خورشيد کي خانہ بدوشن تي تحقيق ڪندڙ ليکڪ طور سڃاڻپ مليل آهي پر خورشيد جي زندگي جو اهو هڪ رخ هو ۽ هو مڪمل طور انقلابي هو.



# خانہ بدوشن ۾

يہ مظلوم مخلوق گر سر اٺائي
تو انسان سب سرڪشي بهول جائي
يہ چاهين تو دنيا ڪو اپنا بنالين
يہ آقائون ڪي هڊيان تڪ چبا لين. (فيض)

هارين ۾ ڪم ڪرڻ دوران پڻ خورشيد جو ڏرتي جي حقيقي وارثن سان لهہ وچڙ وارو سلسلو جاري هو ۽ اتفاق سان غريب هارين جي هيٺئين پرت ۾ پڻ اهي ماڻهو شامر هوندا هئا ۽ سماج جو انهن سان رويو انتهائي منفي هو.

خورشيد انهن طبقن ۾ ڪم ڪيو ۽ اڄ تائين بہ ڪنهن ڪي بہ همت ناهي ٿي تہ هو خورشيد وانگر تحقيق ڪري سگهي. جوڳين، ڪولهين، ڀيلن ۽ ڌرتي ڌڪاٽل ٻين گروهن ۾ ڪم ڪرڻ وڏي ۾ وڏو ڏکيو ڪم هو اهي ماڻهو انتهائي مشڪل سان گهرا ٿيندا آهن. پنهنجن تجربن جي روشني ۾ اهي ماڻهو ڪي جلد ئي سڃاڻي ويندا آهن تہ ڪير انهن جا ڏک سور ۽ مشڪلاتون محسوس ڪري ٿو ۽ ڪير شو بازي ۽ ڏيکاءَ جي بنياد تي ڪم ڪري رهيو آهي. ڪو بہ نمائشي محقق انهن ماڻهن جي زندگين ۾ داخل ٿي ئي نٿو سگهي. مون ۽ خورشيد پنهنجو پنهنجو ڪم ورهائي ڪنيو هو، خورشيد ڪي جوڳين، ڀيلن، ڪولهين ۽ ميگهواڙن سميت هندو برادري (جنهن ڪي دلت جاتيون پڻ چيو وڃي ٿو) جي تاريخ ۽ تهذيب تي قلم کڻڻو هو ۽ مون کي وري اتر سنڌ جي خانہ بدوش قبيلن (باگڙين، جنڊاوڙن، گرگلن، راوڙن) تي ڪم ڪرڻو هو. خورشيد مون کي گهڻو چوندو هو تہ تون انهن جي ثقافت ۽ رهڻي ڪهڻي تي قلم کڻ پر مون خورشيد جي زندگي ۾ لکڻ مناسب نہ سمجهيو ڇاڪاڻ تہ خورشيد مون کان بهتر انداز ۾ لکي سگهيو پئي ۽ ان انهن طبقن تي گهڻو ڪڄهہ لکيو پڻ آهي. مزي جي ڳالهہ اها پڻ هوندي هئي جو آئون هميشہ خورشيد سان دوستي جي هجت ۾ مذاق ۽ شڪايت ڪندو هئس تہ تون جوڳين ۽ ٻين مارواڙي خانہ بدوش طبقن ۾ پنهنجي مارواڙي پس منظر سبب آساني سان رلي ملي ويندو آهين پر ڪڏهن باگڙين ۾ اچي ڪم ڪار ڪري ڏس تہ خبر پوندي. خورشيد جيئن تہ مارواڙي يا راجستاني پس منظر رکندڙ هو ان ڪري ڪيس مارواڙي زبان رواني سان ڳالهائي پئي سگهيو ۽ اها زبان ان جي مادري زبان پڻ هئي ۽ مادري زبان

ڳالهائڻ وارو ماڻهو پنهنجي هم زبان ماڻهن جي نفسيات سان پڻ چڱي ريت واقف هجي ٿو. پولي صرف لفظن جي مجموعي جو نالو نه آهي پر ان جي گهرائي ۾ وڃبو ته ماڻهن جي نفسيات، تهذيب ۽ ثقافتي قدرن جو اظهار پڻ پولي ذريعي نروار ٿيندو آهي. اسان وٽ سنڌي ۾ ”هلي اچڻ“ جو مطلب پڻ انتهائي گهرو آهي. صرف سنڌي پولي سمجهندڙ ئي ان ڪيفيت کي پڙهي سگهي ٿو جيڪا انهن ننهي لفظن ۾ لڪيل آهي. اهڙي ريت هر پولي جو پڻ ذخيرو هجي ٿو ۽ ان جي گهرائي ۾ صرف اهي وڃي سگهن ٿا جن جي اها مادري پولي هوندي آهي. خورشيد جي پڻ مارواڙي مادري زبان هوندي هئي ۽ ان پولي جي مناسبت سان هو پيلن، ڪولهين ۽ جوڳين ۾ جلد ئي رلي ملي ويندو هو. پولي جي پڻ پنهنجائپ هوندي آهي ۽ خورشيد کي جوڳي اڄ تائين ”امارو مارواڙي پائي صاحب“ ئي سڏي ياد ڪندا آهن. سو ڳالهه پئي ڪئي سين ته خورشيد انهن ماڻهن جي پولي ۽ انهن جو ئي انداز اختيار ڪري ڇڏيو هو ۽ آخر تائين هن جوڳي واري زندگي گهاري ۽ ان سان هن تي انهن مظلومن جي دلين جا دروازا کليا. هو جوڳين سان گڏجي شڪار تي ويندو هو ۽ انهن جي مدد پڻ ڪندو هو ۽ جوڳي پڻ کيس پنهنجو گهر ڀاتي سمجهندا هئا پر مون سان مسئلو اهو هو جو آئون باگڙين ۽ جنداوڙن ۽ گرگلن جي گهرن ۾ رهڻ جي بدران هوٽل تي رهندو هئس ۽ صبح جو اٿي انهن وٽ ويندو هئس. آئون اڄ تائين ڪنهن دوست سان گهرو نه ٿيندو آهيان ۽ نه ئي گهرن ۾ گهڻي اچ وڃ ڪريان سو مون لاءِ انهن ماڻهن ۾ ڪم ڪرڻ هڪ وڏو چيلينج هو پر مون اهو چيلينج پڻ قبول ڪري ورتو. باگڙين ۾ نظم و ضبط بلڪل نه هئڻ جي برابر آهي جيڪڏهن انهن ۾ ڪو مسئلو ٿي پئي ته پوءِ توهان نه انهن کي پنهنجي ڳالهه ٻڌائي سگهندا ۽ نه ئي انهن جي ڳالهه ٻڌي سگهندا. هڪ ئي وقت چئني طرفن کان آواز شروع ٿي ويندا ۽ ايڏو شور هوندو جو بس ڪنن تي هٿ ڏئي اتان ڀڄڻ ۾ ئي عافيت آهي. مون سان پڻ ايئن ئي ٿيو. عورتون، ٻارڙا توڙي ٻڍا منهنجي ڪپڙن کان ڇڪي قميص ليرون لير ڪري ڇڏيندا هئا پر جيئن ته مون کي انهن ۾ ئي ڪم ڪرڻو هوندو هو سو پاڻ سان گڏ لٽ ڪٽي ويندو هئس پر اها پڻ منهنجي ڪم نه آئي لٺ ڦري ڪو باگڙي ٻارن ۽ عورتن کي وهائي ڪيندو هو پوءِ ته ماڳهين حشر برپا ٿي ويندو هو سو لٺ وارو تجربو پڻ ناڪام ويو پر مون ان جو آخرڪار حل ڳولي ڪڍي ورتو اچڻ شرط پنهنجي وات تي هٿ رکندو هئس ته بلڪل خاموشي ڇانئجي ويندي هئي ۽ پوءِ هٿ جي اشاري سان سيني کي واري واري سان ڳالهه ڪرڻ جو موقعو ڏيندو هئس ۽ پوءِ اهي پنهنجي ڳالهه ڪندا هئا ۽ مس وڃي انهن جي ڳالهه ٻڌي سگهبي هئا. باگڙي ننڍن ننڍن مسئلن تي هڪ ٻئي سان پيا وڙهندا هئا ۽ عورتون پڻ گهٽ نه هيون انهن جا ٻه پنهنجا ڏچا هوندا هئا. اڄ اسان وٽ باگڙي عورت کي هڪ مضحڪ خيز ڪردار جيان ڏٺو وڃي ٿو پر حقيقت ۾ اها هڪ خوددار ۽ آزاد حيثيت جي مالڪ آهي. باگڙي عورت کي مرداڻي شائونزم ۾ آساني سان دٻائي نٿو سگهجي. مون پنهنجي اکين سان ڏٺو هو ته

باگڙي عورتن ڪيترن ئي پوتارن ڪي پڻ سبق سيکاريو ۽ سندن پٽڪيون ڏوڙ ڪيائون. سنڌ جي پٺي ڪنهن به قبيلي ۾ عورت ايڏي بي باڪ ناهي جيڏي باگڙين جي عورت بي باڪ هجي ٿي. اسان هت وٺي انهن جي تذليل ڪرڻ ۾ وسان ڪين گهٽايو آهي. اسان جا ٽي وي چينل باگڙياڻي نالي مزاحيہ سيريل هلائي انهن جو سماج ۾ جيئڻ جنجال ڪن ٿا پر حقيقت ۾ ايئن ناهي. باگڙين ۾ اڳي اهو رواج هو جو اهي پاڻ ۾ ويهي پنهنجا مسئلا حل نہ ڪري سگهندا هئا ۽ ميرن پيرن ڪي پنهنجا فيصلا ڏيندا هئا ۽ اهي مير پير وري انهن غريبن سان اهو ظلم ڪندا هئا جو باگڙين جي پنهي ڌرين کان سون جا زيور عيض ۾ وٺي پوءِ پنهنجا نام نهاد فيصلا صادر ڪندا هئا ۽ آخر ۾ اهي زيور وڏيرا پاڻ کٽي ويندا هئا اسان صرف هڪ سال جي فيصلن تي تحقيق ڪئي تہ رڳو ان سال تي ڪلو کان وڌيڪ سون وڏيرن فيصلن جي آڙ ۾ هڙپ ڪيو. سون امانت رکڻ کان سواءِ وڏيرا باگڙين جا فيصلا ڪين ڪندا هئا. اسان ان ناحق ۽ ڦرلٽ خلاف باگڙين ۾ شعور بيدار ڪيو ۽ هڪ بہ فيصلا مون پڻ اڪلايا پر حسب عادت باگڙين مون ڪي سون ڏنو جيڪو فيصلو ڪرڻ کان پوءِ مون باگڙين ڪي واپس ڪيو تہ باگڙي ڏاڍا خوش ٿيا ۽ پنهنجي مخصوص لهجي ۾ وٺي رڙيون ڪيائيون تہ " چاچو مڪراڻي بنا سون جي رڳو ڌرم تي فيصلا پيو ڪري .هي . اي ........ هئي ..... هي هي..... ".

اسان باگڙين ڪي ان آزار کان بچائڻ واسطي باگڙي پئنچ (پئنچائت) پڻ جوڙي جنهن ۾ حيدرآباد جي.پونم باگڙي کي سر پنچ ڪري رکيو ۽ باگڙين جا پنهنجا فيصلا باگڙي هاڻ پاڻ ڪري رهيا آهن. باگڙين جي ٻارن کي تعليم ڏيڻ لاءِ پڻ اسان ڪافي ڪم ڪيو. دادو ۾ باگڙين جي هڪ ڳوٺ ۾ سماجي تنظيم جي مدد سان باگڙين جو هڪ اسڪول کولرايو تہ آس پاس جا وڏيرا ناراض ٿي پيا ۽ وٺي باگڙين کي پڙڪايائون تہ توهان جي ٻارن کي تعليم ڏئي اهي همراهہ جهاز ۾ ٻاهر موڪلي ڇڏيندا سو باگڙين جا مرد اسان جي اڳيان هٿ جوڙي ويهي رهيا تہ ٻيلي اسان سان ناحق نہ ڪريو اسان جي ٻارڙن کي تعليم نہ ڏيو ۽ عورتون پڻ پڙڪي اٿيون پر جڏهن کين سمجهايم تہ انهن وڏيرن جا ٻار تعليم حاصل ڪري رهيا آهن ۽ انهن مان ڪيترا ٻاهر موڪليا ويا آهن؟ تہ انهن کي پڻ ڳالهہ سمجهہ ۾ آئي ۽ اسان جي اسڪول کي رهڻ ڏنو ويو ۽ مزي جهڙي ڳالهہ اها ٿي تہ جڏهن اهي وڏيرا اسان جي وڃڻ کان پوءِ وري باگڙين جي ڳوٺ آيا تہ باگڙي عورتن انهن جي ٺاهوڪي مرمت پڻ ڪئي. باگڙين جي ان اسڪول مان ڪيترن ئي باگڙي ٻارن تعليم حاصل ڪئي ۽ ڪجهہ سرڪاري نوڪرين سان پڻ لڳل آهن. هاڻ باگڙي برادري خود سمجهي ٿي تہ تعليم انهن جي نجات جو هڪ وڏو هٿيار آهي. مون کي خوشي ٿي تہ لاڙڪاڻي جي باگڙي ڳوٺن ۾ باگڙي پئنچائت پنهنجا اسڪول کولي پنهنجي ٻارڙن کي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ سوچڻ شروع ڪيو آهي. ڪيترا ئي اسڪول پڻ کوليائون.

اسان کي سرڪار جي روين تي افسوس ٿئي ٿو تہ سماج ۾ وڏي آبادي رکندڙ انهن سنڌ جي حقيقي وارث قبيلن کي پوئتي رکڻ لاءِ وسان گهٽايو نہ ويو آهي. انهن جي نمائندگي پڻ انهن جي هٿ ۾ آهي جيڪي انهن سان گڏ ڪائڻ ۽ هٿ ملائڻ پڻ پنهنجي توهين سمجهن ٿا.

باگڙي سخت جان ۽ محنت ڪش طبقو آهي ۽ ڪجهہ قدر مزاحمتي پڻ آهي. هڪ ڀيرو ڪنهن چئنل وارا باگڙي نالي نام نهاد سيريز جي سلسلي ۾ باگڙين جي رهڻي ڪهڻي کي معلوم ڪرڻ جي مقصد سان سکر ويجهو باگڙين جي ڪالوني ۾ آيا. انهن سمجهيو تہ باگڙي خوش ٿي ساڻن سٺو سهڪار ۽ دوستاڻو ورتاءُ ڪندا پر جڏهن اهي باگڙين جي گهرن ۾ داخل ٿيندي ڪئميرائن جو رخ انهن ڏانهن ڪيو تہ باگڙي پڻ جاڳي اٿيا ۽ وري جڏهن اها خبر پئي تہ اهي همراهہ باگڙين جي نالي تي مسخريون ڪندا آهن ۽ ڪجهہ ٽي وي جا چاتل سڃاتل چهرا (جن ۾ هڪ نالي وارو مسخرو ۽ هڪ اداڪاره پڻ هئي جيڪا باگڙياڻي جي نالي سان مشهور ٿي) تہ پوءِ باگڙين کي ڪير جهلي. باگڙياڻيون مٿس ڪڙڪي پيون. ڪجهہ گاڏين جي ناشتي کان پوءِ هٿين پئجي ويون. پوليس کي گهرائڻ مان پڻ ڪو فائدو نہ ٿيس. پوليس پڻ پاهران دهمان ۽ داٻا ڏيندي رهي پر ويجهو اچڻ جي همت ساري نہ سگهي تان جو عورتن ۽ مردن جا ڪپڙا ڦاٽي ويا ۽ ڪئميرائون وغيره پڻ ٽٽي پيون. ان ڏينهن ۾ آئون پڻ سکر ۾ هئس ۽ شام جو جڏهن باگڙين جي ڪالوني ۾ آيس تہ جهيڙو ختم ٿي چڪو هو ۽ ان چئنل جي ٽيم پوليس ذريعي باگڙين کي هيسائي رهي هئي تہ اسان جو ايترو نقصان ٿيو ۽ پوليس باگڙي مردن کي وٺ هيٺ زبردستي ويهاري ويئي هئي. مون اچڻ شرط انهن کان خير خبر پڇي تہ باگڙين ۾ ساهہ پيو ۽ سمورو قصو مون کي ٻڌايائون تہ مون کي پڻ ڪاوڙ آئي تہ اسان جي نام نهاد چئنلن کي ڪنهن اهڙي اجازت ڏني آهي تہ هو بنا ڪنهن اجازت جي گهرن ۾ داخل ٿي پاڙن جا ڦوٽو ڪڍن ۽ فلمبندي ڪن. اسان جي ماڻهن ۾ ڪا بہ اخلاقيات ناهي. جڏهن مون پنهنجو تعارف ڪرايو تہ ان ٽيم مون کي چيو تہ توهان اسان جو فيصلو ڪريو. اسان جو نقصان پڻ ٿيو آهي ۽ بدتميزي ڪئي وئي. مون انهن کي جواب ڏنو تہ خورشيد ۽ آئون انهن ماڻهن ۾ ڪيترن ئي سالن کان تحقيق ڪري رهيا آهيون پر اسان ڪڏهن بہ انهن لاءِ مسئلو نہ بڻيا آهيون ۽ نہ ئي ڪڏهن انهن اسان سان اهڙو رويو اختيار ڪيو. ڏوهہ توهان جو ئي آهي. جيڪڏهن توهان انهن جي غريبي ۽ پسماندگي جو ناجائز فائدو وٺي بغير اجازت گهرن ۾ وڃي مووي ڀريندا تہ پوءِ اهڙا واقعا نہ ٿيندا تہ ڀيو ڇا ٿيندو؟ مون کي ٽيم جي ڊائريڪٽر چيو تہ اسان جون قيمتي ڪئميرائون ٽوڙي ڇڏيائون ۽ اهي اسان هر صورت ۾ هنن کان ئي ڀرائيندا سين. پوليس پڻ ڳجهن وانگر پنهنجي شڪار جي تاڙ ۾ هئي تہ اهي ايف آءِ آر داخل ڪرائين تہ پوءِ باگڙين کي تنگ

ڪري پڌ چوڙ ڪري مال او ڳاڙجي. پر مون ڊائريڪٽر کي ان ڳوٺ جي سامهون مسلم برادري جي گهرن ڏانهن اشارو ڪندي چيو تہ جيڪڏهن تون سامهون انهن گهرن مان فلمبندي ڪري ۽ انٽرويو ڪري اچ تہ پوءِ تو کي سمورو خرچ آئون پنهنجي کيسي مان ڀري ڏيندس. هن همراهہ انڪار ڪندي چيو تہ اهي پردي وارا آهن تہ پوءِ مون کي بہ ڪاوڙ آئي ۽ ڪيس ٻڌايم تہ باگڙين کي وٺي تنهنجي مالڪن خلاف احتجاج ڪرائيندس ۽ توهان تي ڪيس پڻ داخل ڪرائيندس تہ توهان غريب ماڻهن جي ذات جي بنياد تي توهين ۽ مسخري مچايو ويٺا آهيو. اها ڪشمڪش جاري ٿي هئي جو ان جي مالڪ جو فون آيو ۽ اهو چئنل مالڪ مون کي پڻ سڃاڻيندو هو. حيدرآباد جي صدر ۾ رهائش دوران اهي اسان جا پاڙيسري پڻ هئا. ڊائريڪٽر يا هدايتڪار نالي هن همراهہ جڏهن ان سان منهنجو ذڪر ڪيو تہ هڪ شيدي ڪامريڊ ڪري رهيو آهي تہ هن منهنجو نالو پڇيو ۽ مون سان ڳالهہ ڪئي تہ مون کي ٻاهہ هئي سو وٺي هن کي گاريون ڏنم تہ سڄو ڏوهہ ٿي توهان جي همراهن جو آهي انهن کي چئو تہ معافي وٺن نہ تہ پوءِ پاڻ آمهون سامهون آهيون. هن همراهہ فون تي وري پنهنجي ٽيم سان رابطو ڪيو ۽ چيائين تہ ڪامريڊ فيضو ۽ باگڙين کان معافي وٺي جلد پنهنجا پير ڊاهيو ۽ پنهنجا حساب پاڻ ۾ پيا ڪندا سين. سو همراهن باگڙين کان معافي پڻ ورتي ۽ شرمندا ٿي واپس ويا ۽ پوليس پڻ منهن ڦٿائي واپس هلي وئي ۽ باگڙين جي مس وڃي جان آجي ٿي.

اهڙو ٻيو واقعو پڻ ٿيو تہ هڪ وڏيرو باگڙين جي ڪنهن فيصلي ۾ آيو هو ۽ چيائين تہ توهان باگڙين جي پنچائت جي ڪا بہ حيثيت ناهي مون کي پئي ڏريون سون ڏين ۽ اهو فيصلو منهنجو آهي سو فيصلو مون کي ڏيو نہ تہ ڏسي رهندس. وڏيري جو ايترو چوڻ باگڙي عورتون مٿس ڪاهہ ڪري چڙهي ويون ۽ ان جا ڪمدار ۽ باڊي گارڊ ٽپا ڏئي ڀڄي ويا ۽ وڏيرو اڪيلو ڪٽبو رهيو سو مس وڃي ان جي جان آجي ڪرايم ۽ وري ڪڏهن ان وڏيري اڄ تائين باگڙين جي مسئلن ۾ ٽنگ اڙائڻ جي همت نہ ڪئي.

باگڙي ماڻهن کي منظر ڪرڻ تمام ڏکيو ڪم آهي. مون ڪافي سالن تائين انهن سان ڪم ڪيو ۽ اڄ تائين پڻ رابطو آهي پر انهن مون سان ڪڏهن پڻ بدتميزي ناهي ڪئي باقي هجت ۾ ڪپڙا توڙي ڇڏيندا آهن. اسان هميشہ ان جي نياڻين کي پنهنجون نياڻيون سمجهيو ۽ انهن جي وڏن کي پنهنجي ماڻتن جهڙي عزت ڏني ۽ جڏهن انسان کي عزت ۽ پيار ملي تہ پوءِ اهي توهان جا ٿي پوندا آهن.

خورشيد قائمخاني باگڙين جون ڪهاڻيون پڌي مون کي چوندو هو ته باگڙي ۽ تون هڪ پئي کي سمجهي سگهو ٿا ۽ آئون پنهنجي مارواڙي جوڳين ۽ ٻين ماڻهن ۾ رلي ملي ويو آهيان. اسان مارواڙي اهڙي ريت پڙڪي نٿا پئون ۽ تمام خاموشي سان پنهنجو ردعمل ظاهر ڪندا آهيون ۽ ڪوشش ڪندا آهيون ته جهيڙي جهٽي کي دعوت ڏيڻ بدران ان کان پاسو ڪجي.

سماجي طور پوئتي ماڻهن جي زندگين جا ٻه رخ آهن هڪ اهو جيڪو ظاهري آهي پر سندن پيو لڪيل رخ پڻ آهي ۽ اهو ئي حقيقي رخ آهي. اهي ماڻهو پنهنجي تجربن جي روشني ۾ سماج کان باغي پڻ رهندا آهن ۽ اهي ڪنهن تي پڻ اعتماد نٿا ڪن. جڏهن سمورو سماج انهن کي انسان ئي نه سمجهي ۽ خدا ڪارڻ تذليل جو رويو جاري رکي ته پوءِ انهي سماج کي پڻ ڪانئن اعتماد جي توقع نه رکڻ کپي. مون کي حيريت ٿيندي آهي ته اهي ماڻهو سماج خلاف بغاوت ڪندي سماج لاءِ اڄ تائين مسئلو ڇو نه بڻيا آهن. اهي ماڻهو صرف انهن تي اعتماد رکن ٿا جن کي هو پنهنجي تجربن جي روشني ۾ آزمائي چڪا هوندا آهن. خورشيد انهن وٽ هڪ محقق جي روپ ۾ نه پر هڪ جوڳي جي روپ ۾ مليو. ڏينهن ۽ راتيون انهن سان گڏجي رهيو ۽ انهن جي ڏکن ۽ سورن ۾ سندن مدد پڻ ڪيائين ۽ اهو ئي سبب آهي جو جوڳي ڪيس اڄ پڻ دل سان ياد ڪندا آهن ۽ ان جون ڳالهيون ٻڌائي روئي ڏيندا آهن. جوڳين جا ته پنهنجا الڳ محاورا ۽ روزمره جي شين جا لڳ مخصوص نالا پڻ رکيل آهن. هڪ مهيني کي اهي بڪ هڙتال جو مهينو سڏيندا آهن ته هڪ شي کي اهي حور پڻ چوندا آهن ۽ هڪ رسم کي اهي ”چري کي پاٽي ڏيڻ“ سڏيندا آهن. خورشيد مون کي انهن جا اهي دلچسپ ۽ طنز سان ڀرپور محاورا ٻڌائي ڏاڍو کلندو هو. خورشيد کان اهي ڪي ڳالهيون نه لڪائيندا هئا، انهن جي نظر ۾ خورشيد هڪ جوڳي ئي هو ۽ حقيقت ۾ پڻ ايئن ئي هو. خورشيد کي خبر هئي جوڳي ڪيئن پنهنجا مڙدا دفن ڪندا آهن. اهڙن واقعن جو ذڪر پڻ اڳتي ڏيندا سين.

هڪ ٻيو طبقو يا قبيلو جنداوڙن جو پڻ آهي. جنداوڙ، باگڙين جي مقابلي ۾ گهٽ ٻي باڪ ۽ انتهائي مسڪين ۽ پوئتي پيل آهن. اهي پٽرن سان سڄو ڏينهن پيا متو ٽڪرائيندا آهن. جنداوڙن ۾ ڪم ڪرڻ پڻ منهنجي ذمي هو ۽ آئون انهن جي ريتن رسمن ۾ شريڪ ٿيندو هئس. مون محسوس ڪيو ته اهي سماج کان انتهائي ويڳاڻا رهندا هئا جيئن ته سماج انهن سان همدردي نٿو رکي ان ڪري انهن جي پڻ سماج سان گهٽي لهه وچڙ نه هوندي آهي. اهي حيران هوندا هئا ته اسان (خورشيد ۽ آئون) انهن ۾ ايڏي دلچسپي ڇو ٿا رکون؟ جڏهن اسان ڪين پنهنجي ٻارن کي تعليم ڏيارڻ لاءِ چوندا هئاسين ته پوءِ اهي يا ته مڙئي رسمي طور هائوڪار ڪندا هئا يا وري پنهنجا مسئلا بيان ڪرڻ

لڳندا هئا ۽ انهن جا مسئلا پڻ انتهائي ڳنڀير هوندا هئا. اهي چوندا هئا ته اسان خانه بدوش ماڻهو آهيون ڪڏهن ڪٿي ته ڪڏهن ڪٿي سو پنهنجي ٻارن کي ڪيئن تعليم ڏياري سگهندا سين. هاڻ ته اهي جنڊن جو ڪم ڇڏي حيدرآباد ۽ ٻرپاسي ۾ مزدوريون ڪري رهيا آهن ۽ هڪ جاءِ تي جهوپڙيون ٺاهي خانه بدوشي کي پڻ ترڪ ڪيو اٿائون سو مون ڪوشش ڪري انهن جي ٻارن کي تعليم ڏياري آهي پر اهي مشڪل سان ئي تعليم جاري رکندا آهن. هڪ ته ننڍي عمر ۾ ٻارن جون شاديون ڪن ۽ ٻيو وري سماجي طور ايڏا پسمانده آهن جو تعليم بابت اهي هڪ لمحي لاءِ پڻ سوچي نٿا سگهن. 80ع واري ڏهاڪي ۾ اهي سيري ۽ هوسڙي کان المندي جابلو علائقي ۾ رهندا هئا، خورشيد هڪ ٻيرو انهن وٽ ويو هو ۽ پوءِ آئون پڻ اوڏانهن وڃڻ لڳس. هنن ماڻهن وٽ پنهنجي شناخت ۽ قدر هوندا آهن ۽ ماڻهو جي ڪردار موجب ئي هو انهن کي پنهنجي نالن سان سڏيندا آهن. خورشيد جو نالو انهن ڀڳت رکيو جڏهن ته مون کي پٽيل سڏيندا هئا. خورشيد انهن لاءِ مٺن چانورن جي ديڳ ضرور پچرائيندو هو. ۽ شام جو اهي مانڊي ڪائي ٻچن وغيره ڳائيندا هئا ۽ ان دوران خورشيد جي لاءِ ڪيترائي موضوع کلي پوندا هئا. ان ڪري اهي خورشيد کي ڀڳتي جو رسيا سمجهندا هئا جڏهن ته آئون انهن جا سماجي مسئلا حل ڪرڻ جي ڪوشش ۽ انهن جي شهر ۾ روزگار وغيره لاءِ ڀڄ ڊڪ ڪندو هئس ۽ انهن سان ڪو مسئلو وغيره ٿيندو هو ته حل ڪرائي ڏيندو هئس ته مون کي وري هنن پٽيل جو لقب عطا ڪيو.

مون کي ماضي جون اهي رولاڪيون ۽ ڪهاڻيون ذهن اڳيان ڦرندي محسوس ٿينديون آهن جڏهن آئون انهن جي ديرن تي ويندو هئس. اهي ٽتل ڦاٽل رلي ڪٽي مون کي وڇائي ڏيندا هئا، ڪڏهن ڪڏهن خورشيد به مون سان گڏ هوندو هو. اسان انهن جو پاڻي پيئندا هئا سين ۽ انهن جو ٺي ڀڪل ڪاڏو ڪائي ويندا هئاسين. اسان کي ان جي ڪا پرواهه نه هئي ته انهن ڇا پچايو آهي پر اسان لاءِ اها ڳالهه اهم هوندي هئي ته جيڪو هو پنهنجي ٻچن کي کارائيندا آهن اهو اسان کي به هر صورت ۾ کائڻ گهرجي. اسان جيتوڻيڪ شهر مان انهن لاءِ ٻاجي ۽ چانور وغيره وٺي ويندا هئاسين پر اهو ان لاءِ نه ته اسان کي اها ئي ٻاجي ٺاهي ڏين پر اسان ـهن غريبن تي بار بڻجڻ نه چاهيندا هئا سين سو ان ڪري پنهنجي کاڌي پيتي کان ڪجهه وڌيڪ کڻي ويندا هئاسين ته اهي خوش ٿين ۽ اسان جي اچڻ مان بيزار نه ٿين. انهن قبيلن ۾ ڪم ڪرڻ وقت اخلاقي ڪردار جي بلندي پڻ هڪ اهم شرط آهي. جڏهن انهن اهو محسوس ڪري ورتو ته اسان جي انهن جي مائرن ۽ ڀيڻن ڏانهن ڪا به غلط سوچ ناهي ته پوءِ اهي پڻ اسان کي پنهنجو گهرياتي سمجهڻ لڳا. خورشيد سان ته اهي حد کان وڌيڪ محبت ڪندا هئا. جڏهن خورشيد انهن وٽ لڙي ويو ته ڇڻ انهن جو ڪو ويجهو مائٽ مهمان ٿي آيو هجي،

عورتون توڙي مرد بيٺا هوندا هئا. خورشيد جي طبيعت ۾ رولاڪي ۽ بي چيني سمايل هئي سو هو شام ڏاري وري ويران ڏانهن نڪري ويندو هو ۽ انهي رولاڪي مان هو ڪا نه ڪا تحقيق ڪري وٺندو هو. جنڊاوڙن ۾ وري به طبقا آهن. هڪ اهي جنڊاوڙ جيڪي عام طور پٿر ڪٽي جنڊ جي لاءِ موزون پٿر ڳاهين ٿا ۽ ٻيا وري ڪجھ ٽيڪنيڪل مزدوري ڪندڙ جنڊاوڙ آهن جيڪي وري پٿر ٽڪڻ واري جنڊاوڙن کان وري ڪجھ سولا آهن. انهن کي مزدوري پڻ پٿر ٽڪڻ وارن جنڊاوڙن جي پيٽ ۾ ڪجھ وڌيڪ ملي ٿي ۽ ڪم ڪار پڻ ايترو سخت ناهي جيترو پٿر ٽڪڻ وارن جنڊاوڙن جو آهي.

خورشيد قائمخاني هڪ آسٽريلوي محقق جيمس مائيڪ ڪلف جو ذڪر ڪيو ۽ ان سان پاڻ به شايد مليو هو ان جي تحقيق انتهائي مشڪل هوندي هئي. هو آفريڪي وحشي قبيلن تي تحقيق دوران هڪ طاقتور ٽيلي اسڪوپ ڪٽي تمام پري کان انهن جون تصويرون وٺندو هو جيئن جاگرافي چينل وارا خونخوار درندن جون تصويرون ڳاهيندا آهن. پر اسان وٽ قصو ان کان گهڻو مختلف آهي. اسان جي قديم قبيلن کي هٿ وٺي پوئتي رکيو ويو آهي ۽ ذات پات جو هزارين سالن کان استحصال ئي ان پسماندگي جو سبب آهي. اها پڻ حقيقت آهي ته انهن ئي پسمانده قبيلن جا وڏڙا پنج هزار سال اڳ ان وقت جي دنيا جا سڀني کان وڌيڪ مهذب انسان هوندا هئا. حيرت جهڙي ڳالھ اها آهي ته ڪجھ سال اڳ جڏهن اقوام متحده طرفان دنيا جي انڊيجينيس ماڻهن تي هڪ بين القوامي ڪانفرنس ڪرائي وئي ته انڊيا مان مقتدر اوچ ذاتين جي نام نهاد محققن نمائندگي ڪئي ۽ انهن ان حقيقت کي ان ڪانفرنس ۾ مڃڻ کان پڻ انڪار ڪري ڇڏيو ته انڊيا ۾ دراوڙ قبيلا موجود آهن ۽ انهن جي ان رويي تي انڊيا جي پوئتي پيل ذاتين جي تنظيمن سخت احتجاج ۽ مذمت پڻ ڪئي.

جنڊاوڙن کان سواءِ هڪ ٻيو خانہ بدوش طبقو هڏاوڙن جو پڻ آهي اهي مسڪين سڄو ڏينهن انتهائي خراب حالتن ۾ رهي مرده جانورن جا هڏا ميڙيندا رهن ٿا ۽ شهر کان پري ڪنهن ويران جاءِ تي انهن جي پڙي هوندي آهي جتي بدبوءِ ايتري هوندي آهي جو ماڻهو به منٿ به بيهي نه سگهي ۽ وري الميو اهو آهي جو انهن هڏين کي ڪراچي ۾ وڪرو ڪيو ويندو آهي مگر انهن کي تمام گهٽ قيمت ڏني ويندي آهي ۽ اهڙي ڏيڍڪي ڪم جي باوجود انهن لاءِ به ويلا ماني ڪمائڻ به مشڪل اهي جڏهن ته هڏين مان جيڪي شيون ٺهنديون آهن اهي تمام وڏي رقم ۾ وڪامنديون آهن.

انڊيا ۾ دلت پينٽر جي باني ۽ مشهور مزاحمتي شاعر نام ديو ڍاسيل پنهنجي هڪ نظم "ريپبلڪ ۽ ڪتي جو گيت" ۾ انهن ماڻهن جي حالتن ۽ مشڪلاتن جي عڪاسي ڪندي لکيو آهي تہ:

اسين بي گهر ٿي رهيا آهيون،
اسين يتيم ٿي رهيا آهيون،
پنهنجي سڙندڙ گهرن جي اڏامندڙ خاڪ کي چڏي،
اسين شمشانن ڏانهن مُڙي آيا آهيون،
جتي اسين پائيتاليهہ پيڙهين جون دـڳيون کوٽي ڪيندا آهيون،
۽ انهن کي چار آنا سير جي حساب سان وڪڻي
پنهنجي ٻانچن جي بک اجهائيندا آهيون،
اها قوم جيڪا "سون" اپائيندي آهي،
پر هتي تہ هڏين جي بازار لڳل آهي،
ڪيڏو خوفناڪ هي دور آهي،
هي دور.......... چورن جو دور.

ساڳي ريت هي دور بہ چورن جو دور آهي، سماج جي پيڙهيل ۽ انتهائي پوئتي پيل طبقن جي فلاح ۽ انهن جي سماجي حيثيت کي مٿي آڻڻ لاءِ اسان جو سماج ڪنهن بہ ريت جوابداري محسوس نٿو ڪري ۽ الٽو انهن جي هيٺائي کي نظر ۾ رکندي مٿس ظلم ۽ ستم جا نوان المناڪ داستان رقم ڪري رهيو آهي.

اسان هڏاوڙن، جنڊاوڙن ۽ ٻين خانہ بدوش قبيلن جي خوشي ۽ غم جي موقعن ۾ خاص طور تي پنهنجيون ٻيون سرگرميون هڪ پاسي رکي شامل ٿيندا هئا سين تہ جيئن انهن کي احساس ٿئي جو اسان حقيقت ۾ پڻ انهن جي همدردي ڪريون ٿا. خورشيد قائمخاني جوڳين ۾ پنهنجي زندگي جو وڏو حصو گذاريو ۽ مون ان دوران ڪجهہ وقت ساڻس انهن رولاڪين ۾ گڏجي گهاريو ۽ عام طور تي اسان جو طريقہ ڪار اهو هوندو هو جو اسان مهيني ۾ هڪ ڀيرو گڏبا هئاسين ۽ پنهنجي پنهنجي ڪم ڪار بابت خيالن جي مٽا سٽا ڪندا هئا سين. مون محسوس ڪيو تہ جوڳين سان گڏ رهندي خورشيد جي بي چين روح کي ڪا اڻ ڏٺي راحت ملي وئي آهي. هو ماڻهن جي منافقي کان تمام گهڻو بيزار رهندو هو ۽ جوڳين ۾ تہ ڪيس ڪا بہ دوکيبازي ۽ نمائش پسندي ڏسڻ ۾ نہ آئي. جوڳين وهندڙ پاڻي جيان انتهائي شفاف ۽ اجرا هئا. خورشيد پڻ سماج کان هاڻ وڏي فاصلي تي گهارڻ لڳو ۽ ان اڪيلائي ۾ خورشيد جا جوڳي ساٿي هئا. خورشيد جي ان

رويي تيٰ سندس برادري شرمساري جي حد تائين خفا هوندي هئي. قائمخاني برادري ۾ راجپوتي جو وڏو گهمنڊ آهي ۽ خورشيد جو جوڳين ۽ ڀيلن، ڪولهين، ميگهواڙن ۾ رلڻ ملڻ، هلڻ، کائڻ پيئڻ ان جي برادري جي نظر ۾ انتهائي شرم جوڳو عمل هو.

جيتوڻيڪ آئون پنهنجي پيدائش وقت پڻ انهن سماجي طور پوئتي پيل خانہ بدوش قبيلن سان ويجهو هئس پر خورشيد قائمخاني تہ مٿئين طبقي مان هو پر سندس بي قرار طبيعت هن کي اقتدار ۽ طاقت جي علامت سمجهيو ويندڙ ايوانن مان ڪڍي سماج جي انتهائي پوئتي پيل ماڻهن جي وچ ۾ آندو. خورشيد ان دوران پنهنجي تحقيق کي قلمبند ڪندو رهيو. خورشيد جي تحقيق جو انداز انتهائي منفرد هو. هن ڪڏهن پڻ ڊرائينگ روم ۾ ويهي لکڻ پسند نہ ڪيو پر پاڻ ماڻهن ۾ وڃي انهن جي حالت پنهنجي اکين سان ڏسي پوءِ ئي ان تي لکندو هو. هن جي جوڳين سان رابطي جو پڻ انوکو طريقو هوندو هو. هڪ ڀيرو هن کي مون اڏيرو لعل ۾ ڪجھ هاري ڪامريڊن سان ميٽنگ جي دعوت ڏني ۽ هو حسب معمول وقت تي اسان جي ميٽنگ ۾ اچي شامل ٿيو. ميٽنگ کان پوءِ هن ڪجھ وقت اسان سان ڪجھ وقت ڪچهري ڪئي ۽ وري چانھ جو دور هليو. جيئن تہ ان گڏجاڻي ۾ ٻاهر کان ڪافي دوست آيل هئا ان ڪري خورشيد سميت ٻين دوستن جي رهائش جو پڻ بندوبست ڪيو ويو. شام جو هو واڪ تي اڪيلو ٻاهر نڪري ويو. رات جو دير تائين اسان ماني تي سندس انتظار ڪيو سين پر هو نہ آيو ۽ ڪافي وقت کان پوءِ جڏهن اسان جي ملاقات ٿي تہ هن کان اوچتو گم ٿيڻ بابت پڇا ڪيم تہ هن چيو تہ يار گڏجاڻي ۾ شريڪ ٿيس ۽ پوءِ آئون اڏيرو لعل باءِ پاس جي ويجهو پنهنجي جوڳي دوستن ڏانهن هليو ويو هئس.

ائين هڪ ڀيرو وري هن سان عجيب نموني ملاقات ٿي. آئون پنهنجي ڪنهن دوست جي شادي جي دعوت تي ٽنڊي ڏانهن وڃي رهيو هئس. هي پڻ رستي مان ان گاڏي ۾ سوار ٿيو هن مون کي ڏسي ورتو ۽ چيائين تہ ڪامريڊ آئون هتي پاراڏي برادري جي ماڻهن سان ملڻ وڃي رهيو آهيان ۽ اتان واپس اچي وري ٽنڊي ۾ جوڳين سان ملندس. گهڻو ئي ڪيس چيم تہ تون ٽنڊي تائين مون سان گڏجي هل پر هن انڪار ڪيو. خورشيد جي اهڙي آزاد نموني زندگي گذارڻ تي رشڪ ٿيندو هو. هن کي ڪا بہ پرواھ نہ هئي تہ ڪير هن جي باري ۾ ڇا سوچي رهيو آهي. هن کي پنهنجي زندگي گذارڻ جي معمول ۾ ٻئي ڪنهن جي بہ مداخلت پسند نہ هئي توڙي جو ڪو ويجهو دوست پڻ هن کي قائل نہ ڪري سگهندو هو.

ٽنڊي الهيار ۾ موج درياءِ واري ديهي تي خالي پلاٽ ۾ جنداوڙن جي هڪ بستي قائم هئس ۽ اهي ويچارا ڪيترن ئي سالن کان رهندا پيا هئا. ڪجهه مقامي قبضه خورن ان تي پڻ قبضو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي غريب جنداوڙن کي لڏائڻ جي ڌمڪي ڏنائون پر خورشيد انهن جي ڀرپور حمايت ڪئي ۽ پوءِ مجبور ٿي انهن کي پوئتي هٽڻو پيو، هن وقت اها بستي قائم آهي يا نه.

خورشيد ۾ منهنجي ڪوشش هوندي هئي جو اسان پوئتي پيل ماڻهن جي بنيادي مسئلن کي پنهنجي وت آهر حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون. انهن ماڻهن سان سماجي امتياز وارا مسئلا روز جو معمول هوندو هو. ڪڏهن انهن جي عورتن سان ڇيڙ ڇاڙ يا انهن جي مردن تي تشدد جا واقعا ٿيندا هئا ته ڪڏهن وري انهن جي مخصوص قبرستانن ۽ بستين تي قبضي جي نيت سان هلان ٿيندي هئي. ٽنڊو الهيار، حيدرآباد ۽ ميرپورخاص ۾ اسان کي ڪيترن ئي اهڙن مسئلن جي ڪري انهن ماڻهن لاءِ وڙهڻو پوندو هو. نصرپور ۾ هڪ زميندار جي ڇاڙتن هلان ڪري جوڳين جون سوين جهوپڙيون پٽي ڪين لڏائي ڇڏيو ان ناحق ۽ ظلم خلاف خورشيد ذاتي طور مهاڏو اٽڪايو ۽ اخبار ۾ ڪالم پڻ لکيو ۽ ان جي نتيجي ۾ جوڳي وري پنهنجي بستي آباد ڪري رهي سگهيا.

هڪ ڀيرو آئون ۽ خورشيد چوهڙ جمالي واري پاسي پاراڌي (شڪاري قبيلو) جي ديري تي وڃي نڪتاسين. خورشيد پاراڌين کي پيار مان لاڪيجا (لاڪا چاچي) سڏيندو جڏهن ته آئون انهن کي پاپي سڏيندو هئس پر خورشيد جو چوڻ هو ته اهي شڪار شوق مان نه پر پنهنجي پيٽ پالڻ لاءِ ڪن ٿا ۽ لاڪيجا (پکي) پڻ به ڊنڊ مان مڇي وغيره جو شڪار ڪندا آهن. پاراڌين جو وري هن (شڪار) واري ڪرت بابت انتهائي دلچسپ ڏند ڪٿائي قصو جڙيل آهي. اهي پاڻ کي سيتل ڳڙهه جو حڪمران سمجهن ٿا جن کي ڪنهن دور ۾ ڌارين قبضه خورن اتان تڙي ڪڍيو هو (پنجاب جي چولستان واري علائقي ۾ باوري ۽ سانسي قبيلا پڻ پنهنجو نسب سيتل ڳڙهه سان ڳنڍين ٿا.) دلچسپ ڳالهه اها آهي ته اهي زنده ۽ مرده جانورن کي به کائن ٿا پر ڪنهن به مجبوري ۽ انتهائي بک جي باوجود اهي ڪڪڙ (مرغي) ڪونه کائين. چون ٿا ته سيتل ڳڙهه ۾ حملي دوران انهن جي ڪنهن سردار جي ڇوڪريءَ کي چورن گڏهه تي چاڙهي ڀڄائي ويا هئا سو اهي گڏهه نه پالين ۽ نه ئي گڏهه گاڏي تي سواري ڪن. ڪڪڙ تي ان ڪري ڪاوڙ ڪندا آهن ته چورن جي انهي واردات ۾ اهو ويڙهو ڪڪڙ بانگ ڏئي گهرياتين کي جاڳائڻ ۾ ناڪام ويو ۽ اهي ڪڪڙ کي حرام ۽ غدار پکي سڏيندا آهن. ٻين شڪارين جي برعڪس پاراڌي ڪتا به ڪونه پالين ۽ انهي روايت کي پڻ اهي سيتل ڳڙهه سان ڳنڍين ٿا ته اسان جي سورمي وٽ ڪتا پڻ هئا پر اهي چورن تي حملو ڪرڻ کان قاصر

رهيا ۽ اسان ڪتي ڪي نہ پاليون ۽ نہ ئي ڪيس ماني ٽڪر ڏيون. پاراڌين جي برعڪس شڪاري پيلن وٽ وڏي تعداد ۾ ڪتا هوندا آهن. اهي پاراڌي پڻ پاڻ کي ڀيل قبيلي جو هڪ حصو سمجهندا آهن.

اسان پاراڌين جي ان ديري تي هئا سين ان وقت پيا شڪار ۽ مزدوري خاطر ٻاهر هليا ويا هئا ۽ گهر ۾ صرف ٻارڙا ۽ تمام پيرسن پوڙها موجود هئا. خورشيد جي عادت هوندي هئي تہ هو ٻارڙن لاءِ شيون ضرور وٺندو هو ۽ خانہ بدوشن جا ٻارڙا خورشيد کان انتهائي مانوس هوندا هئا. خورشيد کان جڏهن پڇيم تہ تون ٻارڙن سان ايترو پيار ڇو ٿو ڪرين تہ هن جو جواب هو تہ يار معصوم ٻار ئي حقيقي پيار ڏين ٿا انهن جي نظر ۾ آئون صرف انسان آهيان جڏهن تہ پيا مون کي منهنجي پس منظر ۽ خاندان يا نسل وغيره جي مصنوعي عينڪ سان ڏسندا آهن. خورشيد جو عورت جي باري ۾ پڻ جواب هو تہ عورت پهرين نظر ۾ سٺي يا خراب ماڻهو کي يڪدم سڃاڻڻ جي صلاحيت رکي ٿي. ان ڏينهن بہ خورشيد ٻارڙن لاءِ شيون وٺي آيو هو ۽ ٻارڙا پائي پائي ڪري هن کي چهٽي پيا ۽ پوءِ هڪ پوڙهي همراهہ اسان کي ڪيڪاريو ۽ اسان کي هڪ جهوپڙي ۾ وٺي هليو ۽ پاٽي وغيرهہ پيئڻ کان پوءِ خورشيد جو خيال هڪ ٻي جهوپڙيءَ ڏانهن ويو جتي هڪ معذور پوڙهو تمام پراڻو انڊين فلمي گيت ڳائي رهيو هو شايد گيت جا ٻول هي هئا : دور جاني والي وعده نبهانا،

اپني هوئي پرائي دشمن هوا زمانا
رات هوئي اندهيري چاند بن گيا بيگانہ ....

اهو گيت ٻڌي خورشيد جي اکين ۾ چمڪ اچي وئي ۽ هن وڏي اشتياق سان چيو تہ هي تہ تمام پراڻو ڳانو آهي ۽ اسان پنهنجي ٻچپن ۽ نوجواني ۾ اهو ڳائيندا هئا سين، سو اسان جي ميزبان جنهن جو نالو پالو هو هن انهي پاراڌي کي سڏيو تہ اڙي اڇ تو کي مهراج سڏي پيو ۽ اهو پڻ پنهنجي جهوپڙيءَ مان گوڏن ڀر رڙهي اسان وٽ پهتو ۽ پوءِ ٿالهہ کي وڄائي خورشيد ۽ هو سڄو ڏينهن اهو گيت ڳائيندا رهيا تڏهن مون کي محسوس ٿيو تہ خورشيد خانہ بدوشن ۽ ڌرتي ڌڪاٽل ماڻهن سان ايڏي دلچسپي ڇو ٿو رکي شايد هن بہ پنهنجي بي چين دل کي قرار ڏيڻ لاءِ انهن ماڻهن ۾ ئي پناهہ ڳولي ورتي هئي.

خورشيد کي پاراڏي وري مهراج جي نالي سان سڏيندا هئا. هر خانہ بدوش قبيلي وٽ هن جو الڳ نالو هوندو هو. خورشيد جي فارم تي هن جا ڀيل هاري کيس مڃيري سڏيندا هئا، پارٽي ۾ اسان هن کي ڀائي جان جي نالي سان سڏيندا هئا سين جڏهن تہ جنڊاوڙ ڀڳت ۽ پاراڏي کيس مهراج چوندا هئا. جوڳين وٽ وري علي بابو جي نالي سان سڃاتو ويندو هو ۽ مڊل ڪلاس وري هن جي اڳوڻي عهدي جي سبب ميجر سڏيندو هو.

خورشيد قائمخاني جنهن پنهنجي سموري زندگي پنهنجن شرطن تي گذاري ۽ ان سان ايترو وڏو عرصو گڏجي هلڻ ڪا معمولي ڳالهہ نہ هئي مون اڳ ۾ ذڪر ڪيو هو تہ هڪ زميندار جي خلاف مهاڏو اتڪائڻ تي هن مون سان ڳالهائڻ ختم ڪري ڇڏيو هو ۽ آئون پڻ پنهنجي ضد تي قائم هئس تہ ڇا بہ ٿي پئي آئون پنهنجو ڪيس وڙهندس ۽ مون ايئن ڪري بہ ڏيکاريو. مون اُن وقت سمجهيو پئي تہ هاڻ منهنجا ۽ خورشيد جا رستا الڳ ٿي چڪا آهن ۽ اسين وري ڪڏهن نہ ملي سگهندا سين پر جڏهن مون اهو ڪيس کٽيو ۽ زميندار جي پٽن کي سندس حق ڏيارڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس تہ ٽنڊو مير محمد ۾ سڀ کان اڳ ڪامريڊ خورشيد ئي مون کي مبارڪباد ڏيڻ آيو هو ۽ اسان وري پاڻ ۾ ملي وياسين. خورشيد روز رسڻ ۽ پرچڻ وارن مان نہ هو. هن جڏهن بہ ماڳ مٽايو تہ پوءِ ڪڏهن ان ماڳ تي وري مڙي نہ ڏٺائين ۽ آئون پنهنجي ضد تي هر قسم جي نقصان برداشت ڪرڻ تہ قبول ڪندو هئس پر سمجهوتو منهنجي ڊڪشنري ۾ نہ هو پر شڪر ٿيو جو هن پنهنجو ضد ڇڏي مون سان وري دوستي ڪئي. آئون ان جي دوستي جي باوجود تمام گهٽي عزت ۽ نوڙت ڪندو هئس. مون ڪڏهن هن جي اڳيان بحث مباحثو نہ ڪيو ۽ ان جو هر فيصلو حڪم سمجهي قبول ڪيو پوءِ اها ٻي ڳالهہ هئي جو هو پنهنجي فيصلي کان اڳ نہ صرف دوستن کي اعتماد ۾ وٺندو هو پر ان تي ليڪچر پڻ ڏيندو هو.

هڪ ڀيري اسين ڪراچي کان حيدرآباد ڏانهن اچي رهيا هئاسين تہ منهنجي نظر بس ۾ سامهون واري سيٽ ويٺل ڪجهہ عورتن تي پئي تہ هن مون کي چڙپ ڏيندي چيو تہ "سوئر آنکهين نيچي ڪر" تہ آئون سچي وات تي هيٺ ڪنڌ ڪري ويٺو هئس. ان ڳالهہ تي اهي عورتون پڻ سڄي رستي ۾ مون تان کلنديون رهيون تہ ڪيئن هڪ چڙپ سان منهنجو ڪنڌ هيٺ ٿي ويو ۽ وري اکيون مٿي کڻي نہ ڏٺم. اها عزت ۽ محبت هئي جو هن سان چاليهہ سالن جي رفاقت جا پل پل اڄ مون کي ڏٻيي رهيا آهن،

هڪ ڀيرو اسان حيدرآباد ۾ لال بتي اسپتال تي هڪ هاري ڪامريڊ کي پڇڻ آيا هئاسين جيڪو ڏاڍو عليل هو ۽ ڪجهه وقت کان پوءِ گذاري ويو ته ڳوٺ تائين سندس ميت نيڻ لاءِ ايمبولنس نه ملي رهي هئي. اسپتال جي انتظاميه اهو عذر ڏئي رهي هئي ته اسان حيدرآباد ضلعي کان ٻاهر پنهنجي ايمبولينس موڪلي نٿا سگهون ڇاڪاڻ ته ايئن ڪرڻ جو اسان کي اختيار نه آهي پر ان وقت هڪ پروفيسر ڊاڪٽر ايمبولنس پنهنجي ڪجهه دوستن سان گڏجي نرسن کي ڪينجهر ڏانهن گهمائڻ لاءِ وٺي وڃي رهيو هو ۽اسان هڪ ڊاٽسن ڪرايي تي ڪٽي ميت کي سانگهڙ پهچايو. خورشيد ان واقعي تي هڪ ڪهاڻي لکي جيڪا ان وقت ڪالا ادب پبليڪيشن ۾ شايع ٿي ان ڪهاڻي جو عنوان "زنده لاشڪي تدفين" هو ان ڪهاڻي ۾ سجيل سينگاريل ۽ هلندڙ ڦرندڙ زنده لاشن جي مسئلن تي فوڪس ڪيو ويو هو.

هارين توڙي خانه بدوشن ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ رولاڪ ماڻهو جو ئي جگر کپي ٿو. اسان کي پنهنجي مصروفيتن جي بدران انهن جي زندگي جو حصو بنجي ئي انهن تائين پهچڻو پئي ٿو. هي اهي ماڻهو آهن جن کي توهان جي پرواهه ناهي هوندي. اسان جو مڊل ڪلاس ته رڳو ڪنهن فائيو اسٽار هوٽل جي ڪارڊ ملڻ تي واڇون ٽيڙي ويهي ٿو ۽ ڪنهن ٽي وي ٽاڪ شو ۾ شامل ٿي سمجهي ٿو ته هن ڪو وڏو ميدان ماري ورتو آهي. ڪافي ماڻهو اخباري خبر، ٽي وي پروگرام ۾ شامل ٿيڻ لاءِ وڏا وس ڪن ٿا. حيدرآباد ۾ منهنجو هڪ پاڙيسري آهي جيڪو په منٽ ٽي وي چينل تي ڳالهائي ايندو آهي ته پوءِ پنهنجي فون جو پئڪيج ڪري سڄي سنگت جو مٿو کائي ويندو آهي ته منهنجو پروگرام آن ايئر ٿي ويو آهي سو مهرباني ڪري ڦلاڻي چئنل ۾ ڦلاڻي وقت اهو پروگرام ضرور ڏسو ۽ پوءِ وري ان ٽائيم کان پوءِ فيڊ بيڪ پڻ گهرندو آهي ته ڪهڙا اڪ ڪارا ڪيم پر خانه بدوش ماڻهو ان ڳالهه ۾ تر جيتري پڻ دلچسپي نٿا رکن. مون ڪيترن ئي عالمي ميڊيائي ادارن کي وٺي خانه بدوش قبيلن جا انٽرويو ڪرايا پر اهي ان کي فضول سمجهن ٿا ۽ جان ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

اسان وٽ ڀيو منفي يا فضول رجحان اهو آهي ته ميٽنگ جي سلسلي ۾ دعوتن جو دور شروع ڪيو ويندو آهي، آئون ان رجحان جي سخت خلاف هئس.ڪميونسٽ پارٽي جا ڪجهه همراهه پنهنجي هاري همدردن سان ملڻ لاءِ سجاول ويا ۽ پوري ڪامريڊن جي ٻتالين ساڻ ڪري جڏهن اهي هڪ ڳوٺ پهتا ته ميزبان پريشان ٿي ويو ۽ هٿ جوڙي انهن کي چيائين ته پيلي اسان ڪامريڊي مان هٿ ڪڍيا ۽ توبه ڪئي سين توهان مهرباني ڪري پنهنجا پير ڊاهيو. حقيقت ۾ اهو صحيح ردعمل هو. اسان ڪڏهن پڻ اهڙي قسم جي گڏجاڻين کان شروع کان وٺي پاسو ڪيو جو اڳ وارو دوست توهان جي

اڄڻ مان ئي بيزار ٿئي پوءِ ڪنهن قسم جي ڪاميابي جي توقع رکڻ ئي فضول آهي. توڙي جو اسان جي زندگي جو وڏو حصو انتهائي غريب ماڻهن ۾ گذريو جتي اسان انهن جي ماني پڻ کائيندا هئاسين پر ساڳي وقت اهي اسان مان بيزار نہ ٿيا. هي اهي ماڻهو هئا جن جا اڪثر ويلا پڻ ٽري ويندا آهن، اسان کي ان حقيقت جو ادارڪ هو ۽ اسان هميشه پاڻ سان گڏ ڪجهہ کڻي ويندا هئاسين جنهن مان انهن جي پڻ چڱي خاصي ڪفالت ٿيندي هئي. هڪ ڀيرو اسان طئي ڪري ڇڏيو تہ هاري يا خانہ بدوش ماڻهن جي ماني نہ کائبي سو اسان هڪ ڀيرو ڪنهن هاري ڪامريڊ وٽ وياسين تہ خورشيد چيو تہ پاڻ کي هاڻ ڪنهن بہ هاري ڪامريڊ جي ماني ناهي کائڻي صرف ميٽنگ ڪرڻي آهي ۽ وڏ ڪان وڏ چانهہ يا پاڻي جو ئي ان تي وزن وجھڻو آهي سو اسان ان جي پني ۾ ڦٽين جا گوگڙا پٽي کائڻ لڳاسين جيڪي مٺا هوندا آهن. ڪجهہ ٽيلهي ۾ پڻ رکياسين تہ ان مان ئي گذارو ڪبو. اسان کي گوگڙا پٽيندي ڏسي يڪدم اهو هاري ڪامريڊ ڊوڙ ڪري اسان وٽ پهتو چي: هي ڇا پيا ڪريو تہ چيو سين ڪامريڊ اسان توهان دوستن جي ماني کائڻ ۽ اوهان تي وزن بنجڻ بدران انهن مان ئي گذارو ڪنداسين. اها ڳالهہ ٻڌي همراهہ ڪان ڪل نڪري وئي ۽ ڏيٺ ڀهراڙي واري انداز ۾ چيائين تہ اي خدا جا ٻندا ماني ڪان وڌيڪ تہ اهي ڏينا (گوگڙا) پٽي توهان اسان جو نقصان ڪريو پيا. سو اسان کي پڻ احساس ٿيو تہ همراهہ جي ڳالهہ بلڪل صحيح آهي سو هن وٽ ماني کاڌي سين. چانورن جون مانيون ۽ سرنهن جو ساڳ کڻي آيو هو ۽ ڊوءِ تي لسي پڻ پياريائين. هارين کي تہ پوءِ مسخري لڳي تہ "انهن چرين ڦٽين جي ڀيل ڪئي سو ڊڪ حوالي ڪبو" ۽ اسان پڻ ان واقعي تي ڏاڍو کلياسين.

بهرحال اسان جو طريقہ ڪار هوندو هو تہ هاري ڪامريڊن کي ڪجهہ چوپايو مال وغيرهہ وٺي ڏيندا هئاسين تہ جيئن انهن جي ڪفالت ٿئي. اهو چوپايو مال ڀيراڻتو يا اڌ تي ڪجهہ عرصي لاءِ ڏنو ويندو هو ۽ پوءِ وري اهو نبيري ٻي ڪامريڊ جي حوالي ڪبو هو ۽ ايئن گاڏو پيو هلندو هو. هڪ ڪامريڊ کي خورشيد گهر جو گاڏو هلائڻ لاءِ ريزڪي دڪان کولي ڏنو تہ جيئن ان جي گهر جي ڪفالت ٿئي ۽ ڪامريڊ هاري تحريڪ جي سرگرمين کي پورو وقت ڏئي سگهي پر اهو ڪامريڊ هاري تحريڪ جي سرگرمين کي تہ وقت گهٽ ڏيندو هو ۽ پنهنجو ڪاروبار جمائي وڏو سيٺ بنجي ويو ۽ اڄ تہ هو رائيس ملن جو پڻ مالڪ آهي. اهي سڀ تجربا تحريڪ جو حصو هئا. خورشيد پڻ پنهنجي والد ڪان مليل حصي مان ڪجهہ پيسا وٺي بس سروس شروع ڪئي. اها بس سروس عمرڪوٽ ڪان ڪراچي تائين هلندي هئي. ان بس سروس جو نالو ريگستان ٽرانسپورٽ هو ۽ وري جو ڪنڊيڪٽر بہ خورشيد ٿيو تہ پوءِ ڏاڍا پوڳ ٿيندا هئا، ڪنهن غريب غربي کان تہ هو ڪرايو وٺڻ پڻ پسند نہ ڪندو هو ۽ ڳالهين ڳالهين ۾ هو الٽو

انهن کي بيماري يا ٻي ڪنهن مسئلي جي حل لاءِ خرچ پکو پڻ ڏيندو هو ۽ حالت اها بڻي جو ڪجهه سالن کان پوءِ اهي بسون پڻ وڪڻيون پئجي ويون. خورشيد پنهنجي تن چئن ايڪڙن وارو انبن جو باغ پڻ پنهنجي هارين کي ڏئي ڇڏيو هو ۽ انهن کان صرف پنهنجو معمولي خرچ پکو ئي وٺندو هو. بالو ڀيل ان جي فارم جو مکي هوندو هو.

اسان هر سال ٽنڊو مير محمد ۾ قوالي جو پروگرام ضرور ڪرائيندا هئاسين. ٽنڊو مير محمد ۾ منهنجو هڪ دوست ڇڄو بهائي آهي ان جو والد مولوي هوندو هو سو اسان کي ان پروگرام تي ڪافي ڇنڀيندو هو پر ان ڊاڪٽر صاحب کي خوش ڪرڻ لاءِ اسان شروع ۾ ڪجهه نعتون ۽ ڪربلا جي شهيدن جي ياد ۾ مرثيا هلرائيندا هئاسين ته ويچارو ڪجهه نه سگهندو هو ۽ پوءِ پوري رات قوالين جو دور هلندو هو. اسان جي ان پروگرامن ۾ ساقي بلوچ ۽ منهنجو مائٽ عبدالڪريم بلوچ (ريڊيو پاڪستان جو ڊائريڪٽر)، ڪامريڊ خديجه گوهر، لاهور جي سنگت جنهن مان ڪئي ڀيرا نيلام گهر وارو طارق عزيز پڻ خصوصي طور حيدرآباد آيو هو. اڄ تائين آئون ٽنڊو مير محمد ۾ هر سال قوالي پروگرام جاري رکندو اچان پيو جنهن ۾ اردو توڙي سنڌي ڳالهائڻ وارن سميت اسان جي پراڻي سنگت ۽ حيدرآباد جا جوڳي ۽ ڀيا خانه بدوش ماڻهو روڊ ڪناري تي سڀ پٽ تي گڏجي ويهندا آهيون ته وڇڙي ويل يارن جو يادون تازيون ٿي پونديون آهن.



# ڪيمو جوڳي جي ڏکوئيندڙ پڇاڙي

جوڳين سان گڏجي گهارڻ دوران مون کي پڻ انهن جي زندگين جي ڏکن جو احساس ٿيو، هڪ جوڳي جنهن جو نالو ڪيمون هوندو هو ان سان منهنجي تمام گهري دوستي هوندي هئي ان جو اڪثر اچڻ وڃڻ پڻ حيدرآباد ۾ ٿيندو هو ته رات جو مون وٽ ضرور ايندو هو. ان جي عمر تقريبن سو سال جي لڳ ڀڳ هئي، ڪنن ۾ وڏا وڏا والا پاتل هئس ۽ مٽڪن جو وڏو وزن پڻ ڳچي ۾ لٽڪائي پيو هلندو هو. جڏهن ڪيس پڇيم ته ته اهي جادوگري وارا ناٽڪ ڇو ٿا ڪريو ته ان جيڪو جواب ڏنو سو مون کي اڄ پڻ ياد آهي. چيائين يار هن دنيا ۾ جوڳين کي تحفظ ۽ روزي روٽي بس ان مٽڪن ۽ توهم پرستي جي مفروضن جي ڪري ئي ته ملي ٿي. اهي اسان سان ڪي به ڳالهيون نه لڪائيندا هئا ان جو هڪ پٽ پڻ نانگ جي شڪار دوران ڪکجڻ سبب فوت ٿي ويو هو پر جڏهن عام ماڻهو ان کان پڇندا هئا ته جواب ڏيندو هو ته اسان نانگن کي جادو جي زور تي پڪڙيندا آهيون ۽ هڪ عرصي تائين اهي اسان جي وچن ۾ هوندا آهن. مگر اهو سڀ ڪجهه فرضي قصو هوندو هو اصل حقيقت اها هئي جو هنن جو نانگ شڪار ڪرڻ وارو طريقه ڪار پڻ اهو ساڳيو آهي جيڪو اسان جاگرافي جي چئنلن تا پيشه ور شڪارين کي شڪار دوران ڏسون ٿا.

ڪيمي جوڳي جو موت پڻ المناڪ طريقي سان ٿيو، بدين ويجهو هو هڪ ڳوٺ ۾ ڪجهه جوڳي ديرو ڄمائي ويهي رهيا انهن ۾ ڪيمون پڻ هو جيڪو سخت بيمار ٿي پيو، حيدرآباد ۾ هن جو پٽ مون وٽ آيو ۽ ان ڪجهه دوا درمل لاءِ مدد گهري ۽ پوءِ ان کي ڪرايو وغيره ڏئي ڇيم ته پٽهين کي حيدرآباد وٺي اچ ان جو هتان علاج ڪرائينداسين سو اهي حيدرآباد ۾ پڻ هن کي ڪٽي آيا پر ڊاڪٽرن چيو ته هن جا ڦڦڙ بلڪل ختم ٿي چڪا آهن سو هي ڪجهه ڏينهن جو مهمان آهي ۽ پوءِ هو وري پنهنجي ديري تي وٺي هليا ويا. ڪيمون سڄو ڏينهن پنهنجي جهڳي ۾ ڪرڪندو رهندو هو ۽ اهي جوڳي پرپاسي مان خيرات پني رات جو ان ديري تي رهندا هئا. هڪ ڏينهن آئون ان جي طبيعت پڇڻ لاءِ بدين ويس مون کي ان جي ديري جي خبر نه هئي سو بدين شهر ۾ پئي چڪر لڳايم ته ڪو جوڳي نظر اچي ته ان کان ان ديري جو ڏس معلوم ڪريان ۽ ايئن ڦرندي هڪ جوڳي تي نظر پئي ان به مون کي سڃاتو ۽ پنهنجي ديري تي وٺي آيو اهو ديرو ڳوٺ جي ويجهو هو. ڪيمون صبح جو گذاري ويو هو، جوڳي خيرات واسطي پر پاسي جي ڳوٺن ۽ شهر ۾ پنڻ لاءِ نڪري ويا هئا. ان ديري ۾ حيرت جهڙي ڳالهه اها

هئي جو روح راڙو بلڪل نہ هو، ڪيمي جا گهر ڀاتي سڀ مون کي سڃاڻيندا هئا ان جي گهرواري پڻ لڙڪ لڪائي جهڳي ۾ منهنجي ڳچي ۾ ڀاڪر پائي سڏڪندي رهي * چوندي رهي ”تمارو هاتي (ساٿي) ڏور رمي گيو ڀايا“ يعني ڀائو تنهنجو ساٿي تمام پري هليو ويو. انهن کي پنهنجي ميت تي روئڻ جي پڻ آزادي نہ هئي چاڪاڻ تہ ايئن ڪرڻ سان پير واري ڳوٺ جي ماڻهن کي خبر پئجي ها ۽ اهي لاش کي دفنائڻ نہ ڏين ها ۽ وڏو مسئلو پيدا ٿئي ها. اهي غريب ايتري بہ پهچ نٿي سنيالي سگهيا جو پنهنجي پيارن جي ميت کي عمرڪوٽ واري قبرستان ڏانهن کڻي وڃن. ان لاءِ گاڏي وغيره جي بندوبست لاءِ هزارين روپين جي گهرج هئي. مون ان جي گهرواري ۽ پٽن کي چيو تہ جيڪڏهن توهان چاهيو تہ ان جو لاش پاڻ عمرڪوٽ ڏانهن کڻائي هلون مگر ان جي گهرواري مون کي واسطا ڏئي رهي هئي تہ خدا جي واسطي ايئن نہ ڪر هي جيو (روح) سڄي عمر تنهنجي احسان هيٺ هو ۽ مرڻ کان پوءِ هن کي وڌيڪ قرضي نہ بڻاءِ. مون پڻ انهن جي مرضي ڏسي ماٺ ڪئي. ڪيمي جي ڀاءُ مون کي مذاق مان چيو تہ ادا ويهي اسان جي رسم ڏسجين پر پڙڪ ٻاهر نہ ڪڍجان. حيرت جهڙي ڳالھ اها هئي جو ننڍڙا ٻار ۽ ان جون بہ ڏيڍرون جيڪي ساڻس گڏ هيون اهي پڻ روئڻ پٽڻ جي بدران بي دلي سان صبح جو ڳوٺ ۾ ڦيرو ڏئي آيون تہ جيئن ڪنهن کي شڪ نہ ٿئي تہ انهن جوڳين ۾ ڪو واقعو ٿي چڪو آهي جو اڄ اهي ٻاهر بہ نٿا نڪرن. ڪيمي جا پٽ پڻ ان ڏينهن شهر ۾ مرليون وڄائي خيرات وٺندا رهيا. منهنجي لاءِ اهو ڏينهن زندگي جو تمام ڏکيو ڏينهن هو منهنجي اکين مان سڄو ڏينهن لڙڪن جو قطارون وهنديون رهيون. ننڍڙا ٻار جيڪي راند روند ڪرڻ جي عمر جا هئا اهي پڻ اداس ۽ اٻاڻڪا ويٺل هئا. ديري جي اڳيان وات هئي ۽ انهن ڏانهن جيتوڻيڪ ڪنهن جو ڌيان نٿي ويو پر جوڳين وڏو احتياط پئي ڪيو. ڪيمي جو لاش جهڳي ۾ پٽ تي پيل هو مٿس ٽوال ايئن ويڙهيو ويو ڄڻ هو اگهور ننڊ ۾ ستل هجي. ڪيمي جي پوٽي ميران، جنهن جي عمر ست يا اٺ سال مس هئي ان پنهنجي ڏاڏيءَ جي چوڻ تي مون لاءِ سليماني چانھ تيار ڪئي پر منهنجي لاءِ تہ اها چوڪري پڻ هڪ عذاب هئي جنهن جي اکين ۾ پڻ لڙڪ لارون ڪري رهيا هئا. چلھ ٻاريندي هن اوچنگار ڪئي تہ منهنجا سڏڪا پڻ بند نہ ٿيا ۽ آئون پڻ روئڻ لڳس. هڪ معصوم ٻارڙو ڏاڏا چئي روئي رهيو هو تہ پئي معصوم ٻار ان جي وات تي هٿ پئي رکيو تہ روءِ نہ ڀائو اهي ڳوٺ وار ڏسي ويا تہ ڏاڏا جي لاش کي ڏاڍو ماريندا تہ هن ٻارڙي پڻ سڏڪندي روئڻ بند ڪيو. مون کي ان ڏينهن پنهنجي وجود سان ئي نفرت ٿيڻ لڳي. هي تہ شايد آفريڪي شيدين جي غلامي کان پڻ وڏي غلامي هئي جن کي انساني منڊي مان خريد ڪيو ويندو هو ۽ پيڙن ۾ مرڻ جي صورت ۾ سمنڊ ۾ انهن جا لاش اڇلايا ويندا

هئا. هنن غريب ماڻهن ڪمزو ڏوهہ ڪيو جو اهي روئي بہ نٿي سگهيا ۽ ۽ نہ ئي ڏرتي انهن ڪي پنهنجي پيٽ ۾ سمائي پئي سگهي. اهو سوچيندي مون وڏي عذاب ۾ اهو سمورو ڏينهن ڪٽيو. شام تي تہ سڀ جوڳي گڏ ٿيا ۽ اسان ڪچهري ڪري رهيا هئا سين. ان موقعي تي هنن پنهنجي پين پيارن جي وڇوڙن جا پڻ اڇي قصا ڇيڙي تہ آئون حيران رهجي ويس مون ڪي اڳ ئي خورشيد ٻڌايو هو تہ جوڳين سان اهي واقعا پڻ پيش ايندا آهن. مون ان ڏينهن پنهنجي اکين سان اهو سڀ ڪجهہ ڏٺو. رات جو جوڳين پنهنجون هڙون ٻڌڻ شروع ڪيون. سياري جي موسم هئي، رات جو سخت سيءُ لڳي رهيو هو ۽ اڌ رات جو ڪجهہ جوڳين هڪ جهڳي ۾ مانيون اٿلائڻ وارا چمٽا کنيا ۽ آهستي آهستي قبر کوٽڻ شروع ڪئي مون پڻ ان ۾ حصو ورتو ۽ اسان هٿن سان وڏي قبر کوٽي ورتي ۽ ان جي مٽي هڪ پاسي رکندا وياسين. پوءِ کيمي جا ڳچي ۾ مٽڪا ۽ پٽر لاهي بگري ۾ وڌا سين، سندس بدن تي صرف هڪ گوڏ ئي رهڻ ڏني وئي ۽ پوءِ ان کي غسل ڏنوسين ۽ وات ۾ پاڻي جا ٻہ ڍڪ وجهي هڪ ٽامي جي تند جو ٽڪرو پڻ سندس وات ۾ رکيو ويو. ان کي پوءِ گيڙو پڳڙي جنهن کي جوڳي بيک چون، جو ڪفن پارايو سين ۽ پوءِ رام رام گورکنات چئي کيس قبر ۾ سمهاريو ويو ۽ ان مٿان ڪجهہ مٽي وڌي وئي پوءِ ديوين ۽ ٻيرن جا ڍنگر ان مٿي مٿان وڌا ويا تہ جيئن ڪو جانور لاش کي کوٽي ڪڍي نہ وجي ۽ ان مٿان ٻوري مٽي وڌي وئي. هڪ ٿيلهي ۾ مهٽيل ماني ۽ پن جون پيڙيون ان قبر ۾ رکيون ويون ۽ پوءِ قبر کي مڪمل طور لتيو ويو پر مٿان ايريل مٽي جي ڍير کي ڪجهہ وقت اتي رهڻ ڏنو ويو ۽ اسان سڀ خاموشي سان اتي سڏڪي رهيا هئا سين ۽ پوءِ ڪجهہ نوجوان جوڳي ڇوڪرن اتان بڇيل مٽي کي ٽوال ۾ کڻي پريان پاڻي جي دٻي ۾ احتياط سان ڦتو ڪيو ۽ قبر کي فرش جيان هموار ڪيو ويو ۽ هڪ جوڳياڻي ڏينهن جو پسايل مٽي جو ڳارو کڻي ان تي راڳو ڪيائين تہ جيئن ڪنهن کي بہ شڪ نہ پئي تہ جوڳين هتي لاش دفن ڪيو آهي ۽ پوءِ وري ان مٽي تي سڪل مٽي پکيڙي وئي ۽ مٽي ڪجهہ ڍنگر پکيڙي جهڳي کي پٽيو ويو. اسان هاڻ ڪجهہ وقت انتظار ڪرڻ لڳاسين ۽ ڪجهہ ڪلاڪن جي انتظار کان پوءِ اسان جي قافلي اتان پنهنجو ديرو پٽيو سڀ هڙون کڻي ڳوٺ کان ٻاهر نڪتا سين. آئون پڻ انهن سان گڏ هئس ان وقت شايد رات جا ساڍا ٽي يا چار ٿي رهيا هئا. بدين شهر ۾ اسان پنج وڳي پهچي وياسين تہ ڪجهہ روشني پڻ ٿيڻ لڳي ۽ اذان پئي آئي. ساڍي پنج وڳي اسان حيدرآباد ويندڙ هڪ پراڻي وين ۾ سوار ٿيا سين حيدرآباد جي فتح اسٽاپ تي جوڳين کي مون چانهہ پياري ۽ ناشتو ڪرايو ۽ ٻہ ٽولا ٿيا هڪ نوابشاهہ ڏانهن ويو ۽ هڪ ٽولو ميرپورخاص کان ٿي ٿر ڏانهن

راهي ٿيو ۽ پوئتي رهجي ويون صرف ڪجهه يادون ۽ ڪيمي جوڳي جي گمنام بڻي ۽ اها بڻي اتي ئي ناهي وئي جتي هن پنهنجا آخري ساهه کنيا هئا.

جوڳين ٻڌايو تہ اسان هاڻ ڪجهه سال ان تر ۾ ئي نہ ويندا سين ۽ ان جاءِ تي وري ڪڏهن بہ اسان ديرو نہ ٺاهيندا سين ۽ اهڙي ريت آئون جوڳين جو پڻ ڪانڌي ٿيس. هاڻ اهو واقعو ان ڪري لکي رهيو آهيان تہ جوڳي هاڻ خانہ بدوشي ترڪ ڪري پنهنجون بستيون ٺاهي ويهي رهيا آهن ۽ انهن جي وو تن جي ئي لالچ ۾ وڏيرن مٿس هٿ رکڻ پڻ شروع ڪيو آهي ۽ نئون ڪوٽ، ٽالهي، عمرڪوٽ ڏي انهن جا پنهنجا قبرستان پڻ آهن جتي پنهنجي مڙدن کي دفن ڪندا آهن. مون پنهنجي باگڙي، ڪولهي، ڀيل ۽ ميگهواڙ دوستن کي پڻ چيو آهي تہ اهي ڪنهن جوڳي کي پنهنجي قبرستانن ۾ دفن ٿيڻ کان نہ روڪين، حيدرآباد ۾ غريب اقليتي جاتين جي قبرستانن ۾ پڻ جوڳين جا مڙدا دفن آهن. الميو اهو پڻ آهي تہ اهي اسپتالن ۾ پنهنجي بيمار ماڻهن کي ان ڊپ کان داخل نٿا ڪرائين تہ مرڻ جي صورت ۾ لاش کي دفنائڻ بہ مسئلو هجي ٿو. ماتلي ۾ خانہ بدوش قبيلن جو هڪ قبرستان پڻ آهي جتي خانہ بدوش قبيلن جا ماڻهو پنهنجي پيارن جا مڙهہ دفن ڪندا آهن.

جوڳين جي لاءِ موت کان پوءِ بہ عذاب هوندو آهي، ڪافي سالن کان پوءِ ڪيمي جو پٽ مليو جنهن ٻڌايو تہ اسان پہ مهينا اڳ ان جو مارڪو (آخري رسمون) ادا ڪيون ۽ قرض کڻي ويهہ پنجويهہ هزار ماني تي خرچ ڪياسين. چاڪاڻ تہ برهمڻ مهراج جو چوڻ آهي تہ توها جوڳين جا لاش ڪڏهن پڻ مڪتي نٿا پائين ۽ ان آخري رسم جي ادائگي سان ان کي وري نئون جنم ملي ٿو. مون کي ذهني ۽ جسماني غلامي ۾ وڪوڙيل انهن ماڻهن جي پسماندگي ۽ بدحالي تي ڏاڍو ڏک ٿيندو آهي. انهن ماڻهن کي پسمانده رکڻ ۾ پوري سماج ڪنهن بہ ريت ڪا ڪسر ناهي ڇڏي.



# پوئتي پيل طبقن ۾ شعوري ڪم

خانہ بدوشي جي بہ پنهنجي دنيا هئي، مون ۾ خورشيد فيصلو ڪري ڇڏيو تہ خانہ بدوشن کي سماج جي حاشي مان ڪڍي سماج ۾ برابري وارو مقام عطا ڪرڻ لاءِ ڪم ڪيو وڃي. انهي مقصد لاءِ خورشيد، خانہ بدوش طبقن جي تاريخ ۽ ثقافت تي قلم کنيو ۽ انهن ۾ جاڳرتا جو احساس ڏيارڻ جي ڪوشش ڪيائين. جيتوڻيڪ خورشيد جي لکڻين جو خانہ بدوش طبقي تي حقيقي اثر تڏهن ئي ٿي سگهندو جڏهن اهي ماڻهو تعليم حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ويندا پر اسان جي پڙهيل لکيل طبقي جي اڳيان خورشيد صاحب سنڌ جي قديم ماڻهن جي تهذيب ۽ تاريخي ورثي جو ذڪر ڇڏي ويو آهي ۽ اسان جو هر ماڻهو اهو احساس ڪري ٿو تہ اهي خانہ بدوش قبيلا ئي سنڌ جا حقيقي وارث آهن. بدقسمتي سان اسان جي مورخن دراوڙ تهذيب کي ڄاڻي واڻي نظر انداز ڪيو آهي ۽ جيڪڏهن سر جان مارشل موئن جو دڙو دريافت نہ ڪري ها تہ اسان اڄ تائين ويدن ۽ پراڻن جي ٻولي ٿي ڳالهايون ها تہ آرين کان اڳ هتي جهنگلي ۽ وحشي ماڻهو رهندا هئا پر موئن جي دڙي جي کوٽائي کان پوءِ نہ چاهيندي پڻ اسان جي مقامي مورخن کي پڻ حقيقتون تسليم ڪرڻيون پيون آهن.

خورشيد قائمخاني جي جدوجهد ضرور مستقبل ۾ رنگ لائيندي ۽ اسان تاريخ جي سچائي تائين پهچڻ ۾ ڪامياب ويندا سين. خانہ بدوشي ۾ خورشيد جو ساٿ ڪامريڊ خديجہ گوهر پڻ ڏنو. مون کي ياد آهي تہ ڪامريڊ خديجہ آفريڪا جي دوري کان پوءِ لاهور پهچي مون کي خط لکيائين تہ آئون سنڌ ۾ موجود آفريڪي ماڻهن (شيدين) تي تحقيق ڪرڻ چاهيان ٿي ۽ تون اسان جي ان سفر جو بندوبست ڪجان. مون پنهنجي ٽنڊي باڳي جي مائٽن ۽ عبدالباري ايڊووڪيٽ سان ڳالهہ ڪئي انهن پڻ خوشي سان پنهنجو وقت ڪڍي برادري ۾ گڏجاڻيون رکرايون ۽ ڪامريڊ خديجہ ۽ خورشيد ڪئي هفتا شيدين ۾ رهيا ۽ انهن جي زندگي جو جائزو ورتائون. ڪامريڊ خديجہ ان تحقيق جو ذڪر پرڏيهي اخبارن ۽ رسالن ۾ لکيل آرٽيڪلز ۾ ڪيو جنهن کي پوءِ خورشيد ترتيب ڏئي هڪ ڪتاب جي شڪل ۾ پڌرو پڻ ڪيو. خديجہ اهي مضمون "ساحل کان ڏور" جي عنوان سان لکيا هئا. اڄ پڻ اسان جي شيدين ۾ آفريڪي دهل (مگرمان) جي ٿاپ تي رقص ڪيو ويندو آهي، اها ريت بلڪل آفريڪي ثقافت جو حصو آهي. حيريت جهڙي ڳالهہ اها آهي تہ وچٽ پڻ بلڪل ساڳي آهي جيڪا آفريڪا ۾ رائج آهي. دهل وڄائڻ سان گڏ رقص پڻ ساڳيو آهي خاص ڪري باهہ تي رقص ۽ دهل وڄائڻ جو انداز. ان سفر ۾ خورشيد پڻ گڏ هو. هڪ ڀيري جڏهن ٽنڊو باگو ويجهو شيدين جي ڳوٺ ۾ رات جو باهہ تي مگرمان ۽ رقص جي محفل پنهنجي عروج تي هئي تہ خديجہ گوهر پڻ شيدياڻين سان گڏجي رقص ڪرڻ تي مجبور ٿي ۽ آئون پڻ ان رقص ۾ شامل ٿيس پر

خورشيد ڏاڍي مزي سان پت جي ٽيڪ ڏئي ان مان مسرور ٿي رهيو هو تہ مون ست ڏئي ڪيس اٿاريو ۽ نچڻ تي مجبور ڪيو. مون خديجہ کي چيو تہ هن راجپوت کي ڏس اسان جي رقص کي مجرو سمجهي نوابن وانگر پت جي ٽيڪ ڏئي ويٺو آهي. خورشيد گهٽو ئي نتايو تہ هن کي نچڻ کان شرمندگي ٿئي ٿي پر خديجہ ۽ سڀ شيدي کيس پاڻهن مان جهلي رقص ڪرايائون ۽ ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ هو پڻ رقص ڪرڻ سکي ويو. ان وقت خورشيد سمجهيو تہ رقص ۽ مجري ۾ وڏو فرق آهي ۽ اها ڳالهہ هن پنهنجي ڪتاب ۾پڻ لکي هئي.

خديجہ سنڌ جي سفر کان پوءِ مون کي اترئين علائقن جي شيدين ۾ گهمڻ جي دعوت ڏني. اهي شيدي عام طور پٺاڻ شيدي سڏيا ويندا آهن. پهريون ڀيرو پٺاڻ شيدي جو لفظ ٻڌي مون سميت ٻيا شيدي پڻ حيران ٿيا پر اڳئين سال مون سيف الملوڪ ڍنڍ جي ڀرپاسي ۾ شيدي برادري جي ماڻهن سان ملاقات ڪئي تہ مون کي ڏاڍو مزو آيو. اهي شيدي رنگ جا پٺاڻن وانگر ڳاڙهسرا ۽ سفيد فام آهن پر نڪ، چپ ۽ وارن جي بناوت هوبهو اسان جهڙي آهي. سيف الملوڪ ۽ درويش ڍنڍ جي باري ۾ پرين جو آکاڻيون مشهور آهن پر مون کي اتي پهچي اندازو ٿيو تہ پرين نالي ڪا آسماني مخلوق هتي نٿي هجي پر هتي جا ماڻهو ئي ايڏا خوبصورت آهن جو ماڻهو ان کي پريون ۽ آسماني مخلوق سمجهندا آهن. مون وٽ اڄ پڻ اتان جي هڪ نينگري جي ڪئميرا مان ورتل تصوير بہ شايد موجود هوندي جيڪا سيف الملوڪ ڍنڍ جي ڪناري تي بيٺل هئي تہ ڪامريڊ خديجہ سندس تصوير ورتي. اها تصوير جڏهن آئون هتي پنهنجي دوستن کي ڏيکاريندو هئس تہ اهي ان کي ڪنهن مصور جو شاهڪار سڏيندا هئا ۽ اعتبار بہ نہ ايندو هئسن تہ اها ڪا حقيقي تصوير آهي. انهن ماڻهن جي جهڙي سونهن ۽ جسماني بيهڪ آهي اهڙي ئي سندن پوشاڪ ۽ وري اهڙا ئي سندن ملڪ جا نظارا آهن جو ماڻهو حيران رهجيو وڃن.

اترئين علائقن ۾ پختون بيلٽ کان سواءِ ٻيا ماڻهو امن پسند آهن. پختون قبيلا شروع کان وڙهي ويڙهاڪ رهيا آهن. اسڪردو سميت پوري گلگت بلتستان جا ماڻهو انتهائي مهذب ۽ پيار ڏيندڙ آهن.

اسان کي ايڊز خلاف مهم دوران اهو تجربو حاصل ٿيو تہ اسان جي سماج ۾ ماڻهو اجتماعي سوچ ۽ اجتماعي ذميواري جي احساس کان خالي آهن. ايڊز هڪ خطرناڪ ۽ وچڙندڙ بيماري آهي ۽ اسان جهڙن تباهہ ٿيل سماجن ۾ تہ اها خطرناڪ انداز سان وڌي رهي آهي پر اسان جا ماڻهو انتهائي لاپرواهہ آهن، قدرتي آفتن ۽ اهڙين بيمارين کي اجتماعي طور ئي انسان منهن ڏئي سگهي ٿو.

شاگردن کان سواءِ اسان انساني حقن جي اداري سان گڏجي پڻ ڪم ڪيو هو پر جلد ئي ڪجهه اصولي اختلافن سبب مايوس ٿيڻو پيو. ڪامريڊ خديجه گوهر ۽ خورشيد قائمخاني پڻ عاصمه جهانگير جي دعوت تي انساني حقن جي ڪميشن ۾ شامل ٿيا هئا. هي ان دور جي ڳالهه آهي جڏهن سنڌ ۾ لساني فساد ٿيا هئا. اسان ان فسادن کي غريب طبقي کي ورهائڻ جي هڪ چال سمجهيو هو ۽ حقيقت ۾ پڻ ايئن ئي هو. ان دور کان پوءِ هر ميدان ۾ سنڌ جو سماج پاڻ ۾ ورهائبو رهيو ۽ نوان تضاد شروع ٿيا.

انڊيا جي مشهور دانشور وي ٽي راجشيڪر جو چوڻ آهي ته انڊيا پڻ بادشاهن جي دور کان پوءِ ڪڏهن پڻ هڪ قوم بنجي نه سگهي آهي ۽ هن وقت پڻ هڪ قوم ناهي پر جڏهن اسان هڪ قوم بنجڻ ڏانهن سفر ڪريون ٿا ته پوءِ ڪي اهڙا تضاد ۽ فساد شروع ٿين ٿا جنهن سان اڳئين پوئين محنت ختم ٿي ويندي آهي. هن جو اشارو هندو مسلم فسادن ڏانهن آهي ۽ اسان وٽ پڻ ٿوري گهڻي فرق سان اهڙي ئي صورتحال اهي. سنڌ ۾ لساني فسادن جو آئون اکين ڏٺو شاهد آهيان. اسان پنهنجي اکين سان ڏٺو ته غريب ۽ معصوم ماڻهن کي پنهي پاسن کان لسانيت جي چڪي ۾ پيڙهيو ويو ۽ ان تضاد سان هتي جي ڪجهه ماڻهن جي سياسي دڪانداري چمڪڻ لڳي پر وڌ کان وڌ فائدو اسان جي اصل ڏر کي ٿيو جنهن قومي ۽ طبقاتي استحصال خلاف عوام جي متحد ٿيڻ جي آخري اميد کي پڻ ختم ڪري ڇڏيو. پنهي ڌرين جو قاتل هڪ ئي هو ۽ پين صرف ڪرايي تي مزدوري ڪئي هئي. حيدرآباد جي انهن غريب ماڻهن جو ڏوهه ڪهڙو هو جيڪي بي موت ماريا ويا ۽ اهڙي ريت ڪراچي ۾ پنهنجي پچن جي روزگار لاءِ ڪم ڪندڙ غريب محنت ڪش ماڻهن کي ڳولي ڳولي ماريو ويو ۽ پوءِ اسان جي نصيبن ۾ بدترين لساني سياست جي اڏي تي ڪنڌ ڌرڻ ئي لکجي ويو ۽ اهو تضاد هاڻ جيتوڻيڪ پنهنجي اڳيون عروج وڃائي چڪو آهي پر پوءِ به پنهي ڌرين جي سياسي زندگي لاءِ اهو تضاد آڪسيجن جهڙي حيثيت رکي ٿو.

اردو ڳالهائيندڙ آبادي ورهاڱي کان وٺي لڳاتار ڀٽڪي رهي آهي، انهن وڏي پئماني تي ڪٽي وري لڏپلاڻ نه ڪئي هجي پر سياسي حوالي سان انهن هتي پڻ لڏپلاڻ ڪئي. آئون ڪنهن به طبقي کي ان جي ڪردار سان ڏسڻ جو عادي آهيان. سٺا ۽ خراب هر طبقي ۽ گروهه ۾ موجود هجن ٿا ۽ اهو پڻ ته ڪنهن جي انفرادي ڪردار کي گروهي ڪردار سان گڏ مڙ ڪرڻ پڻ صحيح ناهي. اردو ڳالهائيندڙ طبقي مان وڏا وڏا انقلابي ۽ ترقي پسند پڻ هئا. ڪامريڊ شهيد حسن ناصر، ڊاڪٽر اعزاز نذير، حسين بخاري، سلام بخاري، خورشيد قائمخاني سميت ڪيترائي ئي اهڙا ڪردار هئا جن پنهنجي ويجهو لساني تعصب واري سياست کي اچڻ نه ڏنو ۽ ساڳئي وقت اردو ڳالهائيندڙ توڙي سنڌي ڳالهائيندڙ طبقي مان ڏوهاري ۽ سماج دشمن ڪردارن جي موجودگي پڻ هڪ حقيقت آهي. اسان وٽ لساني سياست رڳو نفرتن ئي جنم ڏنو آهي. اردو ڳالهائيندڙ طبقي جي

سياسي لڏپلاڻ جو جيڪو مٿي ذڪر ڪري رهيا آهيون ان بابت وضاحت ڪندس ته اردو ڳالهائيندڙ ڪميونٽي جي اڪثريت محنت ڪش طبقي مان هئي پر انهن وقت ۽ حالتن اڳيان سمجهوتو ڪري ورهاڱي واري دور ۾ دقيانوسي ۽ رجعتي ڌرين جو ساٿ ڏنو هو. الشمس ۽ البدر تنظيمن جي لاءِ پارٽ پڻ اردو ڳالهائيندڙ طبقو بڻيو. اردو نوابن ۽ جاگيردارن جماعت اسلامي سان ويجهڙائي قائم رکي ۽ جماعت اسلامي صرف وو تن تائين اردو عوام جي ويجهو رهندي هئي ۽ عملي طور اردو ڳالهائيندڙ مٿيون طبقو ئي جماعت اسلامي ۾ شامل هو. لساني فسادن سان هٿ وٺي اهڙيون تنظيمون ٺاهيون ويون جيڪي شروعات ۾ ته اصل سرڪار جي ڪمداري ڪنديون هيون پر اهي هاڻ پنهنجي سائيز ۾ تمام گهڻو وڏي وڻ ٿي چڪيون آهن ۽ اهي اصل سرڪار جي پڻ آقائن (عالمي سامراج ) جي آشرواد سان پنهنجو ڪارو ڪاروبار ڪري رهيون آهن. بهرحال اسان جي سياست جو اهو هڪ وڏو الميو آهي. اسان منڍ کان وٺي انهن رجحانن جي وڏي چڙهي مخالفت ڪئي هئي. حيدرآباد ۾ ان ئي دور ۾ فاران هوٽل تي هڪ سيمينار ڪوٺايو ويو جنهن ۾ لساني سياست چمڪائيندڙ ٻنهي ڌرين جا اڳواڻ پڻ پتڪا پڌي شريڪ ٿيا هئا. ان سيمينار ۾ مون جذباتي انداز ۾ انهن ڌرين جي سامهون عاصمه جهانگير کي چيو ته اسان سمجهيو هو ته توهان اهي فساد ختم ڪرڻ لاءِ سنجيده آهيو پر هتي ان فسادن جي ذميوارن کي گهرائي توهان ٻي دردي سان مارجي ويل انسانن جي خون سان مذاق ڪري رهيا آهيو. هتي آخر انهن ماڻهن کي گهرائڻ جي ئي ڪهڙي ضرورت آهي جيڪي انهن فسادن جا جوابدار آهن پوءِ ڀلي ڪٿي اهي ڪهڙي به گروهه سان تعلق رکندا هجن.

انساني حقن جي ڪميشن سان اها منهنجي آخري نشست هئي ان کان پوءِ مون ڪڏهن پڻ هيومن رائيٽس ڪميشن جي پروگرامن ۾ نه ويس. جنهن نظام جو بنياد ئي انسانيت جي قدرن کي تهس نهس ڪرڻ هجي ان نظام کان انساني حقن جي خيرات گهري نٿي سگهجي. اسان هر مسئلي کي ان نظام جو تحفو سمجهيو آهي پوءِ ڀلي مذهبي بنيادن تي ورهاڱو هجي يا وري لساني يا قومي بنيادن تي انسانن جو ڪوس.

اسان وٽ هتي نظام کي سمجهڻ بدران پنهنجي توانائي شخصي ڪردار تي لڳائي ويندي آهي. شخص جو ڪو ڪردار نه هوندو آهي پر سماج جي بنيادي محرڪن ۽ لاڙن جو ئي وڏو ڪردار هوندو آهي. ڪراچي ۾ ڪميونسٽ پارٽي جا پوسٽر لڳائيندڙ هڪ ڇوڪرو انهي ڪم لاءِ هڪ يا ٻه روپيه وٺندو هو ۽ پوءِ سڄي رات پٽين تي مزدور يونين جا پوسٽر لڳائيندو هو پر موجوده وقت ۾ ان همراهه جو وڏو ڇوپول آهي ۽ اهو لنڊن ۾ ويهي سڄي ڪراچي کي ڪنٽرول ڪري رهيو آهي. سماج جي زوال پذيري جا داستان تمام طويل آهن. مون پنهنجي زندگي ۾ اهڙا ڪيترائي ڪردار ڏٺا جيڪي

رات وچ ۾ ڪروڙپتي بنجي ويا. سياست جي ميدان ۾ هر ڪنهن پنهنجو ڪر ڪپايو ۽ ان ڪري ماڻهن جو سياسي ڌرين تان اعتماد ئي ختم ٿي ويو.

ورهاڱي جي دور کان ستت ئي پوءِ اسان عملي زندگي ۾ پير پاتو ۽ ان وقت هر جاءِ تي ۽ هر لمحي ورهاڱي جا زخم چڪندا رهيا ۽ اسان سمجهيو هو ته جلد ئي هن صدمي مان ٻاهر نڪري ايندا سين پر ڪجھ سياڻن جو چوڻ هو ته هي ورهاڱو هزارين ٻين ورهاڱن کي جنم ڏيندو ۽ پوءِ جي دور ۾ اسان ڏٺو ته هر جاءِ تي ويڇا ۽ تفاوتون وڌي وڻ ٿيڻ لڳيون. هڪ مارڪسوادي جي نقط نظر سان اسان اميد ٿا ڪريون ته اهو سڀ ڪجھ انسان جو مقدر نه آهي ۽ محنت ڪش طبقن جي جڙت ۽ ڪاميابي سان اهي فرق ختم ٿي سگھن ٿا باقي ٻي ڪنهن به طريقي سان اهي زخم ڇُٽي نٿا سگھن.

اسان جي سماج ۾ هڪ وڏو الميو اهو آهي ته اسان جو حڪمران طبقو بنيادي نا اهل طبقو آهي جنهن رياست جي ئي مدد سان پنهنجي حڪمراني هلائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ رياست پاران ان مزدوري جي وڏي رقم ۽ مراعت ورتي وئي اڄ اها وچي صورتحال بيٺي آهي جو اصل حڪمران طبقو پڻ اهو آهي جيڪو رياست جو حصو آهي ۽ رياست ئي حڪمران طبقي جي جاءِ ورتي آهي جڏهن ته ٻين سماجن ۾ ڪلاسيڪل سرمائيدار ئي حڪمران طبقو هوندو آهي. اسان وٽ وري ان جي جاءِ جنرلن ورتي آهي. نالي ماتر جاگيردار ۽ سرمائيدار طبقو پڻ رياست جي طاقت سان حڪمراني ڪري رهيو آهي ۽ رياست وقت بوقت انهن کي پنهنجي حدن ۾ رهڻ لاءِ مجبور ڪندي آهي جيئن هن وقت ٿي رهيو آهي.

عوام انهي ڪشمڪش ۾ ٻنهي ڌرين جي رحم و ڪرم تي آهي ۽ ٻئي ڌريون عوام کي پيڙهنديون رهن ٿيون. ايندڙ وقت تمام آزمائش وارو ۽ تلخ آهي پر عوام جي نجات صرف عوام جي ئي ايڪار سان ممڪن آهي.

منهنجو پورو پختو يقين آهي ته برائي جي رات ڪيڏي نه طويل هجي پر سچ جو صبح نيٺ ايرندو. انسان پيڙائن جو سفر ڪري ڪري آخر اتي پوندو. اسان وٽ جيتوڻيڪ ويجهي مستقبل ۾ اهي آثار نظر نه ٿا اچن پر استحصالي طبقن جون ڪمزوريون پڻ حوصلي کان گهٽ نه آهن. جڏهن اڄ ڪاٻي ڌر ئي ختم ٿي وئي آهي پوءِ به عوام ۾ بي چيني هڪ خاموش طوفان کي پيدا ڪرڻ جي سگھه رکي ٿي ۽ اهو طوفان جيڪڏهن ايريو ته حڪمرانن لاءِ ان کي روڪڻ لاءِ ڪي به وسيلا ۽ هٿيار ميسر نه هوندا.

مون جڏهن پنهنجن دوستن جي اسرار تي پنهنجي يادگيرين جا ورق کولي انهن کي قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته ڪافي يادگيريون ذهن جي پردي تي اڇي ويون. مون پنهنجي دوستن ۽ استادن کان اهو ئي سکيو ته ڪنهن به حالت ۾ ورچي ويهڻ يا

مايوس ٿيڻ سچائي کان انڪار ڪرڻ جي مترادف آهي. مون کي اهي دوست پڻ ياد اچي رهيا آهن جيڪي تمام ڪٺن حالتن ۽ رياستي جبر جي باوجود پنهنجي مقصدن تان پوئتي نه هٽيا. ڪيترن دوستن ته پنهنجي جان جا نذرانا پڻ ڏنا.

خورشيد قائمخاني پنهنجي آخري ڏهاڪي ۾ تيزي سان لکڻ شروع ڪيو. انگريزي جي بدران هن سنڌي اخبارن ۾ لکڻ شروع ڪيو ۽ ان ڏس ۾ ان جو ساٿي اسحاق مگريو هوندو هو، جنهن جي معرفت ڪاوش ۽ هلچل اخبارن ۾ خورشيد جا آرٽيڪل شايع ٿيندا هئا. ان دوران هن پنهنجي يادگيرين کي فرضي نالن سان ڪهاڻين جو ڪتاب لکيو. خورشيد قائمخاني جي آٽوبايوگرافي ايتري ته سخت آهي جو هن وقت پڻ پبلشر اها شايع ڪرڻ لاءِ دل نٿا ٻڌن.

منهنجي زندگي ۾ ڪيترائي موڙ آيا جن کي آئون موقعو سمجهي ذاتي فائدو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريان ها ته پين ساٿين وانگر مٿئين طبقي ۾ شامل هجان ها پر اسان ڪڏهن پڻ آدرشن کي وکر سمجهي وڪڻڻ پسند ناهي ڪيو ۽ مون کي جڏهن پنهنجا پراڻا دوست تحسين لاهوري ۽ سليمان ابڙو اهو طعنو ڏيندا آهن ته تو کي تنهنجي جذباديت ڪٿي جو به ناهي ڇڏيو جيڪڏهن تون پاڻ کي سنڀالين ها ته ڪروڙپتي هجين ها. مون کي اهڙن دوستن تي ڏک ٿيندو آهي جنهن جو نظريو ۽ معيار ئي پئسو هجن. آئون سمجهان ٿو ته جيڪا محبت غريب ماڻهن جي دلين ۾ توهان لاءِ موجود آهي اهو دنيا جو سڀ کان وڏو سرمايو آهي. وڏا بنگلا، گاڏيون ۽ ڪاروبار حقيقت ۾ انسانن جي نفس ۽ حوس جي پورائي جو سامان ته بڻجي سگهن ٿا پر اعتماد، اعتبار ۽ آدرش جي سودي ۾ انهن جو ملهه ڪجهه به ناهي. مون خورشيد کان اهو ئي سکيو ته آسمانن تان به هيٺ لهي آدرشن کي پنهنجي زندگي ارپي سگهجي ٿي ۽ مون پنهنجي عظيم ساٿي شهيد حسن ناصر کان پڻ اهو ئي سبق سکيو ته عياشين کي ڇڏي پنهنجي مقصد لاءِ اذيت خانن ۾ پڇرڻ جي لذت ئي ڪجهه ٻي آهي، شهيد حسن ناصر انڊيا ۾ ڪاٽن جون ٻه ملون ۽ محل نما گهر ڇڏي هتي آيو هو ۽ ٻي دردي سان ماريو ويو. عياشين لاءِ ته دنيا پٽڪي ٿي ۽ ضمير کان وٺي عزت نيلام ڪرڻ تائين پڻ لهي اچي ٿي پر خورشيد ۽ حسن ناصر ته سڀ ڪجهه ڇڏي آيا هئا.. ڪامريڊ خديجه گوهر پڻ مٿئين طبقي مان هئي ۽ پنهنجي پوري عمر انقلاب جي رومانس ۾ گذاري ڇڏيائين.

مون اهو پڻ محسوس ڪيو ته مٿئين طبقي مان جيڪي ماڻهو انقلابي قافلي جو حصو بڻجن ٿا ته پوءِ دنيا جي ڪا به طاقت انهن کي خريد نٿي ڪري سگهي ۽ نه ئي موت جو خوف ئي سندس راهون روڪي سگهندو آهي. مٿئين طبقي مان اهي ماڻهو جن پنهنجي طبقي کان بغاوت ڪري هيٺئين طبقي ۾ پهتا انهن جي ڪردار کي وسارڻ هڪ وڏي نا انصافي آهي. ساڳئي جاءِ تي اهڙا پڻ مثال آهن جو مٿئين طبقي جي ماڻهن غريبن ۽

مظلومن جي حقن جي ڳالھ ڪري اقتدار ماڻيا ۽ پاپولر سياست جي زور تي هنن عوام جي ارمانن جو نت خون ڪيو ۽ ڪري رهيا آهن.

مون کي اهڙا موقعا ڪيترائي مليا. ذوالفقار علي ڀٽو سميت ولي خان ۽ بيگم نسيم ولي خان ذاتي طور مون کي سڃاڻيندا هئا پر مون ڪڏهن پڻ ڪنهنجي اڳيان جهولي نہ جهلي ۽ نہ وري پنهنجي ذاتي مفادن لاءِ ٻاڏايو جڏهن تہ پين ڪجھ دوستن جا پڻ داستان مون کي ياد آهن جن پنهنجي روزي کي استحصالي طبقن اڳيان توڙي ذاتي زندگي ۾ سرخرو ٿيا. ايئن بہ نہ هو تہ مون کي پنهنجو وجود ياد نہ هوندو هو جڏهن ڪو ساٿي وڇڙيو تہ پوءِ مون ايئن سمجهيو تہ منهنجي جسم مان ڪو حصو ڪوري ڪپي ڌار ڪيو ويو آهي.

حيدرآباد ۾ سوئي گئس جوائن ڪرڻ واري زماني ۾ منهنجي رهائش صدر واري علائقي ۾ هئي. ان وقت پنهنجي پاڙيسرين سان چڱي خاصي دعا سلام پڻ رهندي هئي. ڪجھ چڱا ماڻهو پڻ هئا. انيتا غلام علي کي مون پنهنجي ڀيڻ چيو. ان جو ياءُ مشتاق جنهن کي اسان مشو يا مڇو سڏيندا هئاسين ان جو گهر پير غلام رسول جيلاني جي گهر جي بلڪل سامهون هوندو هو.

مون ڪان ڪڏهن پڻ چاپلوسي ۽ ڊپلوميسي نہ ٿي سگهندي هئي. جيڪو دل ۾ هوندو هو اهو منهن تي چئي ڏيندو آهيان. هڪ پيرو ميرپور خاص جي هڪ روحاني شخصيت سکر ۾ پنهنجي بنگلي تي موجود هئي. آئون پڻ اتي هئس تہ منهنجي ماڻهن مون سان ان جو ذڪر ڪيو تہ مون چيو اهو پنهنجو دوست آهي ۽ پوءِ اسان شام جو ان سان ملڻ وياسين. بنگلي جي ٻاهر باغيچي ۾ پلاسٽڪ جو پہ ڪرسيون رکيل هيون جن مان هڪ تي صاحب ويٺل هو ۽ ٻي خالي پئي هئي ۽ سو ڏيڍ سو جي لڳ ڀڳ ماڻهو پٽ تي ويٺل هئا، منهنجا همراھ پڻ پٽ تي ويهي رهيا پر آئون سڌو وڃي ڪرسي ڇڪي ان جي پير ۾ رکي وينس ۽ ويني ويني ان کي هٿ ڏنم تہ سائين ڪهڙا حال آهن؟ همراھ کي ڪٽي مٺيان لڳي هوندي ۽ منهنجي ان طرح سان گڏجي ويهڻ کي ان ناپسند بہ ڪيو هوندو پر منهن تي ڪجي نہ سگهيو ۽ کلندي چيائين تہ يار فيضو تون هتي ڪيئن پهتين؟ چيم تہ هنن همراهن تنهنجو ذڪر ڪيو تہ دل چيو تہ پاڙيسري آهيون ملي اچون. چانھ پيئندي مون ان کي چيو تہ سائين اهي ماڻهو پٽ تي ڇو ويهاريا اٿئي؟ تہ جواب ڏنائين تہ اهي ڪي ماڻهو ٿورئي آهن جو پير ۾ ويهاريان. هي تہ منهنجا ڪتا آهن. مون کي پڻ موقعو ملي ويو ۽ منهن تي انهن سيني ماڻهن جي سامهون کيس چيم تہ سائين تون تہ انهن ڪتن ۾ وري سوئر پيو لڳين.

اهو جواب ٻڌي پٽ تي ويٺل ماڻهن تہ ڪيئن بہ ڪري پنهنجي ڪل روڪي ڇڏي پر سائين پاڻ جيڪو ان وقت مگ مان چانهہ سپ ڪري رهيو هو سو اڇي ڪل ۾ ڇتڪيو تہ اتڙي پيو ۽ چانهہ نڪ مان وهڻ لڳي. سائين کي کلندو ڏسي پيا ماڻهو پڻ کلڻ لڳا.

مون کي هڪ پراڻي ياد اچي رهي آهي اهو شايد 1970ع وارو زمانو هو ان وقت منهنجي ڊيوٽي نوابشاهہ ۾ هئي. ان وقت مون وٽ هڪ جلباڻي ڇوڪرو ڪم ڪندو هو، سندس نالو شمشاد جلباڻي هو جيڪو دريا خان جلباڻي جو ڀائيٽو هو جيڪو ان وقت اليڪشن ۾ حصو وٺي رهيو هو. دريا خان جلباڻي کي جڏهن ان جي ڀائيٽي ڇيو اسان وٽ سوئي گئس ۾ هڪ ڪامريڊ آفيسر آهي تہ هو مون سان ملڻ آيو ۽ ماني جي دعوت پڻ ڏنائين. حاڪم علي زرداري ۽ دريا خان جلباڻي گڏجي چونڊ وڙهي رهيا هئا. پهريان قومي اسيمبلي جون چونڊون ٿيون ۽ حاڪم زرداري ڪامياب ٿيڻ کان پوءِ ڪراچي هليو ويو باقي جلباڻي صاحب پنهنجي سيٽ لاءِ اليڪشن مهم اڪيلي سر هلائي. انهن ڏينهن ۾ هو پنهنجي ڀائيٽي شمشاد جلباڻي سان گڏجي مون وٽ آيو ۽ چيائين تہ ڪامريڊ گاڏيون ڪپن منهنجا يار تہ ڪم نڪرڻ کان پوءِ پڇي ويا سو ان کي پنهنجي ڪمپني جون گاڏيون ڏنم بس اهو ئي عرض ڪيم تہ گاڏين جون نمبر پليٽون لاهي ۽ ريڊنگ ميٽر جي تار الڳ ڪري پوءِ ورڪ ڪجو. همراهہ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اليڪشن مان ڪامياب ٿيڻ کان پوءِ مون وٽ آيو ۽ چيائين تہ ڪامريڊ متان سمجهين تہ اسان پڇڻ وارا آهيون حڪم ڪر جيڪو ڪجهہ کپئي پر مون ان کان ڪا بہ مدد نہ ورتي پر هڪ پيرو نوابشاهہ جي سرڪاري پلاٽ تي آباد ماڻهن کي اها زمين خالي ڪرڻ جا نوٽيس مليا اهي محنت ڪش طبقي جا غريب ماڻهو هئا ۽ انهن مون کي ڇيو تہ آئون جلباڻي وٽ هلي ويس ۽ هن پڻ دوستي نڀائيندي انهن سڀني ماڻهن کي مالڪاڻا حق ۽ سندون وٺرائي ڏنيون. ذاتي طور هو تمام ملنسار ۽ يار ويس ماڻهو هوندو هو.

مون کي زندگي ۾ سچن دوستن جو وڏو ساٿ مليو، ڪامريڊ شهيد حسن ناصر، ڊاڪٽر اعزاز نذير، ڪامريڊ خورشيد قائمخاني، ڪامريڊ خديجہ گوهر اهي ساٿي هئا جن منهنجي زندگي کي مقصد عطا ڪيو، شهيد حسن ناصر تہ آڳاٽو اسان کان کسيو ويو ۽ اعزاز نذير پڻ نئين صدي جي ابتدا ۾ ئي اسان کان وڇڙي ويو. خديجہ ۽ خورشيد پڻ هڪ ٻئي پويان اڻ چاتل ديس ڏانهن اسميا. خديجہ گوهر جي وڇوڙي کان پوءِ خورشيد تمام گهڻو اداس رهندو هو. هميشہ اها ئي وائي هوندي هئس تہ يار اب همين بهي چلنا چاهيي. آئون سدائين کيس آٿت ڏيندو هئس. ڪامريڊ خديجہ ئي هئي جنهن خورشيد جهڙي بي چين ۽ بي قرار روح کي پيار سان رکيو.

خديجہ جي وڇوڙي کان پوءِ خورشيد هڪ بہ پيرا ٻاهر ويو هو پر اتي بہ سڪون نہ آيس. هو انتهائي حساس ۽ معصوم انسان هوندو هو سڄي عمر پنهنجي پيدائشي ڳوٺ جي

سڪ سانڍي هلندو رهيو ۽ جڏهن اتي ويو تہ تمام گهڻو پيار پڻ مليس پر هو ٿورو مايوس ٿي ويو تہ زمانو ڪيئن نہ بدلجي ويو. ظاهر آهي تہ اهي ساٿي ۽ اهو وقت تہ سدائين ناهي رهڻو ۽ وري ورهاڱي کان پوءِ تہ اسان جي سماج ۾ هر جاءِ تي ناڪاري اثر پڻ پيا آهن. آئون پڻ هڪ ڀيرو انڊيا ويو هئس. انڊيا جيتوڻيڪ هڪ وسيع ملڪ اهي ۽ ان کي ننڍو کنڊ پڻ چيو ويندو آهي ان ڪري هر علائقي جي پنهنجي پنهنجي ثقافت ۽ الڳ الڳ روايتون ۽ قدر آهن پر پوءِ بہ مون کي اهو ملڪ دنيا جي ٻين ملڪن کان وڌيڪ مانوس لڳو. جيڪڏهن ورهاڱو نہ ٿئي ها تہ پوءِ ننڍو کنڊ هڪ عظيم قوم ۽ طاقت بڻجي ها.

خديجہ گوهر جو آخري سفر تمام شاندار رهيو. خديجہ پنهنجي زندگي جا آخري ڏهاڪا اسڪردو ۾ گذاريا هوءَ اتي جي مقامي عورتن جي لاءِ فلاحي ادارو هلائيندي هئي جنهن ۾ عورتن جي صحت، تعليم ۽ روزگار لاءِ ڪم ڪيو ويندو هو. اتي ان جي آفيس جو دفتر پڻ هو ۽ ان سان گڏ هڪ رهائشي گهر پڻ هو. خديجہ جي آخري ڏينهن ۾ خورشيد ساڻس گڏ هو. هن جي طبيعت خراب ٿيڻ تي خورشيد ان خاتون جي ڊيئرن ۽ پٽن کي پڻ گهرائي ورتو. رات جو وڌيڪ طبيعت خراب ٿيڻ تي خورشيد ڪار اسٽارٽ ڪري اسپتال ڊانهن ويو. رستي ۾ ئي خديجہ جو روح جسم کان جدا ٿي ويو ۽ سيٽ تي ئي هو آرام سان ويٺل هئي اهڙي ريت خورشيد کي هو سفر ۾ اڪيلو ڇڏي وئي ۽ پوءِ آخر تائين ئي ان جي تات هوندي هئس. خديجہ گوهر جو هن ملڪ ۾ پيو ڪير بہ نہ هو هن ڪرنل علي گوهر سان پيار جي شادي ڪئي هئي جڏهن ڪرنل گذاري ويو تہ خورشيد ۽ ان جهڙن ٻين ساٿين خديجہ کي سنڀالي ورتو ۽ ان جي ٻارن جي پرورش کان وٺي انقلابي ڪم ڪار تائين سندس ساٿي ٿي بيٺا ۽ جڏهن خديجہ لاڏاڻو ڪري وئي تہ خورشيد جي زندگي ۾ وڏو خال پيدا ٿيو. خديجہ ان جي وک وک تي رهنمائي ڪئي هئي. سچي دنيا ۾ انقلابين سان سندس ڏيٺ ويٺ خديجہ جي ڪري ئي ٿي هئي.

اسان ان کان پوءِ محسوس ڪيو تہ خورشيد اوچتو پنهنجي گهر ويهي رهيو. هڪ اردو شعر آهي:

وہ ميخانہ کو جگانے والا، وہ راتوں کي نيند اڑانے والا،
آج کيا اس کي جي مين آئي کہ شام هوتي هي گهر گيا وہ.

اهڙي ريت خورشيد بہ آخري سفر جي تياري ڪرڻ لڳو ۽ پوءِ اسان ڪجهہ دوستن ان وٽ وڃي ڪيس آئت ڏني ۽ حيدرآباد ۾ علي نواز گهانگهرو جي بڪ اسٽال تي اسان جي بيٺڪ هوندي هئي. اسحاق مگريو، علي نواز گانگهرو، آئون، عرفان ملڪ (هيرآباد وارو)، پروفيسر حميد انجم (ڪوٽڙي وارو) تہ اتي باقائدگي سان هر ڇنڇر جو پهچي

ويندا هئاسين، ڪچهريون هونديون هيون، زماني جون ڳالهيون هلنديون هيون ۽ خورشيد جي لک پڙهه جو پڻ ڪم حل ڪيو ويندو هو. خورشيد اخبار لاءِ آرٽيڪل اسحاق مگريي جي حوالي ڪندو هو ۽ ڪتابن ۽ رسالي وغيره جو مواد وري گانگهري ڪي سونپي منجهند جو ريل گاڏي ۾ ٿئبي الميار واپس ويندو هو. ان دوران هن مني جي هڪ دلت دوست سان گڏجي "دلت ادب" نالي رسالو پڻ شايع ڪيو جنهن ۾ انڊيا جي دلت مفڪرن جون لکڻيون ۽ انٽرويوز سنڌي ۾ ترجمو ڪري شايع ڪيا ويندا هئا. خورشيد مني ۾ پنهنجي دلت دوستن سان ملڻ لاءِ مهيني ۾ هڪ چڪر ضرور لڳائيندو هو.

انڊيا ۾ هڪ مثبت رجحان اهو ابريو آهي جو قديم ديو مالائي ۽ پراڻن ۽ پوٿين جي تاريخي قسن ۽ رزمين جي جاءِ تي سماجي لاڙن ۽ سائنسي اصولن کي نظر ۾ رکندي نئين تاريخ لکجي رهي آهي. ان عمل جي ابتدا ته امبيڊڪر صاحب کان ٿي ۽ پوءِ وارن ليکڪن ان موضوع تي ساراهه جوڳو ڪم ڪيو آهي. خورشيد صاحب وٽ باقائدگي سان ان موضوع تي لٽريچر انڊيا کان پهچندو هو. اهو ڪم هڪ نوجوان ليکڪ يوگيندر سڪند (يوگي سڪند) جي حوالي هو ۽ هو اسان کي انڊيا جو ترقي پسند ۽ تخليقي ادب موڪليندو هو. يوگيندر سڪند اسلامي اسٽيڊيز ۾ پي ايچ ڊي ڪئي آهي. هي تمام با صلاحيت نوجوان آهي. خانداني پس منظر سان هو بينگلور جي سک گهراڻي سان تعلق رکي ٿو ۽ هن هڪ مسلمان ڇوڪريءَ سان پيار جي شادي پڻ ڪئي آهي. سکن جي روايتي لباس بدران هو مونو سک آهي ۽ ڪيترائي ڀيرا هتي پاڪستان ۾ پڻ آيو ۽ حيرت ٿيندي هئي جو اهو همراهه جڏهن خورشيد سان گڏ هلندو هو ته ماڻهن کي هو ڪنهن به ريت انڊين نه لڳندو هو ۽ خورشيد کي اهي هندستاني سمجهي ويهندا هئا. يوگي اسان کي اهو پڻ ٻڌايو ته ڏکڻ انڊيا جي ماڻهن جي شڪل شبيهه ۽ رنگ بلڪل سنڌ جي لاڙ ۽ ٿر وارن ماڻهن سان ڏاڍو ملي ٿو ۽ منجهن صرف ٻولي جو فرق آهي. يوگي سڪند ڪيترن ئي ڪتابن جو ليکڪ آهي ۽ هن وقت جامعه اسلاميه دهلي ۾ پروفيسر جي عهدي تي ڪم ڪري رهيو آهي.



# ڪامريڊ عاصم

دونون جهان تيري محبت مين هار ڪي
وه جا رها هي ڪوئي شبِ غم گزار ڪي. (فيض)

خورشيد کان ڪجھ وقت اڳ مون کان هڪ پيو دوست پڻ موڪلائي ويو، حيدرآباد واري گھر ۾ ويٺو هئس تہ منجهند جو هڪ همراھ گھنٽي وڄائي. هاڻ تہ پنهنجي گھر ۾ ڪي انقلابي دوست تہ وارد نہ ٿيندا آهن. ڪير وارو يا بجلي ٽيليفون جي بل وارو ڪو ماڻهو ئي گھنٽي وڄائيندو آهي پر اها گھنٽي هڪ ڪوريئر سروس جي ڇوڪري جي هئي هن مون کي هڪ خط ڏنو ۽ اندر وڃي مون اهو کوليو تہ اها چٺي ڪامريڊ عاصم جي هئي.

خط تمام مختصر هو ۽ اڳ تہ هو طويل خط لکندي هئي جنهن ۾ مير، غالب، فيض ۽ ساحر جا وڏا وڏا نظم پڻ لکي موڪليندي هئي پر اهو ڇو هڪ ئي ننڍي چٺ تي بي ربط ۽ ڏکندڙ هٿن سان لکيل خط.....

ڪامريڊ فيض

سرخ سلام..... مون کي معاف ڪجين ۽ اميد ٿي ڪريان تہ تون پنهنجي باقي زندگي خوشي سان گذارين. آئون تنهنجي مشڪور آهيان تہ تو سموري زندگي انقلابي سفر ۾ منهنجو ساٿ ڏنو. جيڪڏهن ملڻ چاهين تہ آخري وقت اٿئي. مون کي سدائين پاڻ سان گڏ سمجھجان. آئون تو کي پيار مان ڪنهن شعر جو تحفو ڏيڻ ٿي چاهيان پر منهنجي ساهن جيان شعر پڻ مون کان رسي ويا آهن. مون کي هزارين شعر ياد هوندا هئا پر تو کي پڙايان ٿي تہ اڄ اهي سڀ مون کان رسي ويا آهن.

فقط تنهنجي ڪامريڊ عاصم فيض

مون اهو پنو اٿلايو تہ واقعي ڪو شعر لکيل نہ هو صرف ٽپڪا هئا شايد هن شعر لکڻ لاءِ قلم کي پني تي رکيو ۽ وري کنيو هوندو ۽ اهڙي ريت ڪئي ٽپڪا ٺهي ويا. مون انهن ٽپڪن جي هيٺان ميرا ٻائي جو اهو دوهو لکيو تہ:

نديا ڪناري دو نمان انهي مين جاٿون ڪڇھ هوءِ،

جس ڪارڻ مين جوڳڻ بڻي ڪهين وه نہ جلتا هوءِ.

عاصمہ ۽ مون پاڻ ۾ شادي ڪرڻ ٿي چاهي پر اها شادي نہ ٿي سگهي، جڏهن شرمندگي مان عاصمہ کي پنهنجي ڳوٺ کان واپسي تي پڏايم تہ ڪامريڊ مائٽن منهنجي شادي ايئن ڪرائي ڇڏي جيئن سماج ۾ بنا رضامندي جي مائٽ پنهنجي نياڻين جون شاديون ڪرائيندا آهن تہ عاصمہ ڏک ڪرڻ ۽ رسڻ جي بدران ۽ بي وفائي جي طعني ڏيڻ بدران منهنجي هٿ کي جهلي چيو تہ ڪامريڊ پاڻ هن سماج ۾ ريتن ۽ رسمن جي زنجيرن ۾ جڪڙيل آهيون جيئن تنهنجو نالو فيض محمد رکڻ تي تنهنجو اختيار نہ هو ۽ نہ وري تنهنجو عقيدو پڻ تو کي ورثي ۾ مليو اهڙي ريت تنهنجي شادي پڻ تنهنجي مرضي خلاف ٿي آئون تو کي ڪا شڪايت نٿي ڏيڻ چاهيان. اها شادي تو کي مبارڪ هجي ۽ آئون تنهنجي پيار ۾ وري ڪنهن سان شادي نہ ڪنديس ۽ اهڙي ريت هن پنهنجي پوري عمر شادي نہ ڪئي. هو اڪثر ڪري منهنجي گهر پڻ ايندي هئي ۽ منهنجي گهرواري کي چوندي هئي تہ هاڻ منهنجو هن تي ڪو بہ حق نہ آهي هي تو کي مبارڪ هجي.

عاصمہ سان آئون ڪراچي ۾ آخري ڀيرو ملڻ ويس هن جي ڪمري ۾ پراڻا ڪتاب ۽ رسالا ٽڙيل پکڙيل پيا هئا هن هٿ جي اشاري سان مون کي چيو تہ اهي ڪتاب ڪٺي وچ ۽ تو وٽ وڏيڪ محفوظ هوندا مون سندس ڪتابن جا بئگ هڪ پاسي رکيا تہ هن چيو تہ نہ اهي ڪڻ ان ۾ منهنجون يادون آهن ۽ هٿ اکر لکيل آهن. سو آئون اهي ڪتاب ڪٺي خورشيد وٽ ويس تہ هن چيو تہ هاڻ اهي ڪتاب پاڻ کان وڌيڪ نوجوانن وٽ محفوظ رهندا سو اهي ڪتاب اسان پنهنجي هڪ نوجوان دوست جي حوالي ڪيا.



# سوئي گئس مان رٽائرمينٽ

مون سئي گئس مان 2003ع تي رٽائرمينٽ ورتي، سوئي گئس جي ملازمت دوران مون قطعي پڻ ايئن نہ سمجهيو تہ ايترو ڊگهو عرصو آئون اها ملازمت ڪري سگهندس. مون کي ياد آهي تہ قاسمي صاحب جي شربت جي گاڏي تي ڪم ڪرڻ دوران هڪ جيپ آئي جيڪا ملازمن جي ڳولا ۾ هئي. اهو اتفاق هو ۽ مون کي اهي ڪم تي وٺي ويا ۽ پوءِ آئون ان شعبي سان سلهاڙجي ويس. ان ڪاتي ۾ ڪم ڪرڻ دوران مون کي پوري ملڪ جو سفر ڪرڻو پوندو هو ۽ پارٽي پڻ منهنجي مقرري ۽ ڪم ڪرڻ واري جاءِ کي نظر ۾ رکندي ڪم منهنجي حوالي ڪندي هئي. ان شعبي ۾ ڪم ڪندي مون تمام گهٽيون موڪلون ورتيون. منهنجو طريقو هوندو هو تہ ڏينهن رات چار يا پنج مهينا لڳاتار ڪم ڪندو هئس ۽ ٻہ مهينا پگهار سميت موڪل وٺي پارٽي جو ڪم ڪبو هو. آخري سالن ۾ تہ مون صرف نالي ماتر ڊيوٽي ڪئي. جيتوڻيڪ موڪل جي مد ۾ مون کي رعايتون پڻ ملنديون رهيون ۽ مون پنهنجي ڪمپني جي وسيلن کي پنهنجي پارٽي لاءِ ڀرپور استعمال پڻ ڪيو هو ايستائين جو دوستن جي پڻ اوکي ويل مدد پڻ ڪمپني ذريعي ڪبي هئي. مون ڪيترن ئي پورهيت جدوجهد جي ساٿين ۽ گذاري ويل ساٿين جي اولاد کي پڻ نوڪرين ڏيڻ ۾ مدد ڪئي. ساڳئي جاءِ تي مون ڪڏهن پڻ پنهنجي فرض ۾ ڪوتاهي نہ ڪئي. ڪمپني جو ڪم ترجيح جي بنياد تي ڪيو هو ۽ رٽائرمينٽ تي مون کي سوئي گئس پاران هڪ تعريفي سرٽيفڪيٽ پڻ ڏنو ويو. سوئي گئس جي ملازمت دوران اسان کي وچ ايشيائي ملڪ گهمڻ جو موقعو پڻ مليو. آذر بائيجان، قزاقستان ۽ تاجڪستان گهميا سين. اڳ ۾ گئس لاءِ اسٽيل جا پائيپ ڪتب آڻيا هئا پر پوءِ ڪمپني پلاسٽڪ جي پائيپن کي استعمال ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ان لاءِ سوئي گئس ڪمپني پنهنجي ملازمن کي تربيت لاءِ فرانس موڪليو جنهن ۾ آئون پڻ هئس. فرانس ۾ وري هڪ دلچسپ صورتحال تڏهن پيدا ٿي جڏهن اسان جي ٽريننگ دوران هڪ پيرو وقفو ڪيو ويو ۽ ان جو سبب اهو هو تہ اتي جي ڪجهہ مزدور يونينن پنهنجن مطالبن لاءِ هڙتال شروع ڪئي ۽ ورڪشاپ ۾ تربيتي سيشن هلي نہ سگهيو تہ منهنجي دوستن مذاق مان چيو تہ هتي پڻ فيضو شيدي جهڙا موجود آهن ۽ انهن مزدورن ورڪشاپ ۾ تقريرون ڪيون تہ مون پڻ مزدورن جو جلسو سمجهي انهن جي ڪميٽين ۾ حصو ورتو ۽ يڪجهتي جو پيغام ڏنو تہ فرينچ مزدور اڳواڻ ڏاڍا خوش ٿيا

# آخري لفظ

عشق سي طبيعت ني زيست ڪا مزا پايا

درد ڪي دوا پائي، درد بي دوا پايا (غالب)

مون کي ٿامس مور جيان هن دنيا جي پاڇي ۾ ٻي دنيا جي موجود هئڻ بابت يقين ناهي ۽ نه ئي جنت جو فڪر يا دوزخ جو ڊپ اٿم. هي دنيا تمام حسين آهي پر شرط اهو آهي ته انسان نالي مخلوق ۾ انسانيت هجي ۽ برابري سان اهو هڪ ٻئي کي صرف انسان جي ناتي سان رشتو رکي نه ته اها مخلوق خونخوار وحشي جانورن کان به خطرناڪ آهي. طبقاتي نظام انسان کان انساني سڃاڻپ ئي کسي ڇڏي آهي ۽ ان جو انجام تباهي کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ناهي.

ڪنهن مشهور مفڪر جو قول آهي ته ڪو به آفريڪي جڏهن قلم کڻي پنهنجي ڪهاڻي لکي ٿو ته اهو وڏو انقلابي ڪم هوندو آهي آئون اهو چوندس ته ڪو به محنت ڪش جڏهن قلم کڻي پنهنجي ڪهاڻي لکي ته اهو انقلابي ادب هوندو. منهنجي زندگي سچن انقلابي ساٿين جي مرهون منت آهي جن منهنجي زندگي کي ڪنهن مقصد سان آشنا ڪيو. اڄ پڻ سندن يادون منهنجي سيني ۾ دفن ٿيل آهن. مون کي ڪي تلخ يادون پڻ لکڻ گهرجن ها سنگت جي بي وفاين ۽ غدارين جا پڻ ڪئي قصا هن دل ۾ دفن آهن پر مون ان باب کي ڇيڙيو به ناهي مون کي ڪنهن سان شڪوه ڪرڻ بدران پنهنجي سفر سان ئي سروڪار هو. مون پهنجي پر سفر سجايو ڪيو. پنهنجي جاءِ تي پختگي سان بيهي رهڻ ئي منهنجي لاءِ اهم ڪم آهي. ڪئي راتيون سڄايون ويون ۽ ڪن ڏينهن ڏيل ڏکويو پڻ هو. پنهنجي ويجهن ساٿين جا رت هاڻا مڙهه پڻ ڪنيا سين ته مزدور ۽ هاري طبقي جي ڏکن ۽ اذيت جهڙي زندگي کي پڻ ويجهي سان ڏسي ۽ محسوس ڪندا رهيا سين. ڪيترائي موڙ آيا ۽ انساني المين جو تجربو پڻ ٿيو پر زندگي جو اهو سفر هو ۽ وڏي حد تائين ڪٽجي پڻ ويو پنهنجي وطن جي برن پٽن تي رولاڪيون پڻ ڪيون سين. بس اهو ئي ڪافي آهي جو پنهنجي ڪشڪول ۾ پلي ڳوڙها ئي هجن ۽ دامن چاڪ هجي پر مقصد ۽ منزلن ۾ پهاڙن جهڙا پختا عزم ۽ ارادا ۽ يقين ئي زندگي گذارڻ جو ثمر هو. جيڪڏهن ٻيهر زندگي گذارڻ جو موقعو ملي ته به زندگي جو سفر اتان ئي شروع ڪبو جتان ڇڏيو ويو آهي پر استاد بخاري جي بقول؛

پر خدا حافظ، ملڻ مشڪل وري،

پنهنجو پھرينءَ پر جيئڻ مشڪل وري.

سو سٺ ڪان موڪلاڻي ڪجي تہ بھتر آهي. سنڌ ايڪسپريس جي پڙهندڙن جو آئون خاص طور تي شڪر گذار آهيان جن منهنجي يادگيرين جو سلسلو وڏي وقت تائين نہ صرف پڙهيو پر هر هنڌ کان فون ڪري ساراهيو ۽ منهنجي حوصلي افزائي ڪئي.

ڪافي يادون اوريم تہ ڪن همراهن کي تڪليف پڻ ٿي تونٽي جو مون انهن تي ڪجھ لکيو بہ ناهي. ڪين خدشو هو تہ آئون ڪي پراڻا راز کولي ويهي رهندس هاڻ تہ اهي ڏاڍا خوش بہ هوندا چو تہ مون صرف پنهنجي سفر جي ئي ڳالھ ڪئي چاهڻ جي باوجود انهن کي ڇيڙيو بہ نہ اٿم مون کي دوستن جي غدارين ۽ بيوفاين تي پڻ لکڻ گھريو هو ۽ مقدس بڻيل انهن ڏڱين تي پڻ قلم کڻجي ها پر هاڻ ان مان ڪو بہ فائدو ناهي مجموعي طور عوام تلخ تجربن مان اهو شعور حاصل ڪري چڪو آهي جو هو چڱي يا بري جي سڃاڻپ ڪري سگھي ٿو پر لڳي ٿو تہ انهن يارن سان اها حالت آهي بقول فيض احمد فيض جي :

وہ بات ساري فساني مين جس ڪا ذڪر نہ تھا،

وہ بات ان ڪو بھت ناگوار گذري هي.

پر مون سان اهو مسئلو هو تہ اهي پڻ يادون اورجن ۽ اهي ڦٽ پڻ کولجن ها جيڪي هاڻ رسجي پڇي غلاظت پيا ڦهلائين پر انهن کي اڄ ڪلھ وري تقدس جي غلافن سان ڍڪيو ويو آهي ۽ سماج پڻ انهن تي هڪ حرف نٿو برداشت ڪري، اهو ئي اسان جو الميو آهي:

جو ڪهني گئي تھي جان صدقہ ڪئيي،

ان ڪهي سي رہ گئي وہ بات سب باتون ڪي بعد.

مون کي پورو يقين آهي تہ ڪاپي ڏر جو اپار وري اپرڻو اهي ۽ اها لھر اڳ کان پڻ اڳري ثابت ٿي سگھي ٿي. اڳ ۾ لمحن جي خطا کي صدين سزا طور ڀوڳيو هاڻ ضرورت ان ڳالھ جي آهي تہ اڳوڻن تجربن مان سبق سکجي ۽ ڪاميابين مان اتساهہ وٺي اڳيون غلطيون نہ دهرائجن تہ ماڳ پري ناهي. هاڻ تہ حال في الحال ڪاپي ڏر جو اڳوڻو عروج پڻ رسي ويو آهي ۽ ان دور جا ساٿي پڻ آهستي آهستي پنهنجي ماڳ ڏانهن روانا ٿي ويا اهن جتان ڪير بہ واپس نہ موٽيو آهي.

ڪب ٺهري گا درد اي دل، ڪب رات بسر هو گي،

سنتي تهي وه آئين گي، سنتي تهي سحر هو گي.

سو ڪافي ڪهاڻيون ذهن جي ڪينواس تي توهر جيان پاڙون هڻي بيٺيون هيون پر قلم جي جنبش سان انهن کي سلي نہ سگهيس. ڪافي اهم واقعا ۽ دوستن جا احوال پڻ هاڻ ياد نٿا رهن ۽ پنهنجي ڪهاڻي پڻ مڪمل طور لکڻ کان قاصر آهيان. ڪافي يادون وڃائجي پڻ ويون آهن ۽ ڪافي وقت ملڻ دوران اهي يادون پڻ مس مس ذهن تي تري آيون ۽ هڪ بي ربط ڪهاڻي لکڻ ۾ ڪامياب ويس.

ساغر صديقي جو هڪ شعر آهي:

اب اپني حقيقت بهي ساغر بي ربط ڪهاني لگتي هي،

دنيا ڪي حقيقت ڪيا ڪهيي ڪچهہ ياد رهي ڪچهہ بهول گئي.

اها منهنجي ڪهاڻي هئي جيڪا ڪنهن عام مزدور جي جدوجهد جو هڪ معمولي قصو آهي مون ڪي مبالغہ آرائي ۽ شهرت جي ڪا بہ ضرورت ناهي بس اهو قصو يادگيري طور لکيم، مون ايئن نہ سمجهيو هو تہ اهو هڪ طويل مضمون تي پوندو. بس جيڪو ڪجهہ لکڻو هيم سو لکندو ويس. آئون ذاتي طور پنهنجي پراڻي ساٿي اسحاق مگريي ۽ نوجوان ساٿي ارشاد لغاري جو احسانمند آهيان ۽ گڏو گڏ سنڌ ايڪسپريس جي سموري سٽ جو، جن پنهنجي قيمتي صفحن ۾ اسان کي جاءِ ڏني.

(پورو ٿيو)



فيضو شيدي هڪ اداري طور ڪم ڪندو رهيو آهي.هن نہ رڳو پنهنجي جيون ڪٿا کي ڪتابي صورت ۾ لکي، پنهنجو قصو بيان ڪيو آهي، پر اها ڪهاڻي جڻ هڪ دور جي تاريخ بہ آهي.

هن جهڙي ريت دلچسپ پيرا ۾ مدرسي مان ڀڄي نڪرڻ جي ڪهاڻي ٻڌائي آهي، اها تمام گهڻي دلچسپي واري آهي . جو مدرسي جي مولوي جي پٽ کي کوهہ مان ان عيوض ڪڍيو تہ کيس مدرسي مان ڀڄڻ ۾ رڪاوٽ نہ بنبو ۽ مولوي پٽ جي عيوض ان لاءِ تيار بہ ٿي ويو." ان کان پوءِ هو پيءُ جي خوف کان گهر وڃڻ جي بدران حيدرآباد جي روڊ تي سمهي گذاريو ۽ جنهن کان پوءِ صدر جي جامع مسجد وٽ علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي وٽ شربت وڪڻڻ جو ڌنڌو ڪرڻ لڳو ۽ حڪمت جي ڪم سان لاڳاپيل قاسمي صاحب کي شربت جي نسخي ۾ تبديلي لاءِ قائل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. هن جي ڪهاڻيءَ ۾ دلچسپ قصو اهو بہ هو تہ هو ان کان پوءِ فرانس هليو ويو ٿو. هن جي زندگي ۾ حيرت ناڪ قصا بہ آهن۽ هن جي جستجو جي ڪهاڻي بہ آهي.اهوئي سبب جو هن جي جيون ڪٿا ۾ ڪئين پهلو ملن ٿا. هڪ طرف هو شيدين جي غلامي واري درد ناڪ ۽ تڪليف ڏيندڙ ڪهاڻي ٻڌائي ٿو.تہ ٻئي طرف هو ان ڪيفيت مان جنهن بهادري سان نڪرڻ جي ڳالهہ ٻڌائي ٿو ، اها وڏو حوصلو ڏيندڙ آهي. مونکي فيضو شيدي جي بي باڪي ۽ همت سان ڳالهہ ڪرڻ تي حيرت بہ ٿيندي آهي. هن جي جيون ڪٿا ۾ هڪ طرف 60 سال اڳ واري ملڪ جي سماجي ۽ سياسي ڪهاڻي جو بہ ذڪر ملي ٿو . هن جي جيون ڪٿا ۾ سياسي هلچل ، سماجي سرگرميون، مزدور تحريڪ، ڪميونسٽ تحريڪ ۽ سنڌ جي هيرو هوشو شيدي جي قبر ڳولڻ وارو تحقيقي ڪم. هن جو مثالي ڪمن ۾ شامل آهي.هن هوشو جي قبر جي ڳولا جديد تاريخي گهرجن جي بنياد تي ڪئي. اها سڀ مهم تاريخي نوعيت واري آهي. هن ڪميونسٽ پارٽي ۽ مزدور تحريڪن ۾ پڻ سرگرم ورڪر طور ڪم ڪندو رهيو آهي.هن جي جيون ڪٿا ۾ ڪامريڊ حسن ناصر کي سنڌ ۽ بلوچستان ۾ مختلف هنڌن تي روپوشي جي حالت ۾ لڪائڻ وارو قصو پڻ هڪ دور جي تاريخ سان شناسائي وارو آهي. هن پارٽي جي ٽٽڻ کان پوءِ شيدين ۾ سجاڳي وارو ڪم هٿ ۾ ڪنيو. جنهن کي ئي هن بنياد بنائي ڪٿا لکي آهي.جيڪي اڳ ۾ هو اسان سان ذاتي ڪچهرين ۾ ٻڌائيندو رهيو آهي .

اسحاق مڱريو.

HIMMAT PRINTERS HYD: 022-2786029

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪانئُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books نــاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻَ، ويجهَڻ ۾ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَھڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙھا، نيرا، پيلا يا ناسي ھوندا آھن اَھڙيءَ طرح پَڙھندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آھن ۽ ھوندا. اُھي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙھندڙ، بَرندڙ ۽ پڙھندڙ، سُست ۽ پڙھندڙ يا وِڙھندڙ ۽ پڙھندڙ بہ ٿي سگھن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آھي.

ڪوشش اھا ھوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَھڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آھي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اھڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ ھِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ ھيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رھندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اھم مرحلو وِرھائڻ distribution جو ٿيندو. اِھو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏھن ڪو پيسا ڪمائي سگھي ٿو تہ يلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ ھوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ ھو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي ھِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦھلائڻ جي ڪوشش دوران کَنھن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽجاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽجاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)